# سنڌو ديش چوءِ چا لاءِ

## جي. ايم. سيد



سنڌ سلامت ڪتاب گهر

# سنڌ سلامت ڪتاب گھر جو ڪتاب نمبر: 40

| | |
|---|---|
| نالو: | سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ |
| ليکڪ: | جي. ايم. سيد |
| ڪمپوزنگ: | عبدالحڪيم سميجو |
| لي آئوٽ ۽ ڊيزائن: | آفتاب حسين |

## Book No. 40 of Sindh Salamat.Com Book House

| | |
|---|---|
| Name: | Sindho Desh Chho aien Chha lai |
| By: | G.M Syed |
| Second Composing: | 2013 |
| Composing: | Abdul Hakeem Samejo |
| Layout & Design: | Aftab Hussain |

سنڌ جا سڄڻو سلام .........

سنڌ سلامت سنڌي ٻوليءِ جي ڪتابن جي ذخيري کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ لاءِ **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** متعارف ڪرائڻ جو جيڪو سسلو شروع ڪيو آهي، ان سلسلي جو **چاليهون** (40) ڪتاب **سنڌو ديش چو ءِ چا لاءِ** اوهان اڳيان پيش ڪجي ٿو. سائين **جي ايم سيد** جو هي ڪتاب اسان جي هر قدم تي اها رهنمائي ڪري ٿو ته سنڌ هڪ الڳ ملڪ رهيو آهي، تنهنڪري سنڌ هاڻي به هڪ آزاد ملڪ جي ئي حيثيت ماڻي.

هن ڪتاب جي ڪمپوزنگ جو ذميواري مان پنهنجي دل گهريي دوست، سنڌ سلامت جي مانواري ميمبر، ليکڪ ۽ سنڌ پرست **محترم آفتاب حسين ڪوهاري** کي سونپي هئي، جنهن پنهنجي دوست ۽ ساٿي **عبدالحڪيم سميجو** جي ذريعي ڪمپوزنگ ڪرائي پاڻ ئي پروف ريڊنگ وارو ڏکيو ڪم سر انجام ڏنو. پوءِ به جيڪڏهن ڪٿي ڪي اٽايون يا پروف جو چڪون رهجي ويون هجن ته رهنمائي ڪجو. آفتاب جون مهربانيون جو هن هڪ وٽندڙ ٽائيٽل پيج به ٺاهي موڪليو.

اوهان سيني دوستن، پائرن، سڄڻن، بزرگن ۽ ساجاهه وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رهنمائي جو منتظر.

**محمد سليمان وسان**
مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
salamatsindh@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**

# پيش لفظ

سنڌو ديش **ڪن فيڪون** جي وقت کان هو. اسان جي محبت ان سان ايتري ئي قديم آهي. جيئن ڏينهن راتيون بدلجن پيون ۽ موسمون بہ بدلبيون رهن ٿيون، اهڙيءَ طرح ماڻهو بہ ڪڏهن سجاڳ ۽ ڪڏهن ننڊ ۾ رهن ٿا. ماڻهن وانگر قومن جي حالت بہ بدلجندڙ آهي. ڪڏهن اهي بيدار ٿي، تهذيب ۽ تمدن طرف وک وڌائين ٿيون، تہ ڪنهن وقت هو گهري ننڊ ۾ سمهي روبہ تنزل ٿي، ڪيل ڪمائي ڪٽ ڪريو ڇڏين.

**سنڌو ديش** دنيا جي قديم ترين **مهذب** ۽ **متمدن** قوم جو ملڪ آهي. ان جو ماضي نهايت **شاندار** رهيو آهي. پر ڪجهہ وقت کان هتي جي رهاڪن پاڻ وساري، خواب غفلت ۾ غلطان ٿي، غيرن کي مٿن **قابض** ٿيڻ جو موقعو پئي ڏنو آهي.

اسان **سنڌو** جي پاڻ وسارڻ واري دور جي پيدائش آهيون. بمبئي کان سنڌ جي جدائيءَ بعد جڏهن اسان سنڌين جي ڪلچرل ترقي، اقتصادي خوشحالي ۽ سياسي آزاديءَ جي حصول ۾ رڪاوٽون پيل ڏٺيون، تہ ردعمل ۾ اچي، ان جو ڪارڻ هندو مستقل مفاد کي ڄاڻي **پاڪستان** ذريعي ان جي حل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي سون، ڇوٽي آهي تہ:

”دوزخ ڏي رستو بہ چڱن ارادن (جي پٿرن) سان جڙيل ٿئي ٿو.“

ان وانگر پاڪستان لاءِ ڪوشش ڪرڻ وقت هينيان متا ۽ مرادون مدنظر رکي، ڪم ڪيو هوسون.

(1) برصغير هند جي مسلم اڪثريت وارين ايراضين ۾ مڪاني مسلمانن جون جدا رياستون قائم ڪرائي، ڪين سنڌن روايات موجب ترقيءَ ۽ تعبير لاءِ موقعا ميسر ڪرائينداسون.

(2) اهڙيءَ طرح برپا ڪيل، جدا رياستن جي سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ باهمي تعاون ذريعي قدم ڪڻنداسون.

انهيءَ تجربي ۾ اسان چويهہ سال گذاريا آهن. اچو تہ ان ساري مسئلي تي غور سان نظر ڪري ڏسون، تہ مٿي ذڪر ڪيل مرادون ڪيتريقدر برثواب آهن.

## ”مسلمانن جي جدا رياستن جو قيام“

برصغير هند جي وڏي حصي تي، گهڻي وقت تائين مسلمان حاڪمن جو قبضو رهيو هو، جيتوڻيڪ اهي حڪومتون شخصي ۽ قبيلائي هيون. انهن حڪومتن جي دور ۾ زمين ۽ نوڪرين وغيره تي مسلمانن جا ڪي طبقا ۽ گروهہ قابض ٿي، مستقل مفاد قائم ڪري ويا هئا. ان مان ملي، پير، جاگيردار ۽ ڪاموري ڪلاس جي ماڻهن کي خاص فائدو پهتو هو. جن انهن حڪومتن کي

مذهبي حڪومتون قرار ڏيئي، سندن مفاد قائم رکڻ گهريا تي. اهڙيءَ طرح حاصل ڪيل تسلط کي قائم رکڻ لاءِ هنن ٻه طريقا استعمال ڪيا:

پهريون، هندوستان جي رهاڪن کي مغل سامراج جي هٿ هيٺ جملي هندو مسلم طاقتور قبيلن جي مدد سان، نيم سيڪيولر بنيادن تي منظم ڪري، حاصل ڪيل مستقل مفاد کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. انهيءَ طريقي سان ٻنهي مذهبن جي پوئلڳن کي فائدو پهتو تي. پر سياست ملڪ کي مذهب سان ملائڻ ڪري، ٿوري وقت کان پوءِ اهو تجربو ناڪامياب ٿيو ته مسلمانن جي مستقل مفاد جدا تي، اورنگزيب جي هٿ هيٺ، مذهب جي نالي ۾ غلبو قائم ڪري خالص مذهبي بنيادن تي پنهنجو تسلط برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڪجهه وقت کان پوءِ اهو ٻيو تجربو به ناڪامياب ٿيو.

انهيءَ کان پوءِ برصغير تي انگريز سامراج تسلط ڄمايو، انهن جي حڪومت جي عرصي ۾ مسلمان ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا:

هڪڙي گروهه، انگريزن کان طاقت کسي، ٻاهرين مسلمان طاقتن ۽ مڪاني هندو راجائن جي مدد سان، وري مغل حڪومت کي واپس آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اها ڪوشش 1857ع جي جنگ آزاديءَ ۾ ناڪاميابيءَ بعد ختم ٿي ۽ اهو مسلمانن جو گروهه، وڏيءَ مصيبت هيٺ اچي ويو.

ٻئي گروهه، انگريز سامراج سان تعاون ڪري، مغلائي دور حڪومت ۾ حاصل ڪيل، پنهنجي مستقل مفاد کي بچائڻ ۽ برقرار رکڻ جي پاليسي اختيار ڪئي.

جڏهن ڪجهه وقت کان پوءِ انگريز هندوستان جي عام راءِ ۽ ٻن مهاڀاري لڙاين بعد پيدا ٿيل بين الاقوامي راءِ کان متاثر ٿي، هندوستان کي جمهوري بنيادن تي ڏيڻ شروع ڪيا ته انهيءَ ۾ انگريزن جي طرفداري ڪري، پنهنجا حق بحال رکائڻ چاهيا. پر جڏهن کين معلوم ٿيو ته هندوستان ۾ آزاديءَ جي هلچل ايترو تيز ٿي ويئي هئي، جو انهيءَ کي روڪڻ ناممڪن هو، ته هنن پاليسي بدلي، انگريزن جي مدد سان مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ آزاد حڪومتن قائم ڪرڻ جي تحريڪ هلائي، پاڪستان برپا ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي.

برصغير جي مسلم اڪثريت وارن صوبن جي رهاڪن کي، جمهوري بنيادن تي سياسي آزاديءَ مان پنهنجي مستقل مفاد لاءِ اهڙو خطرو نظر ۾ نٿي آيو. تن جي رضامنديءَ لاءِ منجهن هيٺين دليلن جي آڌار تي، ان تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سڌ پيدا ڪئي ويئي:

(1) انهن صوبن جي رهندڙ مسلمانن تي، آزاد ۽ خودمختيار رياستن قائم ڪرڻ جو موقعو ملندو.

(2) مسلمانن واسطي مذهب ۽ گذريل روايات مطابق زندگي بسر ڪرڻ لاءِ اهڙيءَ طرح آزاد ٿيل رياستن ۾ حالتون سازگار ٿينديون.

(3) مسلم اڪثريت وارن صوبن جي مسلمانن کي غير مسلمان (هندو) جي سچي پچي يا موهوم اقتصادي تسلط کان آزادي نصيب ٿيندي.

(4) پاڪستان، سيني مسلمان ملڪن جي اتحاد لاءِ مرڪزي رياست جو ڪم ڏيندو.

انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفادي مسلم گروهه طرفان، مسلمانن کي مذهب جي بنياد تي جدا قوم تصور ڪيو ويو ٿي.

جيتوڻيڪ دنيا ۾ ڪنهن به مسلم ملڪ جي رهاڪن، انهيءَ نظرئي ۾ اعتماد نه ٿي رکيو، پر سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ بينگال جا رهاڪو مسلمان اسلام جي نالي ۾ برغلجي ويا. هنن ان وقت ان ڳالهه طرف ڪوبه ڌيان نه ڏنو ته اهڙي ءَ طرح قوم سڏائڻ ڪري، آئيندي هلي، ڪين ڪهڙين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو؟ ۽ پاڪستان جي قيام مان سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ بينگال جي رهاڪن کي ڪهڙو فائدو حاصل ٿيڻ وارو هو؟ يا پاڪستان جي قيام مان اسلام جي فرو غ ۽ غلبي کي ڪهڙي ترقي حاصل ٿيڻ واري هئي؟ انهيءَ وقت مذهبي جذبي هيٺ متاثر ٿي، ڪنهن به آئيندي جي نتيجن طرف توجهه نه ڏنو.

اسان مان جن کي سنڌ جي جداگانه قوميت ۽ سنڌ جي گذريل شاندار ماضيءَ واري تاريخ کان واقفيت هئي، تن انهيءَ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ وسيلي سنڌ جي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ جو مقصد حاصل ڪرڻ گهريو ٿي. اسان کي مولانا عبيدالله سنڌي، علامه آءِ آءِ قاضيءَ ۽ ٻين پنهنجن بزرگن جي تعليم ته "**سنڌي جدا قوم هئا**"جو ڪجهه احساس هو. پر سنڌ جي آزاديءَ جي دلاسي تي، اسان به انهيءَ گروهه سان گڏجي ڪم ڪيو. جن مخفي طرح سنڌ ۽ ٻين مسلمان اڪثريت وارن صوبن ۾ مهاجر پنجابي سامراج قائم ڪرڻ جو ارادو رکيو ٿي.

برصغير هند جي مسلم اڪثريت وارين رياستن مان صرف خان عبدالغفار خان ۽ سندس پوئلڳن جو گروهه، بنياد کان مسلم ليگين جي انهيءَ نظرئي جي ڦندي ۾ نه ڦاٿو.

سنڌ ۾ اسان جي گروهه، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ، اول ۾ پاڪستان جي تحريڪ ۾، مسلمانن جي جداگانه قومي نظرئي جي بنياد تي حصو ورتو. پر جڏهن مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفاد ۽ ان جي هم خيال سنڌي ڪوتاهه ٻين مستقل مفادي گروهه جي نيتن جو پتو پيوسون ته مسلم ليگ کان جدا ٿي وياسون.

پاڪستان 14 آگسٽ 1947ع تي وجود ۾ آيو. پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ جي پهرين بيٺڪ ۾ پاڪستاني حڪومت جي اڳواڻ مسٽر محمد علي جناح ملڪ جي صحيح حالتن جو اندازو لڳائي، جا تقرير ڪئي، ان جا مکيه ٽڪرا پڙهندڙن جي معلومات لاءِ هيٺ ڏجن ٿا.

”آئون سمجهان ٿو ته هينئر گذشته کي درگذر ڪري، اوهان مان هرهڪ ملڪي باشندي کي، پوءِ اهو کهڙي به فرقي جو هجي يا اڳي اوهان سان کهڙا به اختلاف هجنس، يا کهڙي به رنگ جاتيءَ ۽ مَتن جو هجي، ساڳي ملڪ جو شهري، هڪجهڙن حقن ۽ جوابدارين سان شمار ڪرڻ گهرجي.“

آئون هن ڳالهه کي وڌيڪ دهرائڻ مناسب نٿو ڄاڻان ته اسان کي اهڙي جذبي سان ڪم ڪرڻ گهرجي، جو هي سڀ تفاوت، اقليت واري فرقي **هندوفرقي ۽ مسلمان فرقي جا** ڇاڪاڻ ته خود مسلمانن ۾ پٺاڻ، پنجابي، سني، کوجا، ميمڻ، وغيره آهن، ۽ اهڙيءَ طرح سان هندن ۾ برهمڻ، کتري، وئش، بنگالي ۽ مدراسي وغيره آهن، سڀ سڀ گم ٿي وڃن.“

”مون کان جيڪڏهن پڇو ته سچ پچ اها ڳالهه هندستان جي آزاديءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ هئي. هيءَ نه هجي ها ته اسان هن کان گهڻو وقت اڳ آزاد هجون ها. ڪوبه چاليهه ڪروڙ ماڻهو جي قوم کي غلام رکي نٿو سگهي ۽ نه اوهان کي ڪي فتح ڪري سگهي ها، پر جي ڪٿي فتح ڪري ها، ته به گهڻي دير تائين قبضي ۾ رکي نه سگهي ها. تنهن ڪري اوهان کي سبق وٺڻ گهرجي.

”اوهان هن پاڪستان جي حڪومت ۾ آزاد آهيو ته پنهنجن مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃو، اوهان جي مذهب يا فرقي يا مَتن کي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو نه آهي.“

”تاريخ ڏيکاري ٿي ته ڪجهه وقت اڳ انگلنڊ جون حالتون، هندستان جي هن وقت جي حالتن کان گهڻو خراب هيون. جيڪڏهن اوهان تاريخ پڙهي آهي، ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته اتي رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ، هڪ ٻئي کي تڪليف پهچائيندا هئا. خود هينئر به ڪي حڪومتون آهن، جتي ڪن طبقن تي بندش وڌي وڃي ٿي، يا منجهن تفاوت رکيا وڃن ٿا.“

”خدا جو شڪر آهي، جو اسان ان وقت شروعات ڪئي آهي، جڏهن هڪ فرقي ۽ ٻئي فرقي يا هڪ جاتيءَ ۽ متي جي ماڻهن جي وچ ۾ ڪوبه تفاوت ناهي. اسان انهيءَ بنيادي اصولن سان شروعات ڪريون ٿا ته، اسين سڀ هن ملڪ جا هڪجهڙا شهري آهيون.“

انگلنڊ جي ماڻهن، جيئن وقت گذرندو ويو، وقت جي حقيقتن کي مدنظر رکندي، پنهنجي ملڪ جي حڪومت فرائض کي سرانجام ٿي ڪيو. اڄ اهي

رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ رهيا ئي ڪونہ آهن. اهي سڀ گريٽ برٽين جا هڪ جهڙا شهري، هڪ ئي قوم جا فرد آهن.“

”هاڻ اسان کي اهو مثال سامهون رکڻ گهرجي تہ هتي پڻ ٿوري وقت اندر نہ هندو هندو رهندا، نہ مسلمان مسلمان رهندا. مذهبي نقطہ نگاهہ کان نہ **چاڪاڻ تہ اهو سندن شخصي عقيدو آهي، پر سياسي نقطہ نگاهہ کان سڀ ماڻهو هڪ قوم جا فرد ٿي ويندا.**“

ان ساڳئي ماڻهوءَ جي 23 مارچ 1940ع تي لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ اجلاس ۾ ڪيل تقرير جا ٽڪرا، ملاحظي لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

”آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي جدا چونڊن جي بنياد تي نمائندا مليا هئا، اها ڳالهہ نيڪ هئي، پر وري بہ فيصلو اڪثريت کي ڪرڻو هو. جي ان ۾ اقليت ۽ اڪثريت ۾ اختلاف ٿين تہ ان جو نبيرو ڪير ڪرڻ وارو هو؟“

”مسلمانن کي هن وقت تائين اقليت شمار ڪري، گفتگو ڪئي ٿي وڃي، اسان بہ ان تي اهڙو هري ويا آهيون، جو ٻئي طرح سوچي نہ سگهيا آهيون. انڪري هيءَ حقيقت وساري وينا هئاسون، تہ مسلمان اقليت نہ آهن، بلڪ سڀ ڪنهن نقطہ نگاهہ کان جداگانہ قوم آهن“.(*)

”هندستاني آئين جو مسئلو جاتيوار قسم جو نہ آهي، پر بين الاقوامي نموني جو آهي. جيستائين اها بنيادي ۽ مکيہ حقيقت تسليم ڪئي ويئي آهي، ڪوبہ آئين نهندو، سو تباهيءَ جو ڪارڻ بڻبو. هو نہ رڳو مسلمانن لاءِ پر هندن ۽ انگريزن، سڀ لاءِ نقصانڪار ٿيندو.“

”اهڙو ڪو سبب ئي ڏسڻ ۾ نٿو اچي تہ ورهاست بعد اهي رياستون هڪ ٻئي جي خلاف ٿين. مونکي اميد آهي تہ انهيءَ ورهاست ڪري، هن وقت سماجي ۽ سياسي اقتدار لاءِ هلندڙ ڇتاپيٽي غائب ٿي ويندي. ان مان باهمي مفاد جي بنياد تي ٺيل عهدنامن ڪري، ٻئي ملڪ هڪ ٻئي جا دوست ٿي رهندا.“

”انهيءَ ورهاست ڪري هندو انڊيا ۽ مسلم انڊيا جي وچ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ۽ سمجهوتي جي بنياد تي، اقليتن جو سوال هميشه لاءِ فيصل ٿي ويندو.“

هيءَ ڳالهہ غور جي لائق آهي تہ موجوده صورت ۾ هندو ۽ مسلمان مذهب، جدا سوسائٽيون ۽ سوشل نظام هئا. جيستائين اهي نظام قائم آهن، **هندن ۽ مسلمانن جو هڪ قوم بڻجڻ** ناممڪن نظر پيو اچي.“

”ڪانگريس ڪارڪنن جو هيءَ خيال تہ هندستان جا رهاڪو هڪ قوم ٿي ويا هئا، ملڪ جي گهڻين تڪليفن جو باعث بنيو آهي. وقت آيو آهي تہ انهيءَ خيال کي درست ڪجي، نہ تہ اهو خيال هندستان جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻبو.

---

* . هن ۽ ان کانپوءِ ٻيءَ پيراگراف ۾ آيل سياسي دليل، چند لفظن جي مٽاسٽا سان، سنڌي قوم جي حق ۾ ساڳئي اعتماد سان پيش ڪري سگهجي ٿو. پڙهندڙ حضرات، هنن پئرائن ۾ مسلمانن ۽ مسلمان اقليت لاءِ، سنڌي ۽ سنڌي اقليت جا لفظ ۽ هندستاني هندن ۽ انگريزن لاءِ ترتيبوار پاڪستاني مهاجرن ۽ پنجابين جا لفظ رکي پڙهندا، تہ سنڌ ۽ سنڌي قوم جي ڳالهہ مٿن واضح ٿي ويندي.

سندن موجوده صورت ۾ هندن ۽ مسلمانن جا مذهب ٻن جداگانه فلسفن، سماجن ۽ ادب جا حامل هئا. ان جا پوئلڳ نه پاڻ ۾ شاديون ڪري سگهن ٿا، نه ڪاڏو ڪائين ٿا، بلڪ جدا تهذيبن جا حامل آهن، هڪ ٻئي کان ابتڙ خيالن ۽ نظرين تي تعمير ٿيل آهن. انهن جي زندگيءَ جا طور طريقا ئي علحده آهن. هندن ۽ مسلمانن جون جدا تاريخي روايتون آهن. انهن جا تاريخي قصا، قومي سورما ۽ واقعا علحده آهن. اڪثر حالتن ۾ هڪڙن جو سورمو، ٻين جو دشمن هو. اهڙيءَ طرح انهن جي تاريخي فتحن ۽ شڪستن جو حال آهي. انهن ٻنهي قومن کي هڪ اهڙي حڪومت ۾ ڳنڍڻ، جنهن ۾ هڪ اڪثريت ۾ هجي ۽ ٻي اقليت ۾، ملڪي مضبوطيءَ ۽ امن عيوض، انتشار ۽ تباهيءَ جو ڪارڻ ٿيندو.“

انهيءَ مسئلي تي وڌيڪ روشني وجهڻ کان اڳ بهتر آهي ته بانيءَ پاڪستان مسٽر محمد علي جناح جڪي ٿين تقرير به ڏني وجي، جا هن 28 سيپٽمبر 1939ع تي عثمانيه يونيورسٽي حيدرآباد دکن، جي اولڊ بوائز ايسوسيئيشن جي ساليانې دعوت جي موقعي تي ڪئي هئي، ان جا ٽڪرا ملاحظي لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

”آءٌ بنيادي طور، دنياوي ڪاروبار ۾ حقيقتن ۽ حالتن کي نظر ۾ رکي، **سياسي عمل جو پيروڪار رهيو آهيان**. بدليل حالتن هيٺ قوميت ۽ قوم پرست لفظن جي معنيٰ، جدا جدا مطلبن سان پئي ڪتب آندي ويئي آهي. هرڪو ماڻهو ان مان پنهنجي معنيٰ ڪڍي ٿو. صحيح معنيٰ جي نقط نگاهه کان آءٌ اڃا تائين **قوم پرست آهيان**. مون هندو مسلم سمجهوتي ۾ اعتماد پئي رکيو آهي. پر اهو سمجهوتو، عزت وارو هئڻ گهرجي، نه اهو جنهن مان هڪ ڌر ختم ٿئي ۽ ٻيءَ ڌر طاقت ۾ اچي.“

انهن ٽنهي تقريرن پڙهڻ بعد معلوم ٿيندو ته هن صاحب، جنهن وقت مسلمانن جي جداگانه قوم جو آواز اٿاريو ته، ساڳئي وقت ائين به چوندو رهيو ته هو بنيادي طور قوم پرست هو. پر عزت واري سمجهوتي جي عدم موجودگي ڪري، هن سياست عمل جو پيروڪار هئڻ سبب، مسلمانن جي جداگانه قوم ۽ ملڪ جو نالو ورتو ٿي. ساڳيو ماڻهو جڏهن پاڪستان قائم ٿئي ٿو ته يڪدم چوي ٿو ته:

”گذشته کي درگذر ڪري، آئينده ملڪ ۾ هڪ **قوم** تي رهڻ گهرجي.“

”**مذهب** جو ملڪ جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو نه هئڻ گهرجي.“

”هاڻ پاڪستان جي جملي رهاڪن کي بنا تفاوت **مذهب ۽ ملت** جي هڪ تي رهڻ گهرجي.“

مذهب ماڻهن جو **شخصي عقيدو** آهي. سياسي نقطه نگاهه کان سيني ماڻهن کي هڪ قوم بنجي وڃڻ گهرجي.

انهن ٽنهي متضاد ڳالهين مان سندس مقصد ڪهڙو هو، ان تي جيتري قدر مون غور ڪيو آهي، تہ مون کي ان لاءِ هينيان ڪارڻ سمجهہ ۾ آيا آهن:

جناح صاحب بنيادي طرح اصولن ۾ اعتماد رکندڙ سياستدان نہ هو. هن سياست عمل جي پيروڪار هئڻ ڪري، مطلب برآوريءَ لاءِ پئي موقف بدلايا هئا. هن صاحب کي نہ اسلام جي پوريءَ طرح واقفيت هئي، نہ هن جو مسلم عوام سان واسطو هو. هو هڪ ايماندار وڪيل وانگر مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفاد رکندڙ مسلمانن جي نمائندگي ڪري رهيو هو. جن جڏهن ڏٺو تہ هندستان جي آزادي بعد جمهوري طرز حڪومت هيٺ، سندن هٿ ڪيل مستقل مفاد برقرار رهڻ مشڪل هئا، تہ هنن نئين ملڪ (پاڪستان) ۾ پنهنجو مرغزار (سامراج) پيدا ڪري، اتي پنهنجي استحصال لاءِ سرزمين تيار ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪئي.

جناح صاحب پڻ انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ پنهنجا رايا پئي بدلايا. هن اسلام ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ برصغير هند جي ورهاست ڪرائي ۽ ان جي ورهاست بعد مذهب جي نالي تي جدا قوم جي تصور کي ملڪي استقامت لاءِ نقصانڪار سمجهي، پنهنجو رنگ بدلائي، ملڪ جي بنياد تي قوميت جو آواز اٿاريائين، ۽ نئين سلطنت تي قابض ٿيڻ بعد هن پاڪستاني قوميت جي گفتگو ڪئي. ڪيس خبر هئي تہ مذهب جي بنياد تي جداگانہ قوم جو تخيل، دنيا ۾ ڪنهن بہ ملڪ نہ تي قبوليو. تنهن ڪري هن پاڪستاني قوم جو آواز اُٿاري، مسلم قوم جي نظرئي کي ڦٽو ڪري ڇڏيو. پر ان ۾ بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هيٺين ڳالهين ڏي توجهہ ڪونہ ڏنو!

1) برصغير هند ۾، پاڪستان نالي سان ڪوبہ ملڪ تاريخ جي ڪنهن دور ۾ نہ رهيو هو، نہ اهڙي ڪا قوم وجود ۾ آيل هئي.
2) جن جدا رياست کي گڏي، پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو هو، سي تاريخي نقطہ نگاهہ کان جدا قومن جا ملڪ رهيا هئا.
3) اهي جدا ٻولين، تاريخي روايتن، ڪلچرن، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جون حامل قومون ۽ ملڪ هئا.

جهڙيءَ طرح برصغير هند کي هن هڪ ملڪ يا قوم نٿي تسليم ڪيو. اهڙيءَ طرح ساڳيو دليل هن نئين ملڪ سان بہ لاڳو ٿي سگهيو ٿي. پاڪستان هڪ ملڪ نہ هو، ۽ نہ جديد نظرئي قوميت جي بنياد تي اتي جارهاڪو هڪ قوم هئا. البت اڳتي هلي هنن کي باهمي سمجهوتي سان، هڪ ٻين سان تعاون ڪرائي سگهجي ها.

مطلب تہ هن جا غلطي، ڪانگريسين جي دليل ۾ ڏٺي هئي، جنهن موجب برصغير هند کي هڪ ملڪ ۽ قوم ٿي سمجهيو ويو، تنهن ساڳيءَ غلطيءَ جو

هـيءَ هتـي بـ جوابـدار بڻيـو ٿـي. يعنـي هـن پاڪسـتان کـي هـڪ ملـڪ ۽ اتـي جـي رهاڪن کي هڪ قوم سڏيو ٿي.

جهـڙيءَ طـرح هندوسـتان کـي هـڪ ملـڪ ۽ قـوم بنـائڻ لاءِ بـاهمي سـمجهوتي سـان گهڻـي وقت تـائين ڪوشـش جـي ضـرورت هئـي، سـاڳئيءَ طـرح پاڪسـتان کـي هـڪ ملـڪ ۽ قـوم بنـائڻ لاءِ بـاهمي سـمجهوتي سـان، گهڻـي وقـت تـائين ڪوشـش ڪـرڻ جـي ضـرورت هئـي. گفتگـو ڪـرڻ يـا ڪنهن راءِ جـو اظهـار ڪـرڻ هـڪ ڳالهـ آهـي، لـيڪن ان راءِ کـي عملـي جـامو پهـرائڻ ٻـي ڳالهـ هئـي. هـزار ورهـين جـي جـاگرافي بنيـل ملڪـن ۽ ان ۾ رهـاڪو قـومن کـي، هـڪ ملـڪ ۽ قـوم بنـائڻ نهايت مشـڪل مسـئلو هـو. نئـين حڪـومتي نظـام ۾ شـامل ٿيـندڙ ملڪـن جـي مـاڻهن ۾ ٻـولين جـا اخـتلاف هئـا. سـندن رسـمون رواج، طبيعتـون، سياسـي ۽ اقتصـادي مفـاد جـدا هئـا. انهـن رياسـتن جـي رهـاڪن ۾ تـاريخي اخـتلاف هئـا. جـن مـان هـڪ جـي فائدي کي ٻئي نقصان پي سمجهيو.

جنـاح صـاحب پنهنجـي ان عمـل سـان، انهـن جـدا قـومن کـي، بـاهمي سـمجهوتي سـان نزديـڪ آڻـڻ جـي عيـوض، مورڳـو هيٺـين قـدمن ڪـري، مـنجهن بـدگماني ۽ نفاق جو وڻ پوکي ڇڏيو.

1) سـندس پهريـان قـدم، جـو هـن نئـين حڪـومت ۾ اخـتلاف جـو بـاعث بنيـو، سـو اهـو هـو تـ هـن پاڪسـتان ۾ شـامل ٿيـندڙ جدا ملڪـن جـي ٻـولين کـي نظرانـداز ڪـري، مسـلم اقليـت وارن صـوبن جـي زبـان اردوءَ کـي پاڪسـتان جـي قـومي زبـان بنـايو. جـنهن مـان، شـامل ٿيـندڙ قـومن کـي مهـاجر سـامراجيت جـي بـوءِ ٿـي آئي.

2) سـندس ٻيـو غلـط قـدم اهـو هـو، تـ هـزار سـالن جـي طبعـي ۽ تـاريخي ارتقـا بعـد وجـود ۾ آيـل جـدا ملڪـن کـي، هـن هـڪ ملـڪ تصـور ڪـري، سـموري طاقـت مرڪـزي حڪومـت ۾ ڪـٺي ڪـري، ننـڍين ايراضـين جـي ملڪـن کـي پنجـابي مهـاجر تسـلط هيـٺ آڻـي، نقصـان ٿـي پهچـايو. ڪـيس خبـر هـئڻ گهرجـي هـا تـ جـن ملڪـن کـي نـ ايرانـي سـامراج، نـ يونـاني سـامراج، نـ عـرب سـامراج، نـ مغـل سـامراج ۽ نـ انگريـز سـامراج هـڪ بنـائي سـگهيا هئـا، تـن کـي ڪهـڙيءَ طـرح هـڪ ڪلـن جـي واپـاريءَ جـو پـٽ، زبـان جـي هـڪ گفتـي سـان، هـڪ ملـڪ بنـائي سگهيو ٿي.

3) ٽـي غلطـي جـا هـن ڪئـي، سـا اهـا هئـي تـ هـن سـموري حڪمرانـيءَ جـي واڳ، هندسـتان مـان مسـلم اقليـتن جـا ڪـامورا گهرائـي، انهـن جـي سـپرد ڪئـي. جـن پـاڻ کـي فـاتح سـمجهي، سـامراجي ذهنيـت جـو مظـاهرو ڪـري مڪـاني قـومن جـو استحصـال ڪـرڻ شـروع ڪيـو: جـنهن ملـڪ ۾ اتحـاد جـي عيـوض، نفـاق ۽ نفرت پيدا ڪئي.

4) سنڌ جي مکيہ شهر ڪراچي کي سنڌ کان زوريءَ ڪسي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪري، لياقت علي خان، مهاجر وزيراعظم جي هٿ ۾ ڏئي، ان کي مهاجرن سان ڪالونائيز ڪرڻ جي شروعات ڪئي.
5) هن مسلم قوم جي اصول کي ڇڏڻ جي باوجود قوم پرست ڪارڪنن تي سختيون روا رکيون ۽ انهن کي جيلن ۾ وڌو.
6) هن هندن ۽ سکن جي ڇڏيل سموري ملڪيت، لُٽ جو مال سمجهي، ٻاهران آيل ماڻهن جي حوالي ڪري، سنڌين کي ان کان محروم ڪيو.
7) هن پاڪستان کي جملي هند جي مسلمانن جو ملڪ سڏي مهاجرن جي اچڻ جو دروازو کولي، مکاني قوميتن جي توازن تبديل ڪرڻ جي راهہ کولي ڇڏي.

سندس عمر جناءَ نہ ڪيو، تنهن ڪري اهو چوڻ مشڪل آهي تہ هو ڪهڙي طرح پنهنجي آخري ظاهر ڪيل نقطہ نگاهہ کي عمل ۾ آڻي ها ۽ تڪميل تي پهچائي سگهي ها. پر مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفاد يعني مهاجر قورو طبقي، جن جو هيءَ نمائندو هو، هن جي ان نئين راءِ کي قبول نہ ڪيو ۽ هو ساڳيءَ طرح مسلمانن جي جداگانہ قوم جي نظرئي ۾ اعتماد رکندا آيا. چو تہ هنن کي خبر هئي تہ جنهن نظرئي قوميت (مسلم قوم) جي بنياد تي هنن هندستان جي ورهاست ڪرائي هئي، ان کي ڇڏڻ ڪري هنن کي هينئين قسم جي نئين مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻو پوندو:

1) جنهن صورت ۾ پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ ماڻهو جدا ٻولين جاگرافيائي خطن، تاريخي روايتن، ڪلچر ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي ٻڌل جدا قومون هئا، ان حالت ۾ اهي صرف مذهب جي نالي ۾ گڏجي رهي سگهيا ٿي. جنهن بنياد تي هنن متحد ٿي ورهاست ڪرائي هئي، ان کي ڇڏڻ بعد جدا قومن طرفان حق خوداراديءَ ۽ قومي حقوق جي حفاظت جا سوال اٿندا، جيڪي پاڪستان جو شيرازو ڪمزور ڪري، حالتون خراب ڪري ڇڏيندا.
2) مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سامراج جو تسلط تڏهن قائم رهي سگهندو، جڏهن مذهب جي نالي ۾ ماڻهن کي هڪ قوم جي نظرئي هيٺ گڏي هلايو وڃي. سنڌن سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبي قائم رکڻ لاءِ اهو واحد علاج آهي.
3) جناح صاحب جي نئين نظرئي هيٺ، پاڪستان کي هندوستاني مسلمانن سان ڪالونائيز ڪري، سنڌن سامراج قائم ڪرڻ جو مقصد فوت ٿي وڃڻ وارو هو.
4) اهڙيءَ طرح پاڪستان جي قيام کان پوءِ ملڪي سياست، ٻن مکيہ رجحانن ۾ ورهائجي ويئي:

(**الف**) هڪڙا، جيڪي ملڪ جا اصل رهاڪو هئا، تن نئين حاصل ڪيل آزاديءَ کي غنيمت ڄاڻي، قوم پرستيءَ جي بنياد تي آزاد ۽ خودمختيار رياستون قائم ڪري، پنهنجي قديم روايات سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ گهريو ٿي.
(**ب**) ٻيا، مهاجر، پنجابي ۽ سنڌن مڪاني ايجنٽ هئا، جن مذهب جي نالي، ۾ سنڌن مستقل مفاد کي برقرار رکي، ملڪ جو استحصال ڪرڻ گهريو ٿي.
جنهن صورت ۾ انگريزن حڪومت جي واڳ، مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي هٿن ۾ ڏني هئي، ان ڪري هو پنهنجي اقتدار مان فائدو وٺي، لاڳيتو پرچار ڪري، طاقت جي زور تي، پهرينءَ ڌر وارن ماڻهن جو آواز بند ڪري، قوم پرست ڪارڪنن کي تڪليفون ڏئي مڪاني ماڻهن مان ڪي خود مطلب خريد ڪري، عوام جا ذهن ڪوڙيءَ پروپيگنڊا ذريعي بگاڙيندا، ڪند ڪندا، ۽ غلط پاسن ڏانهن موڙيندا رهيا.
انهن ڳالهين کي خيال ۾ رکي، بينگال، سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي قوم پرست نمائندن، 8 مئي 1948ع تي ڪراچيءَ ۾ خان عبدالغفار خان جي صدارت هيٺ گڏ ٿي، پيپلس آرگنائيزيشن (عوامي تنظيم) جو پايو وڌو. انهيءَ موقعي تي مون مرحبا - ڪميٽيءَ جي طرفان، جيڪا تقرير ڪئي هئي، ان جا ٽڪرا ملاحظي لاءِ هيٺ ڏيان ٿو:

آءٌ سنڌي عوام طرفان هن قديم **سنڌو ديش** جي زمين تي، جو اڄڪلهه پاڪستان ۾ نهايت اهم جاءِ والاري ٿو، اوهان جي مرحبا ڪريان ٿو.“
”هن سرزمين تي ئي اسان جا جدا جدا ماڻهن جي قسمتن جا فيصلا ٿيڻ وارا آهن، ۽ هتان ئي نئين آئين ۾ جمهوري قدرن لاءِ آواز اٿارڻو آهي. جيئن هرهڪ گروهه کي حق پڙ پئي.“
”دوستو! سنڌ جي باشندن کي يڪتا تاريخ آهي. انهيءَ ڪري اها فطري ڳالهه آهي ته هو سنڌن مستقبل کي روشن ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن. سنڌ قديم تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز رهي آهي. جنهن جي ثابتي موهن جي دڙي مان ملي سگهي ٿي. هتي ڪيئي نسل ۽ متا پاڻ ۾ ملي هڪ ٿيا آهن ۽ صدين کان پنهنجي جداگانه حيثيت برقرار رکي آهي. ٻڌ ڌرم جيتوڻيڪ جنم سرزمين هند تي ورتو، پر اهو وڌيو ۽ ويجهيو هن ملڪ ۾. شاهه لطيف مختلف فرقن جي وچ ۾ اتحاد جو سبق به هن سرزمين تي ڏنو. جنهن سبق کي اسان **سنڌوديس** جو پيغام سڏي سگهون ٿا. تازو برصغير هند ۾ جا فرقيوارانه نفرت پکيڙي هئي، ان ۾ سنڌين، هڪ قوم جي حيثيت ۾ بهرو نه ورتو هو. سنڌين جدا **قوميت ۽ ڪلچر** تي قائم رهي، تاريخ ۾ پوري ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. قديم وقت کان سنڌ جي تاريخ ۾، ڪيئي واقعا ٿي گذريا هئا.“

”ايران، يونان، عرب، افغانستان ۽ دهليءَ جي مغل شهنشاهن هن ملڪ تي ڪجهه وقت لاءِ پنهنجو اثر ۽ تسلط رکيو هو. ڪڏهن ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته سنڌ جي بخت جو ستارو تمام هيٺ تي ويو هو، پر هر پيري اهو وري نئين سر پئي اڀريو آهي. سنڌين جو آزاديءَ لاءِ جذبو سدائين تڙپندو رهيو آهي. ان لاءِ سنڌن تاريخ شاهد آهي.“

سنڌي مسلمانن آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي، اها لاهور جي مارچ 1940ع جي ٺهراءُ ڪان به اڳ هئي. ان جو مطلب انگريزي سامراج ۽ هندو مستقل مفاد طرفان، سنڌ جي معاملن ۾ دست اندازيءَ جي مخالفت ۾ شروع ڪئي هئي.“

”1945ع ۾ مونکي ۽ منهنجي پارٽيءَ کي پتو پيو ته مسلم ليگ نظرئي ۽ ارادن مطابق، مسلم اقليت وارن صوبن جا مستقل مفاد، اسان تي هندن وانگر سندن تسلط ويهارڻ چاهين ٿا، ته اسان آزاد سنڌ ۽ آزاد پاڪستاني رياستن لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. چاڪاڻ ته اسان سنڌ ۾ هندو بالادستن کي بدلائي، ٻين مسلم بالادستن کي آڻڻ نٿي گهريو. اها تسلي بخش ڳالهه نه آهي، ته هندن جي غلاميءَ مان نڪري، ٻاهرين مسلمانن جي غلامي قبول ڪئي. **غلامي نيٺ غلامي آهي. جيستائين اها موجود آهي، ته اهو غلام جو فطري حق آهي، ته ان مان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ڪري.**“

”هن وقت سنڌين ۾ جا ناراضگي پيدا ٿيل آهي، ان تي ٿڌي دل سان غور ڪري ڏسڻ گهرجي. اهو صحيح نه ٿيندو ته سنڌين تي صوبائي عصبيت جو بهتان مڙهي، سندن بيچينيءَ جا بنيادي ڪارڻ نه ڳوليا وڃن. اهڙن طريقن استعمال ڪرڻ سان هن نئين حڪومت کي، سندس ابتدائي دور ۾ فائدو پهچڻ وارو نه آهي.“

”هن ملڪ ۾ مختلف زبانن ۽ رسم رواجن جا ماڻهو رهن ٿا. تنهنڪر بهتر اهو آهي ته ماڻهن جي قوت، باهمي تصادم جي عيوض، حقيقتن کي ايمانداريءَ سان تسليم ڪرڻ طرف صرف ڪجي. **شتر مرغ وانگر، قوميتن جي وجود ۾ انهن جي مختلف مسئلن کان ڪنڌ لڪائڻ نيڪ نه ٿيندو.**“

اها عوامي جماعت، جناح صاحب جي زندگيءَ ۾ ناهي ويئي هئي. جمهوري طرز حڪومت ۾ جماعت سازيءَ ۽ جدا پارٽيءَ جي اصولن جي پرچار جي اجازت رهي ٿي. ليڪن افسوس ان ڳالهه تي آهي، ته پاڪستان جي قيام بعد، خود ان جي بانيءَ جناح صاحب باوجود جمهوري دعويٰ جي، انهن اصولن تي عمل نه ڪري، هيٺيان غير جمهوري قدم کڻي جمهوريت جي مٽي پليت ڪئي:

(1) هن حڪومت جا مکيه ڪاتا ۽ اختيار مرڪز جي هٿ ۾ ڏنا ۽ انهن جي واڳ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي نمائندن جي حوالي ڪئي.

(2) جناح صاحب، نيم ڊڪٽيٽر ٿي، ملڪ جو ڪاروبار هلائڻ لڳو. ايتري قدر جو هو هڪ ئي وقت ملڪ جو گورنر جنرل، آئين ساز اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ مسلم ليگ جو صدر رهي، ڪم هلائڻ لڳو.

(3) هن سنڌس دور حڪومت ۾، ٻاهران هندستان مان ڪثير تعداد ۾ مهاجر گهرائي، انهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز ڪرڻ شروع ڪيو.

(4) هن پارت مان ڪثير تعداد مسلم آفيسر گهرائي، حڪومت جون واڳون سندن حوالي ڪري، انهن جي ذريعي نئين حڪومت تي عام طرح ۽ سنڌ تي خاص طرح مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي مسلط ڪرڻ جي شروعات ڪئي.

(5) هن پاڪستان ۾ شامل ٿيل ملڪن جي قديم زبانن کي ريٿي، هندستان جي مهاجرن جي اردو زبان کي قومي زبان بنايو. جنهن ڪري سنڌين ۾ ناراضگي پيدا ٿي ۽ بينگال ۾ لساني فساد ٿيا.

(6) هن پارت ڪان ڪارخانيدار ۽ بئنڪر گهرائي، انهن کي سرڪاري سرپرستيءَ هيٺ، نئين ملڪ جي اقتصادي ڪاروبار جي واڳ سپرد ڪئي.

(7) هن سنڌ جي مکيه شهر ڪراچيءَ کي، جنهن کي ڪروڙن روپين جي لاڳت سان سنڌين تعمير ڪيو هو، سنڌ سرڪار کان زوريءَ کسي، مرڪزي سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ ۽ مهاجرن جو ڳڙهه بنايو.

(8) هن صوبن ۾ چونڊيل نمائندن جي وزارتن کي ڪڍي، پنهنجين هٿ ٺوڪين وزارتن قائم ڪرڻ جي شروعات ڪئي. هن صوبي سرحد مان ڊاڪٽر خان صاحب جي اڪثريت واري وزارت کي ڪڍي، ان جي جاءِ تي قيوم خان کي نامزد ڪري، ظلم جي بازار گرم ڪري، پختون قوم پرستن کي ڏنڊي جي زورتي ختم ڪرڻ جي شروعات ڪئي. سنڌ ۾ هن محمد ايوب خان کهڙي کي باوجود ميمبرن جي اڪثريت جي پوئلڳيءَ جي ڊسمس ڪري، ان جي جاءِ تي پير الاهي بخش کي نامزد ڪري، ان کان سنڌ دشمنيءَ جا ڪيترا ڪڏا ڪم ڪرايا. بينگال مان حسين شهيد سهرورديءَ کي وزارت تان لاهي، ان جي جاءِ تي خواجه ناظم الدين کي نامزد ڪري قوم پرست گروهه کي ڪمزور ڪيائين.

(9) نئين ناهيل قوم پرست مخالف جماعت، پيپلس آرگنائزيشن جي مکيه ڪارڪنن کي، بنا ڪيس هلائڻ جي، سيڪيورٽي ۽ سيفٽي آف پاڪستان جي نالي ۾ جيل موڪليو ويو، يا نظربند ڪيو ويو. سرحد مان خان عبدالغفار خان، امير محمد خان، قاضي عطاءُالله وغيره کي بند ڪيو ويو. بلوچستان مان عبدالصمد خان اچڪزئي، شهزاده عبدالڪريم، محمد حسين عنقا وغيره کي جيلن ۾ موڪليو ويو. سنڌ مان مونکي نظربند ڪري، نئين جماعت کي وڌڻ ۽ ويجهڻ کان روڪيو. بنگال مان سهرورديءَ کي آئين ساز اسيمبليءَ مان خارج ڪرايو ويو، ۽ مولوي فضل الحق کي سياست مان ٻاهر ڪڍيو ويو.

(10) هن نئين ملڪ ۾ آئين پاس ڪرائڻ ۾ رنڊڪ وجهي، ڊڪٽيٽرانه طرز حڪومت هلائي.

جناح صاحب جي انتقال ڪانپوءِ حڪومت جي واڳ، سندس دست راست لياقت علي خان جي حوالي ٿي، جنهنجي وزارت عظميٰ جي پاليسيءَ ڪري، پاڪستان ۾ شامل ٿيل قوميتن کي هينيان نقصان پهتا. جيڪڏهن ٻين صوبن کي ڇڏي، صرف سنڌ جي گذريل ڇويهن سالن جي تاريخ تي نظر ڪبي ته انجي اڪثر مشڪلاتن جي شروعات لياقت علد خان جي پاليسيءَ ۽ ڪارنامن ڪان ٿي:

(1) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن ڀارت جي مسلمان اقليت وارن صوبن ڪان ڪثرت تعداد ماڻهن کي ترغيب ڏئي، سنڌ ۾ آڻي، سنڌ کي ڪالونائيز ڪرڻ جي شروعات ڪئي.

(2) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن سنڌي هندن خلاف، پنهنجي ماڻهن هٿان فساد ڪرائي، انهن کي ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو.

(3) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن سنڌ جي ماڻهن ۽ انهن جي ڪلچر کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ جو اظهار ڪيو، ايتري قدر جو سنڌي ڪيس پنهنجو بدترين دشمن سمجهڻ لڳا.

(4) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن جناح صاحب کي برغلائي ملڪ ڪان ٻاهر جي اردو زبان کي قومي زبان بنايو، ۽ پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ قومن جي هزارين ورهين جي قديم زبانن کي پس پشت اڇلارايو.

(5) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن صوبائي وزارتن کي ڪيدي انهن جي جاين تي ٻين کي نامزد ڪرڻ جي راهه هموار ڪئي.

(6) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر ۾ لالچ ۽ ڊپ ذريعي نفاق پيدا ڪرڻ جي ابتدا ڪئي.

(7) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن سنڌين جي زمين، دڪانن، ڪارخانن، بئنڪن، واپار ۽ جاين تي مهاجرن کي قابض ڪرايو.

(8) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ جدا جدا صوبن ۾ هڪ ٻئي جي خلاف مخالفت جو ٻج پوکيو.

(9) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن پاڪستان کي غير ملڪ جنگي عهدنامن ۾ ڦاسائي، ڀارت، روس ۽ افغانستان سان تعلقات ڪيا.

(10) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن اسلامي نظام جو نالو وٺي، ملڪ ۾ مينا بازارن جو بنياد وڌو.

(11) هيءَ اهو صاحب هو، جنهن پاڪستان جي سياست جو نشان مڪو نهرائي، جمهوريت جي عيوض فلسطائيت کي زور وٺرايو.

لياقت علي خان پاڪستان جي حڪومت تي ملٽري ۽ سول سروس جي آڏار تي اهڙو قبضو ڄمائيو هو، جو ٻيو چارو نه ڏسي، پنجاب جي مستقل مفاد ڪيس مهاجر مستقل مفاد جو واحد ۽ معتصب عملدار سمجهي قتل ڪري، منجهانئس سندن ۽ پاڪستان ۾ شامل جملي قومن جي جند آزاد ڪرائي.

بعد ۾پاڪستان وڏن صوبن جي وچ ۾ اقتدار لاءِ ڇتاپيتي شروع ٿي، جنهنڪري ڪيتريون وزارتون تبديل ٿيون. خواجه ناظم الدين، محمد علي بوگرا، محمد اسماعيل چندريگر، چوڌري محمد علي، حسين شهيد سهروردي، سر فيروز خان نون ۽ ٻيا ٿوري ٿوري عرصي لاءِ پاڪستان جا وزيراعظم نامزد ٿيندا آيا. ان لاءِ هيءَ ڳالهه ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي، ته انهن وزارتن مان ڪابه وزارت نين چونڊن يا اسيمبليءَ ۾ شڪست کائڻ ڪري، تبديل نه ٿي هئي. اهي سڀ تبديليون مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي ڪارڪنن ۽ سول ۽ ملٽري جنتا جي محلاتي سازشن ڪري وجود ۾ آيون هيون، اهو سلسلو هلندو ر هيو. نيٺ 8 آڪٽوبر 1958ع تي انهيءَ جنتا پردي مان نڪري نروار ٿي ملڪ مان مارشل لاء لاڳو ڪري ڇڏيائين سڪندر ميرزا کي صدر ڪري، حڪومت جون واڳون سپرد ڪيون پر سگهو ئي 20 ڏينهن کانپوءِ انکي صدارت تان لاهي، جنرل ايوب ان کي حڪومت جي واڳ حوالي ڪئي ويئي، جنهن ڏهن سالن تائين حڪومت هلائي. انجي دور حڪومت ۾ جيڪي وهيو واپريو، اهو بئي هنڌ ٻڌايو ويندو. سندس حڪومت جڏهن بدنام ٿيڻ لڳي، ته پاڻ بچائڻ خاطر هن عوام جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن کان هٽائڻ لاءِ ڪشمير جي سوال تي جنگ شروع ڪئي. ليڪن انجي ڪٽڻ جي اميد نه ڏسي، گهٽي نقصان کان بچڻ خاطر بيروني، مشوري تي، هن ڀارت سان تاشقند ۾ صلح ڪري ڇڏيو. ان تي ۽ ملڪ ۾ سندس ٻين ڪارنامن جي ڪري ناراضگي زور وٺي ويئي جنهنڪري هن مجبور ٿي، حڪومت جون واڳون سندس پوئلڳ، جنرل يحيٰ خان جي سپرد ڪري، جند آزاد ڪئي.

جهڙيءَ طرح ايوب خان ملٽريءَ ۽ سول سروس جو نامزد نمائندو هو، ساڳيءَ طرح يحيٰ خان به انهيءَ جنتا جو 'شو بواءِ' هو. اها جنتا انگريزي سامراج جي تربيت يافته، سامراجي بيورو ڪريٽڪ ذهنيت جي حامل هئي. انهن جي نگاهه جي پهچ سندن طبقي جي فائدي تائين محدود هئي. ملڪ ۽ قومن جي مفاد جي ڪين سُتي ئي ڪانه پيل هئي. هو ڪوتاه نظر هئا، تن مڪيه سوالن تي توجهه ڪرڻ جي عيوض، سياست ملڪ کي نئين ڦيري ڏيڻ لاءِ، هينين ڳالهين کي ڪافي ڄاڻي، انهن تي عمل ڪرائڻ لاءِ جنرل يحيٰ خان ڪان قدم ڪڻايا:

(1) ون يونٽ کي مخالفت جو ڪارڻ سمجهي، ان کي رد ڪرائي، مغربي پاڪستان ۾ اڳوڻا صوبا بحال ڪرايا ويا.

(2) ملڪ ۾ جمهوريت بحال ڪرائڻ لاءِ نئين سر چونڊن جو اعلان ڪرايو ويو.

(3) چونڊن وقت مختلف پارٽين کي پرچار ڪرڻ جي اجازت ڏني ويئي.

اهي لالچي ۽ خود پسند مستقل مفاد، جن اها پاليسي ناهي، جنرل يحيٰ خان کي عمل ڪرائڻ لاءِ ڏني هئي، تن کي خبر نه پئجي سگهي ته بنيادي مسئلن کي فيصل ڪرڻ ڪانسواءِ اهي عارضي ۽ جزوي ٽوٽڪا، ملڪ جي مکيه بيماري جو علاج ٿي، ان کي شفاياب ڪرائي نٿي سگهيا. هنن جنهن وقت پنهنجي 'شو بواءِ' کان مٿيان قدم کڻايا ٿي ته ان وقت سندن ذهن هينين ڳالهين ۾ غلطان هئڻ سبب، بنهه اوجهڙيل ۽ توائي هئا:

(1) هنن سمجهيو هو ته رڳو صوبن جي بحال ڪرڻ سان، مغربي پاڪستان جي ننڍين قومن جي مخالفت ختم ٿي ويندي ۽ انهن جا رهاڪو خوش ٿي ويهي رهندا.

(2) هنن سمجهيو هو ته چونڊن ۾ مغربي پاڪستان جي اڪثريت ۽ ڪجهه مغربي پاڪستان جا ميمبر، سندن همخيال چونڊجي ايندا ۽ پوءِ اچڻ بعد حڪومت تي وري به اڻ سڌيءَ طرح سندن ئي قبضو رهندو.

(3) هنن سمجهيو هو ته اڳي صرف مذهب جي نالي ۾ عوام کي برغلائي هٿ ۾ رکڻ جو حربو ڪمزور ٿي چڪو هو، تنهنڪري هن وقت مذهب کان علاوه اقتصادي مسئلن کي به پروپيگنڊا جو اوزار ڪري استعمال ڪرڻ سان، هو ماڻهن کي پنهنجي طرف ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. انهيءَ ڪري هنن هڪ طرف ڀُٽي صاحب جي معرفت پيپلس پارٽي وجود ۾ آڻائي، عام ماڻهن کي اقتصادي مسئلن جي بنياد تي اپيلون ڪرايون، ته ٻئي طرف ترقي پرست جماعتن کي ڪنو ڪري، قيوم خان ۽ نورالامين معرفت مذهبي نالن ۾ اپيلن کي زور وٺايو. هنن ائين سمجهيو هو ته اهڙيءَ طرح هو قوم پرستن جي طاقت کي شڪست ڏيئي سگهندا ۽ وري حڪومت مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي حوالي ۾ اچي ويندي.

پر ائين نه ٿيو- اهل بينگال تنگ ٿي، ڇهن نڪتن جي آڌار تي عوامي ليگ کي مڪمل اڪثريت ڏياري. مغربي پاڪستان ۾ بهرحال ون يونٽ جي دور ۾ ننڍين صوبن جي رهاڪن جي پست پئجي وڃڻ ڪري اهي پاڻ سنڀالي نه سگهيا ۽ خاص ڪري سنڌ جا ووٽر ڀٽي صاحب جي چڪر ۾ اچي ويا. اهل پنجاب ته پاڪستان ۾ سندن مستقل مفاد سامراجي قرلٽ ۾ پاڳي پائيوار هجڻ سبب، ان مهاجر پنجابي سامراج جي تيارڪيل سياسي حڪمت عمليءَ جا روح روان ٿي اڪين پوري مجڻ وارا هئا. فقط صوبي سرحد ۽ بلوچستان ۾ قوم پرست گروهه پنهنجا ڪجهه ميمبر چونڊائي سگهيا.

نتيجي ۾ مرڪزي اسيمبليءَ جي حالت اها ٿي، جو مغربي پاڪستان جي ميمبرن جي اڪثريت ڀُٽي صاحب جي پارٽيءَ کي حاصل ٿي ۽ اُيرندي پاڪستان جا ميمبر، سواءِ ٻن جي سڀ عوامي ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيا. جنهن صورت ۾ آئين ساز اسيمبليءَ جي ميمبرن جي مجموعي اڪثريت عوامي ليگ کي حاصل ٿي، تنهن ڪري جمهوري دستور مطابق حڪومت هنن جي حوالي ٿيڻ واري هئي، جا ڳالهه مهاجر پنجابي مستقل مفاد ۽ انهيءَ جي نمائنده سول سروس ۽ ملٽري جنتا جي مفاد خلاف هئي. تن مسٽر ڀُٽي کان، جو سنڌن سياسي 'شو بواءِ' هو، جمهوري دستور خلاف اعلان ڪرايو. جيڪڏهن وزارت ۾ ڪيس پائيوار نه ڪيو ويندو ته هو بغاوت ڪندو. ان تي يحيٰ خان آئين ساز اسيمبليءَ جو سڏايل اجلاس مڪمل ڪري، بنگلاديش ۾ لشڪر موڪلڻ شروع ڪيو ۽ ٻي طرف عوامي ليگ جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان کي وزيراعظم ڪوني، ملٽري بلڊاپ ٿيڻ تائين، ڳالهين ۾ مشغول رکيو. جڏهن جنرل يحيٰ خان کي يقين ڏياريو ويو ته بنگال ۾ پوري ملٽري تيار ٿي ويئي هئي، تڏهن هن عوامي ليگ کي وزارت ڏيڻ کان انڪار ڪري، ملڪ سان مارشل لا لڳائي، بنگلاديش ۾ قتل عام شروع ڪرايو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته بنگالين لڙي پاڪستان جي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي طوق غلاميءَ مان آزادي حاصل ڪئي ۽ هيڏانهن مغربي پاڪستان ۾ ان مستقل مفاد، يحيٰ خان کي لاهي، ان جي جاءِ تي ڀُٽي کي رهيل پاڪستان جي حڪومت سپرد ڪئي.

آئون اول ۾ چئي آيو آهيان، ته پاڪستان جي قيام کان وٺي حڪومت جي واڳ، مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي هٿ ۾ رهي هئي. هو ئي هئا، جن هڪڙين وزارتن کي ڪيڏي، ٻيون آنديون ٿي، انهي سموري عرصي ۾ اهو ذڪر ڪري مفاد پاڪستاني حڪومتن جي پاليسي، پنهنجي طبقاتي فائدي جي بنياد تي هلائيندي، ان کان هينيان ڪم وٺندو رهندو ٿي.

(1) پاڪستان جي حڪومتي نظام ۾ شامل ٿيل جدا ملڪن ۽ قومن جي وجود کان انڪار ڪري، سندن پنهنجي ايجاد ڪيل نظرئي پاڪستان هيٺ، واحد قوم ۽ هڪ ملڪ جي نالي ۾ مرڪزي حڪومت کي جملي اختيار سپرد ڪري، ڪاروبار هلايو ٿي ويو ۽ ان تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي نمائنده ملٽري ۽ سول سروس جو تسلط قائم رکيو ٿي.

(2) پاڪستان ۾ شامل ٿيل جدا ملڪن ۽ قومن جي زبانن کي منظم سازش ذريعي ڪمزور ڪري، مٿن مهاجرن جي اردو زبان کي مڙهي، مڪاني ڪلچرن کي نقصان رسايو ٿي ويو.

(3) پاڪستان ۾ شامل رياستن کي بيوس بنائي، مرڪزي حڪومت ذريعي ملڪ جي نوڪرين، واپار، ڪارخانن، زرعي زمين، درسگاهن، بئنڪن وغيره تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي مسلط ڪيو تي ويو.

(4) مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سامراج کي قائم رکڻ خاطر عوام کي يارت، افغانستان ۽ روس دشمنيءَ جو ڊپ ڏيئي، ملڪ کي امريڪا ۽ ان جي حوارين جي جنگي عهدنامن ۾ ڦاسائي رکيو تي ويو.

(5) پاڪستان جي آئين ۾ قانونن کي اسلامي بنائڻ جو عوام کي ڏوڪو ڏئي، هڪ طرف آئين ناهڻ ۾ رڪاوٽ وڌي پئي ويئي. ٻي طرف ماڻهن جو توجهه حقيقي مسئلن کان هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي تي ويئي.

(6) سرحد علائقي ۾ قوم پرست وزارت کي طاقت مان ڪڍي اتي جي قوم پرست ليڊرن، خان عبدالغفار ان ۽ سندس ساٿين کي جيل ۾ موڪلي، ظلم ڪري، سندن هم قوم افغانستان جي رهاڪن کي سندن همدرديءَ ۾ پختونستان جي تحريڪ هلائڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

(7) بلوچستان ۾ قوم پرست بلوچن کي جيلن ۾ وجهي، انهن تي ٻاهريان عملدار مقرر ڪري، سندن حقن کي ريتي، جمهوريت کان محروم ڪري، آزاد بلوچستان جي تحريڪ هلائڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

(8) سنڌ جي اندروني خود اختياري ختم ڪري، سنڌين جا حق غصب ڪري، ڪين پاڻ ۾ وڙهائي، ٻاهرين کي ان ۾ ڪالونائيز ڪري، سندن سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهي، ان کي ڪالوني ڪري هلائڻ شروع ڪيو ويو.

(9) اهل بينگال جي رهاڪن کي سندن جمهوري اڪثريت واري حق کان محروم ڪري، مٿن مغربي پاڪستان جا عملدار مسلط ڪري، سندن حقيقي نمائندن جي وزارتن کي ڪڍي، انهن جي جاءِ تي هٿ ٺوڪين وزارتن کي نامزد ڪري، سندن ملڪ جي پيداوار کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي فائدي لاءِ ڪتب آندو تي ويو ۽ اهڙيءَ طرح هنن کي تنگ ڪري جدا ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

(10) مغربي پاڪستان سان لاڳو ٿن ننڍين صوبن کي آخرڪار زوريءَ ختم ڪري، ون يونٽ ۾ داخل ڪرڻ بعد، انهن صوبن جي اندروني آزاديءَ تي پاٽي ڦيري، انهن جي استحصال لاءِ رستو هموار ڪيو.

اسان کي مغربي پاڪستان جي قيام وقت جناح صاحب جي ابتدائي تقرير مان جي اميدون پيدا ٿيون هيون، سي مٿي ذڪر ڪيل احوال مان معلوم ٿيندو تہ ڪهڙيءَ طرح برثواب تي نہ سگهيون. ان کان پوءِ اڪثر وزارتن لياقت علي خان جي پاليسيءَ تي پئي عمل ڪيو. هاڻي جڏهن مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو

پاڪستان جو صدر نامزد ٿيو تہ اسان کي اميد پيدا ٿي تہ ممڪن آهي تہ هيءَ مظلوم قوم جو فرد هئڻ ڪري، ساري مسئلي تي ازسرنو غور ڪري، حالتن کي درست ڪري. انهيءَ اميد جي آڌار تي مون 17 جنوري 1972ع تي پنهنجي 69 هين سالگره جي موقعي تي، سن ۾ گڏ ٿيل ماڻهن اڳيان تقرير ذريعي کيس هينيان مشورا ڏنا:

”نئين صدر همت ڪان ڪم ورتي، هڪ طرف اسان کي آزاد ڪيو، ۽ ٻئي طرف 8 جنوري 1972ع تي شيخ مجيب الرحمان کي آزاد ڪري، ڍاڪا وڃڻ لاءِ اجازت ڏني، جتي هن 10 جنوريءَ تي وڃي حڪومت جون واڳون سنڀاليون“.

”نئين صدر حڪومت جون واڳون انوقت ورتيون آهن، جڏهن پاڪستان جي سامهون ڪيئي مسئلا ۽ مشڪلاتون درپيش آهن. مثال طور: جنگ ۾ شڪست اچڻ ڪري هڪ لک ڪن سپاهي نظربند آهن. ملڪ کي اربها روپين جو نقصان رسيو آهي. مغربي پاڪستان مان ڪجهہ حصا پارت جي هٿ هيٺ ويل آهن، فوجون سرحدن تي آهن. مارشل لا هٽائڻ ۽ صوبن ۾ حڪومتن بحال ڪرڻ جو مطالبو تي رهيو آهي. آئين ناهڻ، بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ، پارت ۽ افغانستان سان تعلقات قائم ڪرڻ ۽ عوام جي غربت دور ڪرڻ جا مسئلا پڻ حل طلب آهن.

”ملڪ جي آئنده سلامتيءَ، ترقيءَ ۽ تعمير جو مدار، انهن سوالن جي خاطر خواهہ نموني حل ڪرڻ تي آهي“. جيتري قدر مون ان مسئلي تي غور ڪيو آهي، آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ پاڪستان جي انتشار، افراتفريءَ ۽ موجوده پست حاليءَ جا هينيان ڪارڻ آهن:

1) مسلمانن جي جداگانہ قوم جو تصور
2) مذهبي نظام حڪومت جو تخيل.
3) سياست جو فسطائي نظريو.
4) چند مستقل مفاد طرفان ملڪ جو استحصال.
5) پر وارن ملڪن سان دشمني.

اچو تہ متي ذڪر ڪيل مسئلن جي مختلف پهلوئن تي نظر ڪريون:

## (1) مسلمانن جي جداگانه قوم جو تصور

”دنيا ۾ ڪٿي به مذهبي بنياد تي قوم جو وجود تسليم ٿيل نظر نه ايندو. هندوستان ۾ڪن عارضي اختلافن جي پيدا ٿيڻ جو سبب مسلم اقليتي صوبن ۾ پنجاب جي مستقل مفادي مسلمانن اهو نظريو ايجاد ڪري، سامراجي خيال جي انگريز آفيسرن جي معرفت ملڪ جي ورهاست ڪرائي. پاڪستان جي باني ۽ ان نظرئي کي دائمي طور ڪتب آڻڻ کي نقصانڪار ڄاڻي، 11 آگسٽ 1947ع تي آئين ساز اسيمبلي ۽ جي پهرين نشست ۾ انکي رد ڪري ڇڏيو. ليڪن هو گهڻو وقت زنده نه رهيو. بعد ۾ مٿي ذڪر ڪيل گروهه سندن اقتدار ۽ استحصال قائم رکڻ خاطر ان کي ڪتب آڻيندو رهيو آهي. ان نظرئي ۾ اعتماد رکڻ ڪري، ملڪ کي هينين مشڪلاتن ۾مبتلا ٿيڻو پيو آهي“.

(الف) بينگال، سنڌ، بلوچستان ۽ پختون ايراضيءَ جي هزارها سالن جي قديم قومن جي وجود کان انڪار ڪرڻو پوي ٿو.

(ب) جنهنڪري اتي جي قومن جي زبان، ڪلچر، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ۽ وطن کي نقصان پهچي ٿو.

(ت) مستقل مفاد ان نظرئي جي آڙ وٺي، مذهبي نظام حڪومت، پارٽ دشمنيءَ ۽ خاص لائقن جي حڪومت جا نعرا لڳائي، عوام جو توجهه حقيقي مسئلن کان هٽائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

(ث) سياست ملڪ کي نفرت جي بنياد تي هلايو وڃي ٿو.

”نئين صدر صاحب اعلان ڪيو آهي ته ملڪ جون حالتون نهايت ڳنڀير آهن، تنهنڪري هو ملڪ جي پاليسيءَ تي ازسرنو غور ڪندو. انڪري هرهڪ شهريءَ جو فرض آهي ته ڪيس اهڙي نئين پاليسي مرتب ڪرڻ لاءِ مشورو پيش ڪري.“ انهيءَ نقطه نگاهه کان آئون به ڪي تجويزون پيش ڪريان ٿو، جن سندس ۽ عوام جي ويچار هيٺ اچڻ گهرجي.

”وقت آيو آهي ته گذريل 24 سالن جي تجربي مان فائدو وٺي، اسان کي بنيادي تبديليون آڻيون. انهن سان سڀ کان وڏي تبديلي مسلمانن جي جداگانه قو جي نظرئي کي خيرآباد چئي، پاڪستان کي پنجن قومن جي وطن تسليم ڪرڻو آهي“. جنهن صورت ۾ هر قوم کي خوداراديءَ جو حق رهي ٿو، ته سندن اهڙيءَ تقاضا کي صحيح سمجهي، بنگلا ديش کي تسليم ڪرڻ گهرجي. مغربي پاڪستان جي باقي چئن قومن جي رياستن کي اندروني طور مڪمل خودمختياري ڏئي، سندن باهمي سمجهوتي سان هڪ فيڊريشن ناهجي. جنهن ۾ مرڪزي حڪومت کي صرف ٿي ڪاتا سپرد ڪجن. دفاع، خارجيه معاملات ۽

ڪرنسي. باقي سڀ کاتا علائقائي رياستن جي حوالي رهڻ ڏجن. ٻيءَ صورت ۾ پاڪستان جي اندروني انتشار جو ختم ٿيڻ ۽ ملڪ جو مستحڪم ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي.

## (2) مذهبي نظام حڪومت

”هيءَ ڳالهه به خاص ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي ته دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ مذهبي نظام حڪومت مروج نه آهي. دنيا جي جديد حالات مطابق ان جي مستقبل ۾ ڪٿي به رائج ٿيڻ جو امڪان نه آهي“.

مٿي ذڪرڪيل نظرئي ۾ اعتماد رکڻ سبب، پاڪستان جي جملي حڪومتن لفظي طرح ان نظرئي موجب نظام ناهڻ جا واعدا پئي ڪيا آهن. جنهن صورت ۾ اهڙو نظام قائم ٿيڻ ناممڪن آهي. انڪري ان تي عمل ٿي نه سگهيو آهي. نتيجو اهو پئي نڪتو آهي ته حڪومتن جي قول ۽ فعل ۾ تفاوت پئي رهيا آهن. جنهنڪري رجعت پسند گروهن طرفان حڪومتن خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۾ سندس پنهنجي قوت ڪي زور وٺائڻ لاءِ وڏن اسباب وجود پئي رهيا آهن.

چوڌاري نظر ڪري ڏسجي تو ته دنيا جي اڪثر حڪومتن جو آئين ۽ نظام سيڪيولر طريقي جو آهي. تنهنڪري هن ملڪ ۾ جداگانه آئين ۽ نظام قائم ڪرڻ، تقريبن ناممڪن نظر پيو اچي. انڪري بهتر اهي ته صاف ظاهر ڪجي ته اهڙو آئيني نظام قائم ڪري سگهبو. جيڪڏهن هن وقت صاف گوئيءَ کان ڪم نه ورتو ته ترقي پسند گروهن کي آئيندي هلي، رجعت پسند طاقتن کي منهن ڏيڻ مشڪل ٿي پوندو انڪري نئين صدر صاحب کي عرض ٿو ڪجي ته ان بابت صاف ذهن کان ڪم وٺي، سيڪيولر نظام حڪومت واري پاليسي مرتب ڪري، نه ته اهي قوتون سندس سوشلزم ۽ عوامي مفاد جي پروگرام ۾ چپي چپي تي مذهب جي نالي ۾ رنڊڪون وجهنديون رهنديون.

## (3) سياست جو فسطائي نظريو:

”بدقسمتيءَ سان پاڪستان ۾ ابتدا کان وٺي، مستقل مفاد جي تسلط هئڻ سبب، صحيح طور تي جمهوريت ۽ عوامي حڪومت قائم نه ٿي سگهي آهي. مستقل مفاد طرفان هڪ ٻئي پنيان حڪومتن کي بدلائڻ جو دستور هلندو رهيو آهي. ابتدا ۾ ته نالي خاطر ميمبرن جون اسيمبليون هونديون هيون. پر آهستي آهستي ڊڪٽيٽري راڄ قائم ٿيو، جنهن جو دؤر اڄ کان وڏيڪ عرصي تائين قائم رهيو. اهي ڊڪٽيٽر ڪڏهن ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي، ڪڏهن بنيادي

جمهوريت، تہ ڪڏهن مضبوط مرڪز جا نعرا لڳائي، پنهنجي تسلط کي قائم رکندا آيا آهن".

"هيءَ پهريون دفعو آهي تہ عوام طرفان چونڊيل ميمبرن کي اقتدار هٿ ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ممڪن آهي تہ اهي طاقتون، جن اڳي جمهوريت بحال ڪرڻ ۾ رنڊڪون وڌيون هيون، وري بہ هن موقعي کي ناڪامياب بنائڻ نہ ڏين".

اهو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن ان ۾ صوبائي حڪومتن کي مڪمل اختيار ڏئي، ڪاروبار هلائڻ ڏنو وڃي. تنهنڪري مرڪزي اسيمبلي سڏڻ ۾ دير ٿئي تہ برائي نہ آهي، پر صوبائي اسيمبليون ۽ وزارتون جلد ناهڻ ڏنيون وڃن. انهيءَ اصول کي مدنظر رکي سنڌ ۽ پنجاب ۾ حڪومت جون واڳون پيپس پارٽيءَ جي هٿ هئڻ گهرجي ۽ سرحد ۽ بلوچستان ۾ حڪومت جون واڳون نعپ ۽ جميعت العلماءَ جي ڪوليشن پارٽي جي هٿ ۾ هئڻ گهرجن. صوبن جا گورنر، انهيءَ اصول پٽاندر حڪمران پارٽين جا هئڻ گهرجن، بيءَ صورت ۾ صوبائي خودمختياري بي معنیٰ ٿي پوندي.

"ملڪ جو آئين حال انڊين- پاڪستان انڊيپينڊنٽ ائڪٽ مطابق هلايو وڃي. آئيندي جو آئين 12 مهينن جي تجربي بعد رياستن جي رضامنديءَ سان، پارليامينٽري طرز جو ناهيو وڃي. جن جي ناهڻ لاءِ اڪثريت موجب فيصلا نہ ڪيا وڃن، بلڪ هرهڪ صوبي جي ان ۾ رضامندي حاصل ڪرڻ گهرجي. مرڪز کي صرف ٽي ڪاتا سپرد ڪيا وڃن. وقت آيو آهي تہ صدر صاحب ان طرف غور ڪري ترت فيصلا ڪري، نہ تہ ممڪن آهي رجعت پسند طبقا، وري انهيءَ موقعي کي بہ ناڪامياب نہ بنائين.

## (4) مستقل مفاد طرفان استحصال:

"تجربي ۽ تاريخي حقيقتن جي بنياد تي ڪيترا ماڻهو ان نتيجي تي پهتا آهن، تہ مسلم اقليت وارن صوبن ۽ پنجاب جي ڪامورن ۽ زميندار طبقي جي مسلم مستقل مفاد طرفان، مسلمانن جي جدا قوم جو نظريو ايجاد ٿي، ملڪ جو ورهاڱو ڪرايو ويو. ان جي پويان انهيءَ طبقي جي نئين ملڪ ۾ تسلط ۽ استحصال قائم ڪرڻ جو جذبو لڪل هو".

"گذريل 24 سالن جي عرصي جي تاريخ گواهي ڏئي ٿي تہ انهيءَ مفاد، نہ ملڪ جو آئين ناهڻ ڏنو، نہ عوامي حڪومتن کي وجود ۾ اچڻ ڏنو. هن وقت مس مس عوامي طرح چونڊيل صدر اقتدار کي ڪک ۾ ڪان هوندو. ممڪن آهي تہ هو سندس هٽائڻ لاءِ ڪي طريقا استعمال ڪن. ان ڪري اهو نهايت ضروري آهي تہ سندن استحصال کي ختم ڪرڻ کان اڳ، سندن وري اقتدار ۾

اچڻ جا رستا ۽ ذريعا ختم ڪيا وڃن. ڇاڪاڻ ته قومن جي تعمير ۽ ترقي، چند مهينن ۾ ڪانه ٿي سگهندي آهي. سوويت يونين ۽ چين جا مثال اسان جي سامهون آهن. جن کي نئين طرز تي تعمير ڪرڻ لاءِ سالن جا سال گذري ويا آهن، پر اڃا تائين سندن ڪم پايہ تڪميل تي ڪونه پهتا آهن. انهيءَ لاءِ دراز عرصي جي ضرورت آهي. تنهنڪري صدر صاحب کي اهي طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن، جي عوامي دور کي قائم رکڻ لاءِ ڪارائتا ٿين. جيڪڏهن چند سڌارا ڪيائين ۽ ان ڪانپوءِ ڪيس هٿائي ڇڏيو ويو، ته ساري محنت رائگان ويندي. تنهنڪري بنيادي طرح سان ڪيس اول ۾ اهي مسئلا حل ڪرڻ گهرجن، جن جي ڪري هنن جو حڪومت تي تسلط ۽ اثر هينيان آهن:

### (1) مرڪزي حڪومت جي مضبوطي:

”جنهن ڪري ملٽري ۽ سول سروس وارا، ساري نظام تي اثرانداز ٿين ٿا“.

### (2) مسلمانن جي جداگانہ قوم جو نظريو:

”جنهن ڪري مختلف علائقا ئي قوم جي حقن جي پائمالي ڪري، مستقل مفاد انهن جي استحصال جاري رکڻ لاءِ منصوبہ بندي ڪن ٿا“.

### (3) اسلامي نظام حڪومت:

”جنهن ڪري عوام جو توجهہ سندن روزمره جي مسئلن کان هٽائي، عقل جي عيوض جذباتي بنيادن تي رکي، مستقل مفاد جي استحصال جاري رکڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو وڃي“.

### (4) پروارن جي مخالفت:

”جنهن ڪري هنگامي حالتن جو اظهار ڪري، لشڪر وڌائڻ ۽ عوام جي آزادي سلب ڪرڻ جو جواز پيدا ڪيو وڃي ٿو“.

”ان ڪري صدر صاحب کي سندس پروگرام کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ پهرين مٿي ذڪر ڪيل چئني سوالن جو فيصلو ڪرڻو پوندو، ته جيئن ’نہ هجي بانس، نہ وڄي بانسري‘.“

### (5) پروارن ملڪن سان دشمني:

”پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي جملي حڪومتن جي پاليسي ڀارت ۽ افغانستان جي مخاصمت جي آڌار تي رٿيل رهي آهي. انهي پاليسيءَ سبب لشڪر وڌائڻ ضروري سمجهيو ويو. ان لاءِ ٻاهرين سامراجي طاقتن کان مدد حاصل ڪرڻ واسطي عهدناما ڪيا ويا. انهيءَ ڪري ٽي جنگيون لڙڻيون پيون. لشڪر وڌائڻ سبب ملٽريءَ کي ملڪي سياست ۾ دست اندازيءَ ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيو، ۽ ڊڪٽيٽري نظام قائم ٿيو. جيڪڏهن ان مسئلي جي تهہ ۾

وجبو تہ ملڪي سياست کي نفرت جي بنياد تي تصور ڪرڻ، ان جو مکيہ ڪارڻ معلوم ٿيندو“.

”پاڪستان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ، امن جي ضرورت آهي. اهو تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن ان جا تعلقات پر وارن ملڪن سان دوستاڻا هجن. مستقل مفاد ڪڏهن بہ نہ چاهيندا، تہ پاڪستان جي موجوده مخاصمت واري پاليسي ختم ڪئي وڃي. چاڪاڻ تہ ان ڪري هنگامي حالتن جي عذر تي هو پنهنجو اقتدار ۽ استحصال قائم رکي سگهن ٿا“.

”اهي چند سوال آهن، جن جو خاطرخواهہ حل پاڪستان کي موجوده ڳنڀير حالتن مان ڪڍي سگهي ٿو“.

سنڌ جي دانشور طبقي لاءِ پڻ مون چند تجويزون رٿيون آهن. جيڪڏهن هو ان تي عمل ڪندا تہ ملڪ جا گهڻا مسئلا حل ڪرڻ ۾ مدد ڏيئي سگهندا:

(1) ملڪ جي انتشار، افراتفريءَ ۽ موجوده پست حاليءَ جي متي ذڪر ڪيل، پنجن اصولن جي تشريح ڪري، ذهني تبديلي آڻڻ لاءِ مون کي خيال قلمبند ڪيا آهن. ڪين گهرجي تہ انهن کان هو واقفيت حاصل ڪن.

(2) صدر کي متي بيان ڪيل اصولن جي روشنيءَ ۾ چند معروضات پيش ڪري، انهيءَ بنياد تي هو عام راءِ پيدا ڪن.

(3) هو مخلص ڪارڪنن تي مشتمل ”خدام سنڌ“ (Servants of Sindh) جا جٿا تيار ڪن.

”منهنجي سمجهہ موجب نئين صدر جي هٿ هيٺ عوام کي آخري موقعو مليو آهي تہ ملڪي مسئلن کي حل ڪرائين، نہ تہ پاڪستان پرزا پرزا ٿي ويندو. جيئن تہ صدر جي چوطرف ڪيئي غلط ماڻهو قريا بيٺا آهن، ان ڪري مؤثر تجويزون ان تائين پهچائڻ لاءِ جامع ۽ زوردار عوامي آواز پيدا ڪرڻو پوندو“.

انهيءَ منهنجي تقرير ڪرڻ ڪانپوءِ، ساريءَ سنڌ بلڪ پاڪستان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد اخبارن هاءِ گهوڙا مچائي ڏني- چي:

(الف) جي. ايم. سيد نظرئي پاڪستان جي ظاهر ظهور مخالفت ڪري پاڪستان کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي.

(ب) جي. ايم. سيد هندو پارت سان ناهہ ڪرڻ لاءِ مشورو ڏئي، ان جي ايجنٽيءَ جو ڪم ڏنو آهي.

(ت) جي. ايم. سيد سيڪيولر نظام حڪومت قائم ڪرڻ جي تجويز پيش ڪري، اسلام دشمنيءَ جو ڪم ڪيو آهي.

(ث) جي. ايم. سيد مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو ذڪر ڪري، ملڪ ۾ نفرت ۽ نفاق پيدا ڪرڻ جو ٻج پوکيو آهي.

(ج) جي. ايم. سيد فسطائي نظام حڪومت جو نالو وٺي، مرڪز کي ڪمزور ڪري، رهيل پاڪستان کي وڌيڪ ڪمزور ڪرڻ لاءِ پرچار ڪيو آهي.

(ح) جي. ايم. سيد ڪارڪنن جا جٿا تيار ڪرائي، گوريلا جنگ ذريعي سنڌ کي آزاد ڪرائڻ گهري ٿو.

(خ) جي. ايم. سيد جي مجلس ۾ شاگردن طرفان تقريرون ٿيون، ته مهاجر ۽ پنجابي مستقل مفاد جو قتل عام ڪري، سنڌو درياهه رت سان ڀريو وڃي وغيره.

انهيءَ تي نئون صدر ڏجي ويو، ۽ پنهنجي سيڪريٽري (مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي رکوال) مسٽر جي. اي. رحيم ڪان ليٽر لکارائي موڪليائين. جنهن ۾ مونکان، مٿي ذڪر ڪيل الزامن جا جواب طلب ڪيا ويا. جنهن تي مون ڪيس جواب موڪليو ته:

(الف) نظرئي پاڪستان کي سنڌس بانيءَ جناح صاحب رد ڪري ويو هو.

(ب) ڀارت سان دوستانه تعلقات، پاڪستان جي بچاءَ لاءِ ضروري هئا.

(ت) سيڪيولر نظام حڪومت دور جديد جي تقاضائن جي مطابق آهي.

(ث) سنڌي مفاد جي حفاظت جي گفتگو ڪرڻ کي نفاق ۽ نفرت ڦهلائڻ سان تشبيهه ڏيڻ غلط آهي.

(ح) ڪارڪنن جا جٿا، گوريلا جنگ لاءِ تيار ڪرڻ مقصد نه هو، پر ماڻهن ۾ صحيح سياسي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ هئا.

(خ) شاگردن طرفان خون خرابيءَ جون تقريرون ڪونه ٿيون هيون.

ممڪن آهي، انهيءَ وقت مونکي نظربند ڪرايو وڃي ها، پر اجا سندس حڪومت طاقتور نه ٿي هئي. تنهنڪري منهنجو جواب اخبارن ۾ شايع ڪري، وڌيڪ منهنجي خلاف ڪوبه قدم نه کنيو ويو.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ مون کي اسلام آباد گهرائي، صوبي سرحد ۽ بلوچستان جي نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ميمبرن سان سمجهوتي ڪرائڻ ۾ مدد ڪرائڻ لاءِ چيو ويو. ان لاءِ مون حتي الامڪان مدد ڪري، ٻنهي ڌرين جي ناهه لاءِ ماحول- سازگار بنايو. انهيءَ جي نتيجي ۾ صوبي سرحد ۽ بلوچستان ۾ نعپ ۽ جميعت العلماءِ جن گڏيل وزارتون وجود ۾ آيون، ۽ نعپ جا گورنر مقرر ٿيا.

اها ڳالهه مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي ناپسند پيئي، تن ڀٽي صاحب تي زور وڌو ته ان عهدنامي کي ٽوڙيو وڃي، جيئن ته ڀٽو صاحب انهيءَ گروهه جو نمائندو ۽ پوئلڳ هو، تنهن ان صورتحال جي پيدا ڪرڻ لاءِ، حالتون پيدا ڪرڻ شروع ڪيون. سرحد مان ان ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ خان قيوم خان کي مرڪزي وزارت ۾ مقرر ڪيائين. جو سنڌس سان مرڪزي وزارت ۾ غوث

بخش رئيساڻيءَ کي مقرر ڪيائين، جنهن بلوچستان وزارت لاءِ مخالف گروپ پيدا ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. ٻئي پاسي هن کي سندس آقا مهاجر پنجابي سامراج طرفان، دماغ ۾ هيءَ ڳالهه ويهاري ويئي، ته هو اهڙو لائق هو، هو مغربي پاڪستان ۾ جدا جدا قومن کي اسٽيم رولر وانگر ختم ڪري هڪ قوم بنائي سگهندو. جو ڪم جناح صاحب نه ڪري سگهيو، سو هو ڪرڻ جو اهل هو. ازانسواءِ هن کي فسطائي ڪتاب پڙهڻ بعد دماغ ۾ هيءَ وهم ويهي رهيو ته ساري پاڪستان ۾ ٻين پارٽين کي ختم ڪري، پيپلس پارٽيءَ کي ملڪ جي واحد نمائنده جماعت بنائي، هٽلر وانگر هو ملڪ جو واحد ليڊر بنجي، ڊڪٽيترانہ طور حڪومت هلائي سگهيو ٿي.

انهن ڳالهين کي سامهون رکي ستين صدر صاحب مخالف پارٽين جي مکيه ليڊرن کي ڊيڄاري يا لالچ ڏيئي، پارٽين کي ڪمزور ڪرڻ شروع ڪيو. مسلم ليگ جي مکيه ليڊر ميان محمد ممتاز دولتانه کي هن انگلنڊ ۾ سفير ڪري، مسلم ليگ کي وڏو ڌڪ هنيو. ان کان پوءِ مسلم ليگ جي ٻئي گروهه جي مکيه ليڊر خان عبدالقيوم خان کي مرڪزي وزارت ۾ وزير مقرر ڪري، خريد ڪري ورتائين. اهڙيءَ طرح سان هن ملڪ جي وڏي جماعت مسلم ليگ کي بغير ڪنهن تڪليف جي ڪمزور ڪري ڇڏيو. ٻي پارٽي جماعت اسلامي هئي. ان جي هڪ سابق مکيه ڪارڪن ڪوثر نيازيءَ کي پاڻ وٽ وزير ڪري رکيائين. ليڪن ان جي ٻين ليڊرن مولوي مودودي ۽ ميان طفيل کي جڏهن لالچ ذريعي خريد ڪري نه سگهيو، ته هڪ طرف هنن کي هيسائڻ جا حربا استعمال ڪيائين، ۽ ٻي طرف سندن پاليسي جا مکيه اصول اپنائي، انهيءَ مطابق ڪم ڪرڻ لڳو.

پاڪستان ۾ مسلم ليگ ليڊرن جي اخلاق جو اندازو ان مان ڪري سگهجي ٿو، ته رڳو ٿورو اڳ ڀٽي صاحب، دولتانه کي برسر عام "ڪوئو" سڏي بي عزت ڪيو هو، ۽ خان عبدالقيوم خان کي "ڊبل بيرل خان" ۽ "اڳيان پنيان خان" سڏي بدنام ڪيو هو، پر شخصي لالچ خاطر هنن صاحبن، پارٽيءَ جي عزت کي درڪنار رکي، وجي ساڳئي ماڻهوءَ هٿان عهدا قبول ڪيا.

هاڻي ته صاف ظاهر ٿي ويو آهي، ته صوبي سرحد ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ڪوليشن وزارت ناهڻ جي اجازت ڏيڻ وقت، هن صدق دليءَ سان سمجهوتو نه ڪيو هو. سگهو ئي مرڪزي وزارت ۾ عام تسليم ڪيل اصول ۽ سمجهوتي خلاف، خان عبدالقيوم خان کي وزير ڪري، ان جي معرفت نئين صوبائي وزارت خلاف سازش رٿي، ميمبرن کي برغلائي، وزارت کي ڪمزور ڪرڻ شروع ڪيو ويو. ساڳي روش بلوچستان ۾ اختيار ڪئي ويئي، جو اتي غوث بخش رئيساڻيءَ کي مرڪز ۾ وزير مقرر ڪري، مرڪزي حڪومت جي

معرفت نئين وزارت خلاف مير غلام قادر خان جي ماڻهن کان بغاوت ڪرائي ويئي. انهيءَ بهاني تي صوبائي وزارت جي اجازت کان سواءِ اوڏانهن لشڪر موڪلي، صوبائي حڪومت کي بيڪار بنائي، پوءِ انهيءَ کي ڊسمس ڪري، پيو پنهنجو گورنر مقرر ڪري، اقليت واري پارٽيءَ کان وزارت لهرائي ويئي. اها وزارت جڏهن بجيٽ پاس ڪرائي نه سگهي، ته گورنر ان کي پنهنجي اختيار تي پاس ڪري، سندن مشڪلات کي دور ڪيو. اهڙيءَ حالت کي ڏسي، صوبي جي وزارت به استعيفا ڏني، جنهن تي هنن ٻنهي صوبن ۾ پنهنجين هٿ ٺوڪين وزارتن ذريعي ڪم هلائڻ شروع ڪيو.

هاڻي هن ملڪ ۾ سياسي مخالفت کي ختم ڪرڻ لاءِ هيٺيان طريقا اختيار ڪيا آهن:

مخالف پارٽين جي مکيه ڪارڪنن کي بنا ڪيس هلائڻ جي، پاڪستان جي بچاءَ واري ريگوليشن هيٺ جيلن ۾ موڪلڻ.

مخالفن کي مختلف طريقان سان ملائڻ.

جيلن ۾ مخالفن جي اخلاق سوز بي عزتي ڪرائڻ.

مخالفن جون غندن هٿان ميٽنگون ڦٽائڻ، جي ان ۾ ڪاميابي نه ٿئي ته 144 قلم لڳائي، ان تي بندش وجهڻ.

اخبارن ۽ رسالن تي بندش وجهڻ.

عدالتن کي هيسائي، قانوني چاره جوئيءَ کي بيڪار بنائڻ.

هتي سنڌ ۾ ڀٽي صاحب جي ماڻهن قوم پرست تحريڪ کي ڪمزور ڪرڻ جي ۽ پاڻ کي عوام ۾ سرخرو ڪرڻ لاءِ، سنڌي زبان کي قومي ۽ سرڪاري زبان بنائڻ جو راڳ ڳائڻ شروع ڪيو. پيپلس پارٽيءَ جي همدرد شاگردن کان بک هڙتالڪرائي، انهن سان واعدو ڪيو ويو، ته اهڙو بل سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪري، پاس ڪرايو ويندو.

جڏهن اها خبر مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي پئي، جن جو ڀٽو صاحب "شو بواءِ" آهي، انهن يڪدم آئين ۾ اردوءَ کي قومي زبان بنائي ڇڏيو. ان تي سنڌين ۾ ناراضگي پيدا ٿي، جنهن کي مٽائڻ لاءِ هنن سنڌي زبان کي، سنڌ ۾ واحد سرڪاري زبان بنائڻ جو بل، سنڌ اسيمبليءَ اڳيان پيش ڪري، پاس ڪرايو ويو. هن بل کي 62 ميمبرن جي حمايت ٿي. پر اهڙي بيڪار بل پاس ٿيڻ تي به مهاجر ناراض ٿي پيا ۽ ان کي بدلائڻ لاءِ ساريءَ سنڌ ۾ فساد برپا ڪيائون، جن ۾ سنڌين جي گهرن کي ساڙيائون، دڪان ڦريائون، سنڌين کي ماريائون، ڀٽي ۽ سندس وزيرن جا پتلا ساڙيائون ۽ ٻيون سندن شخصي بي عزتيون ڪيائون. پوءِ جڏهن انهن حرڪتن کي بند ڪرڻ لاءِ صوبائي حڪومت کي قدم کنيا، ته مهاجرن اهل پنجاب کي سندن مدد ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي، جن جي زور بار پوڻ

تي، پٽو صاحب ڏجي ويو ۽ بل جي منظوري ڏيڻ بند ڪري، مهاجر ليڊرن کي گهرائي انهن سان سمجهوتو ڪري سنڌن هيٺيان شرط قبولي، سنڌين سان دغا ڪئي:

(1) سنڌ کي ٻن زبانن جو صوبو بنايو ويندو، هڪ سنڌي ۽ ٻيو اردو زبان.

(2) سنڌ ۾ مکيہ عهدا مهاجر ۽ سنڌين ۾ مساوي طور ورهايا ويندا. انهيءَ کي مدنظر رکي، هن مير رسول بخش خان کي گورنري تان لاهي، بيگم لياقت علي خان کي گورنر مقرر ڪيو.

(3) اڳئين دستور کي مٽائي، سنڌ ۾ نوڪري ڪندڙ مهاجرن کي ٻارهن سال لاءِ سنڌي زبان سکڻ جو شرط لاٿو ويندو.

(4) مکيہ عهدن تي مساوي طور مهاجرن کي کنيو ويندو، ۽ وزارتن ۾ ٻہ مهاجرن کي نمائندگي ڏني ويندي. جنهن تي عمل ڪيو پيو وڃي.

(5) بهارين کي بينگال مان گهرائي، سنڌ ۾ آباد ڪيو ويندو پر ان ۾ سنڌين جي آباديءَ جي توازن کي نقصان پهچڻ جي پرواهہ نہ ڪئي ويندي.

(6) ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪري، ان ۾ مهاجرن کي جدا صوبو بنائي ڏنو ويندو.

(7) قوم پرست شاگردن کي جيل ۾ موڪلي، سنڌ يونيورسٽي مان قوم پرست استاد ۽ عملو ڪڍي، يونيورسٽيءَ ۾ مهاجرن جي پروپيگنڊا لاءِ ميدان هموار ڪيو ويندو.

(8) قوم پرست ڪارڪنن ۽ ليڊرن کي جيلن ۾ وجهي، انهن جي جلسن کي ممانعت هيٺ آڻي، رسالن ۽ ڪتابن تي بندش وڌي ويندي.

انهن سمورن شرطن جي پٽو صاحب، هاڻي وفاداريءَ سان پوئيواري ڪري رهيو آهي. هن جي ذهنيت آهي تہ ”ڪرسي مرابده ڪفش برسربزن“.

هي جو چوڻ ۾ اچي ٿو، تہ ايرنڊي بينگال وارن جاٽي واٽي پاڪستان کان علحدگي اختيار ڪئي آهي. ان تي نظر ڪري ڏسو تہ پتو پئجي ويندو تہ ڪيئن نہ هنن کي مجبور ڪري، جدا ڪرڻ لاءِ ميدان تيار ڪيو ويو. آئون مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ ان صوبي جي رهاڪن سان ڪهڙو برتاءُ ڪيو ويو هو. آخر ۾ سنڌن ليڊر شيخ مجيب الرحمان تي بغاوت ۽ منصوبي جو ڪيس هلائي، تنگ ڪيو ويو. انهي ڪري اليڪشن وقت تنگ ٿي، عوامي ليگ هيٺين ڇهن نڪتن تي اليڪشن لڙي:

(1) پاڪستان جو آئين وفاقي طرز جو هوندو.

(2) مرڪزي سرڪار کي صرف ٻہ کاتا، بچاءُ ۽ پرڏيهي معاملات سپرد ڪيا ويندا.

(3) سيني صوبن جون ڪرنسيون جدا هونديون، جي ڪرنسي هڪ ڪبي، ته به ناڻي جي ٻاهر نڪرڻ تي روڪ وجهڻ جو صوبن کي اختيار ڏنو ويندو.

(4) ٽيڪسن وجهڻ جا اختيار صوبن کي هوندا. پوءِ مرڪز کي اهي حصي موجب رقم ڏيندا.

(5) بيروني متاسنا ۽ واپار صوبن جي حوالي رهندو.

(6) صوبائي مليشيا رکڻ جو اختيار صوبن کي هوندو.

هنن ڇهن نڪتن جو وڌيڪ تفصيل، اڳتي قسطن ۾ ڏنو ويندو. اتي هيءَ چوڻ ڪافي آهي ته بينگال جا رهاڪو مصالحت جا ٻيا سڀ طريقا آزمائي چڪا هئا، ان ڪري هنن مٿي ذڪر ڪيل هن نڪتن کي سندن مفاد لاءِ لازمي سمجهي، عوامي ليگ جي سڏ تي لبيڪ چئي، ڪين ووٽ ڏيئي ڪامياب ڪيو. اهڙيءَ طرح 99 سيڪڙ سيٽون صوبي ۽ مرڪزي اسيمبليءَ جون عوامي ليگ کي مليون.

مغربي پاڪستان ۾ نيشنل عوامي پارٽي، قوم پرست جماعت جي هئي پر ان جي ڪارڪنن، ڪن سببن ڪري، ايرندي پاڪستان وارن ڇهن نڪتن کي نه قبوليو. اسان کي سنڌ ۾علحده متحده محاذ ناهي ڪم ڪرڻو پيو. اسان ڇهن نڪتن کي سنڌ لاءِ مفيد سمجهي ان بنياد تي ماڻهن کي اپيل ڪئي.

جنهن صورت ۾ سنڌ ۾ ملي، پير، زميندار ۽ ڪاموري جو اثر گهٽو هو، تن ۽ مهاجر پنجابي مستقل مفاد، ووٽرن کي متاثر ڪري قوم پرست محاذ کي شڪست ڏياري، ۽ سندن ايجنٽ پيپلس پارٽيءَ کي ڪامياب ڪرايو. انهيءَ پارٽيءَ جو سربراهه مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو هو. جيئن ته اها پارٽي ۽ ان جو ليڊر مهاجر پنجابي مستقل مفاد يا ايجنٽ هئا. تنهنڪري چونڊن جي نتيجي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ، هنن جمهوري اصولن جي خلاف ڀٽي کان اعلان ڪرايو ته ڪيس حڪومت ۾ شامل نه ڪيو ويو، ته هو بينگال جي عوامي ليگ کي حڪومت برپا ڪرڻ نه ڏيندو.

هن کان انهيءَ اعلان ڪرائڻ سان مهاجر پنجابي سامراجين جا هيٺيان مقصد هئا:

(1) حڪومت جي واڳ سندن هٿن مان نڪري، جمهوري طريقي سان عوام جي نمائندن جي هٿ ۾ نه اچي.

(2) ڪين پتو هو ته انهيءَ ڪري، نه فقط ممڪن، پر بنهه لازمي هو ته اهل بينگال ناراض ٿي بغاوت ڪندا. ان حالت ۾ هنن پڪو پهه ڪري ڇڏيو هو، ته هو ڪين دٻائي ماتحت رکڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ جي اهل بينگال ان هوندي به جدا ٿي ويا. ته مورڳو هنن کي هتي مغربي پاڪستان جي صوبن کي ڪالوني ڪري هلائڻ لاءِ ميدان صاف ٿي ملندو.

(3) سنڌن انهيءَ پاليسيءَ جي اختيار ڪرائڻ ۾ ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته آمريڪي چيني سياست ڪي به دخل هو.

پيپلس پارٽيءَ جي سربراهه مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي انهيءَ اعلان تي جنرل يحيٰ خان، جو پڻ انهيءَ مهاجر پنجابي سامراجي گروهه جو "شو بواءِ" هو، فورن آئين ساز اسيمبليءَ جي سڏايل اجلاس کي ملتوي ڪري ڇڏيو، ۽ آخر ۾ هنن سيني 17 جنوري 1971ع تي لاڙڪاڻي ۾ گڏ ٿي، مشورو ڪري فيصلو ڪيو، ته اقتدار جي واڳ ڪنهن به صورت ۾ عوامي ليگ جي اڪثريت جي حوالي نه ڪبي.

ان فيصلي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ، هنن فوجون اڀرندي بنگال طرف موڪلڻ شروع ڪيون. امريڪا کان ڪثير تعداد ۾ جنگي اسلح گهرائڻ لاءِ آرڊر موڪليا ويا. ليڪن باوجود ان جي شيخ مجيب الرحمان کي ڊوڪي ۾ رکڻ لاءِ ڪيس مستقبل جو وزيراعظم سڏيندا رهيا. نيٺ جڏهن ڏٺائون ته اڀرندي پاڪستان ۾ سندن فوجي تياري مڪمل ٿي ويئي هئي، تڏهن يڪدم ملڪ سان مارشل لا لاڳو ڪري، اڪثريتي پارٽيءَ جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان کي جيل ۾وجهي، عوامي ليگ کي غير قانوني جماعت قرار ڏيئي، هنن بنگالين جو قتل عام شروع ڪرايو.

ان وقت جي اڀرندي بينگال جي گورنر ٽڪلا خان سان، اها ڳالهه منسوب ڪئي وڃي ٿي ته، "اسانکي اڀرندي بينگال جي زمين کپي ٿي، ماڻهن جي اسان کي ضرورت نه آهي." هن گويا بينگالين کي ختم ڪري، الهندي پاڪستان مان ماڻهو آڻائي، اڀرندي بينگال جي سرزمين کي ڪالونائيز ڪرڻ گهريو ٿي.

چيو وڃي ٿو ته انهيءَ "سول وار" جي دور ۾ اڀرندي بينگال مان هڪ ڪروڙ ماڻهن خوف مان ملڪ ڇڏي، وڃي الهندي بينگال ۾ پناهه ورتي هئي. ان قتل عام ۾ 30 لک بينگالين کي ماريو ويو ۽ ٻن لک عورتن جي عصمت دري ڪئي ويئي. اڀرندي بينگال ۾ اربن روپين جي ملڪيت تباهه ٿي.

ٻئي طرف الهندي پاڪستان ۾ باوجود مخالفت نه ڪرڻ جي، نعپ کي بي قانوني جماعت ٺهرائي، ان جي ڪارڪنن کي جيل ۾ موڪليو ويو. سنڌ ۾ اسان جي پارٽيءَ کي جيتوڻيڪ هو شڪست ڏئي چڪا هئا ۽ اسان جو هڪ ميمبر به اسيمبليءَ ۾ نه چونڊيو هو، ته به مونکي ۽ ٻين ڪيترن ڪارڪنن کي نظربند ڪيو ويو، يا جيل ۾ موڪليو ويو.

مهاجر پنجابي سامراجين جي سازشن ڪري نيٺ اهو ٿيو، جنهن جو ڊپ هو، يعني اُڀرندو بينگال پاڪستان کان جدا ٿي ويو. اهڙيءَ طرح الهندي پاڪستان ۾ ننڍين صوبن جي حقن حاصل ڪرڻ لاءِ آخري اميد، بينگال جي علحده ٿيڻ ڪري، ختم ٿي ويئي، سنڌ ۾ ته مهاجر پنجابي سامراج ايجنٽ پارٽيءَ جي

اڪثريت هئي، پر بلوچستان ۽ سرحد ۾ نين وزارتن کي ڪڍي، پنهنجي صاحب کهڙيءَ طرح پنهنجون هٿ ٺوڪيون وزارتون قائم ڪرايون هيون، ان جو ذڪر مٿي پيش ٿي چڪو آهي.

ان ڪانپوءِ بلوچن جي بي هٿيار ڳوٺن تي فوج کان ظلم ڪرائي،سنڌن ليڊرن کي جيل ۾ موڪليو ويو آهي ولي خان تي چار دفعا خوني حملا ڪرايا ويا آهن. سرحد جي قومي ڪارڪنن کي جيل ۾ وڌو ويو آهي. اهي اهڙا ڪم آهن، جن کان مجبور ٿي، هو پاڪستان کان علحده ٿي پنجنين آزاد حڪومتن مڪمل طور مهاجر پنجابي سامراج جي حڪم مطابق هلي رهي آهي. سنڌ ۾، باوجود حڪومت سنڌن هٿ ۾ هئڻ جي، هو پنهنجن آقائن جي اشاري تي، سنڌي قوم پرست ڪارڪنن کي جيلن ۾ رکيو ويٺا آهن. انهن جي رسالن ۽ ميٽنگن تي بندش پيل آهي. پيپلس پارٽيءَ جي حڪومت جا ليڊر دعوائ ڪن ٿا تہ هنن ملڪ ۾ نئين آئين پاس ڪري، جمهوري راڄ قائم ڪيو آهي، ۽ ملڪ ۾ سک ۽ سلامتي قائم ٿي ويئي آهي. اچو تہ سنڌن ان دعوائ تي نظر ڪري ڏسون، تہ سنڌن اها دعوائ ڪيتري قدر صحيح آهي.

(1) ان نئين آئين پاس ڪرڻ سان سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي هزارها ورهين جي قديم قومن کي، سنڌن علحده زبانن، ڪلچرن، تاريخي روايتن، وطنن ۽ پنهنجن خاص سياسي ۽ اقتصادي مفادن هوندي، پوريءَ طرح دبائي، گهٽي ۽ پوساٽي، هڪ خودساختہ نظرئي پاڪستان هيٺ، سنڌن جدا وجود کان انڪار ڪندي، پنجاب جي اڪثريت جي ماتحت اقليت بنايو ويو آهي.

(2) انهيءَ آئين جي وسيلي، سنڌ کي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ صرف 21 سيڪڙو نمائندگي ڏني ويئي آهي، حالانڪ سنڌ مان مرڪزي حڪومت کي 80 سيڪڙو ٽيڪس وصول ٿين ٿا.

(3) وصول ٿيندڙ ٽيڪسن جي اهڙيءَ طرح ورهاست ڪئي وڃي ٿي، جو سنڌ مان اٽڪل 350 ڪروڙ روپين جا ٽيڪس مرڪزي حڪومت جي حوالي ٿين ٿا، جن مان صرف 5 سيڪڙو رقم سنڌ تي خرچي وڃي ٿي.

(4) انهيءَ آئين جي آڌار تي، مهاجر پنجابي سامراج سنڌ جي زرعي زمين، ڪارخانن، واپار، بئنڪن ۽ نوڪرين تي غير سنڌين کي، پوريءَ طرح مسلط ڪري ڇڏڻ جي پروگرام تي عمل ڪري رهيو آهي.

(5) انهيءَ آئين جي آڌار تي، ٻين ملڪن يا صوبن جا رهاڪو جهڙو پنجابي، پٺاڻ، بهاري وغيره، سنڌ ۾ رهي، ان جي زمين، نوڪرين، واپار وغيره مان ساليا 5 ڪروڙ کان بہ مٿي روپيا ڪمائي، سنڌ کان ٻاهر ڪڍي، سنڌ جي ايڪاناميءَ کي ڪمزور ڪري رهيا آهن.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي هزارها ورهين جي تسليم ٿيل قومن کي، نظرئي پاڪستان، اسلامي آئين ۽ مضبوط مرڪز جي بهاني هيٺ ڪالونيون بنائي رکيو ويو آهي. سنڌن قومي ۽ جمهوري حقن لاءِ گفتگو ڪرڻ کي به ڏوهه شمار ڪيو ويو آهي.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، سنڌ مان اُپايل ۽ تيار ٿيل سامان کي ٻاهر موڪلڻ جو اختيار مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪيو ويو آهي. ان جي ذريعي ڪمايل مٽاسٽا جو ناڻو سمورو مرڪزي حڪومت جي حوالي رهڻ ڪري، ان کي اڪثريتي غير سنڌين جي مفاد لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، ٻاهرين ملڪن سان واپار جو اختصار مرڪزي حڪومت جي حوالي هئڻ ڪري، اهو اهڙيءَ طرح استعمال ڪيو وڃي ٿو، جو سنڌ جي ڪارخانن ۽ زرعي پيداوار وغيره مان غير سنڌين کي ئي فائدو پهچي ٿو. جنهنڪري سنڌ جي ايڪاناميءَ تي هاڃيڪار اثر پوڻ ڪري، سنڌي جيئن پوءِ تيئن غريب ٿيندا وڃن ٿا.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، بئنڪون، ريلوي، پوسٽ، ٽيليگراف، ڪاٽيون ۽ ٻيا اقتصادي ادارا مرڪزي حڪومت جي هٿن ۾ رهن ٿا، جن کي اهڙيءَ طرح هلايو وڃي ٿو، جو گهڻو ڪري اهي سڀ ادارا ۽ بئنڪون غير سنڌين جي حوالي ٿي ويو آهن، يا انهن تي غير سنڌين جو قبضو آهي. ملڪ جي ريلوي سروس ۾ سنڌي هڪ سيڪڙو به نه آهن. ساڳي حالت پوسٽ، ٽيليگراف ۽ ڪاٽين جي نوڪرين بابت اهي.اقتصادي ادارن ۾ هڪ سيڪڙو نوڪريون مس سنڌين کي نصيب ٿيل آهن.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، ريڊيو ۽ ٽيليويزن مرڪزي حڪومت جي قبضي ۾ آهن، جن کي پوريءَ طرح اردو ٻوليءَ جي فروغ ۽ يوپي ڪلچر جي واڌاري لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو. ٻئي پاسي انهن جي ذريعي منظم طريقي سان خودساخته نظرئي پاڪستان جي پروپيگنڊا ڪري، ۽ پڻ ٻيءَ طرح سنڌين، بلوچن ۽ پناڻن جي قومي وجودن ڪلچرن ۽ زبانن کي نقصان پهچايو وڃي ٿو.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، بچاءَ جو ڪاتو مرڪزي حڪومت جي حوالي هئڻ ڪري، ان تي اڪثريت واري صوبي پنجاب جو قبضو آهي ۽ اڳتي به ائين رهڻو آهي. جنهنڪري سدائين انکي مهاجرپنجابي سامراج جي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويو آهي ۽ پاڪستان جي حڪومتن کي تبديل ڪرڻ ۾ پڻ انهيءَ جي سڌي دست اندازي، بلڪ پوري دسترسي رهي آهي.

انهيءَ آئين جي آڌار تي، پرڏيهي معاملات جو ڪاتو سدائين مرڪزي حڪومت جي حوالي ۾ رهندو، جنهن تي قبضو مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو قائم آهي. اڳي تجربي مان ڏٺو ويو آهي ته هن سامراج جي سياسي ۽ فوجي

جنتا، ان کي اهڙيءَ طرح هلايو آهي، جو ان مان ملڪ کي هيٺيان نقصان پهتا آهن.

(الف) سامراجي طاقتن جي جن کي معاهدن ۾ ملڪ کي ڦاسايو ويو آهي.

(ب) پر وارن ملڪن سان مخاصعت پيدا ڪري، لشڪر وڌائي، ملڪي معيشت کي نقصان پهچايو ويو آهي.

(ت) ان ڪاتي تي جملي خرچ مان 80 سيڪڙو سنڌ جي ٽيڪسن مان ٿيڻ جي باوجود، ان ۾ پنجن هزارن پويان مس هڪ سنڌيءَ کي نوڪري مليل آهي.

(13) انهيءَ آئين جي آڌار تي، دائمي اڪثريت پنجابي ۽ مهاجرن جي هٿڻ ڪري، مرڪزي حڪومت تي سدائين قبضو مهاجر پنجابي سامراجين جو رهڻو آهي. هي ان ڪي سندن سامراجي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندا رهندا. هن وقت جيتوڻيڪ مرڪزي حڪومت جو وزيراعظم هڪ سنڌي آهي، پر ان جي حيثيت مٿي ذڪر ڪيل هڪ 'شو بواءِ' کان وڌيڪ نہ آهي.

(14) انهيءَ آئين جي آڌار تي، ملڪي سياست ۾ مذهب کي ملوث ڪري، ان کي حقيقتن ۽ عقل جي بنياد تي هلائڻ جي عيوض، جذباتي بنياد تي هلايو وجي ٿو. جنهن ڪري سنڌين،بلوچن ۽ پٺاڻن تي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبي لاءِ مهاجر پنجابي سامراج کي چوٽ ملي ٿو.

(15) انهيءَ آئين جي آڌار تي، آمريڪي سامراج ۽ ان جي ايجنٽ، بنگلاديش ۽ روس سان مخاصمت جي پاليسي اختيار ڪئي ويئي آهي.

(16) انهيءَ آئين جي آڌار تي، سنڌ ۾ ٻين صوبن مان يا ٻاهران ايندڙ ٻهارين جي اچڻ تي بندش نہ پوڻ يا پئجي نہ سگهڻ ڪري، سنڌ کي هيٺين نقصانن پهچڻ جو انديشو آهي:

(الف) ٻاهريان ماڻهو پئسو ڪمائي، ٻاهر موڪلي، سنڌي معيشيت کي نقصان پهچائيندا رهندا.

(ب) سنڌ جي اصل رهاڪن جي آباديءَ کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جي سازش کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ آساني رهندي.

(ت) ملڪ جي آباديءَ جي بار وڌڻ ڪري، ان جي پرڪئپيٽا يعني في آدم پيداور گهٽبي ۽ عوام جي غربت وڌندي.

(ث) سنڌ ۾ الڳ الڳ قسمن جي ماڻهن جي اچڻ ڪري، سندن قومي هڪجهڙائيءَ ۾ فرق پوندو ۽ قومي انتشار وڌڻ جا اسباب پيدا ٿيندا.

(ج) سنڌ جي سياسي غلاميءَ جا زنجير مضبوط ٿيندا.

(ح) سنڌ جهڙي صلح پسند ملڪ ۾ پٺا ۽ پنجابين جهڙن جهيڙاڪ ۽ ٻهارين جهڙن شرپسند ماڻهن جي اچڻ ڪري، فساد ۽ خانہ جنگيءَ لاءِ ميدان هموار ٿيندو.

(17) انهيءَ آئين جي آڌار تي سنڌين جي لاءِ مستقل اقليت ۾ رهڻ ڪري، جمهوري طريقي سان سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچر ترقيءَ جي حاصلات جون راهون بند ڪيون ويون آهن. تنهنڪري سنڌين کي انهن بنيادي انسان حقن جي حصول لاءِ جمهوريت ۽ امن پسنديءَ جي ذريعن جي استعمال جي عيوض، غيرجمهوري ۽ تشدد جي ذريعن کي اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو.

(18) انهيءَ آئين جي آڌار تي، سنڌي قوم کي دائمي ۽ مستقل پنجابي اڪثريت واريءَ قوم جي ماتحت رکي ان جو مٿس سامراجي تسلط قائم ڪيو ويو آهي، جنهن کي تشدد جي بنياد تي قائم رکيو پيو وڃي.

پٺو صاحب سنڌ جو رهاڪو هو، انڪري ڪيترن کي اميد هئي تہ هو شخصي اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ، سنڌ جي سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد وٽ نہ وڪڻندو. ليڪن تجربي اهو ثابت ڪيو آهي تہ هو پنهنجن آقائن کي رضامند ڪرڻ خاطر نہ صرف سنڌين جي حق تلفي ڪري رهيو آهي، پر پاڪستان جي پاڙ پٽڻ جون تياريون ڪري رهيو آهي. سندس هينيان قدم اهڙي گواهي ڏيئي رهيا آهن:

1) پاڪستان جي باني جناح صاحب جي پهرينءَ تقرير جي خلاف هن نظرئي پاڪستان سان حلف وفاداري کڻي، پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ قومن جي وجود کان انڪار ڪري،انهن کي بغاوت ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني آهي.
2) هڪ قوم ۽ ملڪ جي آڌار تي آئين پاس ڪرائي، سنڌ جي سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي راهہ ۾ رنڊڪ وجهي، ان کي مهاجر پنجابي سامراج جي ڪالوني بنائڻ جو گناهہ ڪيو آهي.
3) پاڪستان ۾ شامل ٿيل قومن ۽ ملڪن کان ٻاهر جي اردو زبان کي قومي زبان قرار ڏيڻ سان، مٿن مهاجر سامراجي تسلط کي مڙهيو آهي، ۽ سنڌ کي ٻن زبان جو ملڪ تسليم ڪري آخرڪار زبان جي بنياد تي سنڌ جي ورهاست لاءِ دروازو کوليو ويو آهي.
4) سنڌ جي سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ، ڪلچرل ترقيءَ ۽ ٻين حقن جي حفاظت لاءِ آواز اٿاريندڙ قوم پرستن کي، مهاجر پنجابي آقائن جي رضامنديءَ خاطر، جيل ۾ رکي ۽ سختيون ڏيئي، سندن آواز کي گهُٽڻ شروع ڪيو آهي.
5) هن پنهنجي طاقت کي برقرار رکڻ خاطر، ڪراچيءَ ۾ ٻهارين ۽ ٻين صوبن جي ماڻهن کي ڇوٽ اچڻ جي اجازت ڏيئي، سنڌ کي ورهائي مهاجر صوبي بنائڻ جو مهاجر سربراهن سان واعدو ڪري، ان جي قيام لاءِ عملي سهوليتون پيدا ڪيون آهن.

6) هن ڪراچي يونيورسٽيءَ کي مڪمل طور مهاجرن جي حوالي ڪري، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اختلاف پيدا ڪري، اتان قوم پرست عملي کي ڪڍائي، ٻنهي يونيورسٽين کي مهاجر پنجابي نظرئي پاڪستان جي تعليم جا اڏا ڪري ڪتب آڻڻ جي شروعات ڪئي آهي.
7) هن سنڌ جي ڪوٽڙي بيراج تي نڪتل زمين غير سنڌي آفيسرن ۾ زميندارن جي هٿ ۾ رهڻ تي چشم پوشي ڪئي آهي.
8) هن سنڌ جي گڊو بيراج تي نڪتل زمين، غير سنڌي آفيسرن ۽ آبادگارن جي هٿ ۾ اچڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو آهي.
9) هن سنڌ جي ريڊيو ۽ ٽيليويزن اسٽيشن تان 95 سيڪڙو وقت غير ملڪي اردو زبان کي ڏياري، سنڌي زبان ۽ ڪلچر کي وڏو نقصان رسايو آهي.
10) هن پاڪستان جي سياسي فسطائي طريقن سان هلائيندي، پنهنجيءَ پارٽيءَ کي زور وٺائڻ لاءِ مخالفن کي جيلن ۾ موڪلڻ، مارائڻ ۽ انهن جي اخبارن، رسالن، جلسن ۽ ميٽنگ تي بندش وجهي، سندن آواز گهٽڻ جا رستا اختيار ڪيل آهن.
11) هن جمهوري قدرن کي بالائي طاق رکي ننڍين قومن جي آواز کي ختم ڪرڻ، مخالف راءِ جي آزادانه پرچار، جماعت سازيءَ ۽ اخبارن جي آزاديءَ تي بندش ۽ مخالف ڪارڪنن ۽ ليڊرن کي بنا ڪيس هلائڻ جي پاڪستان جي بچاءَ واري ڪاري قانون هيٺ نظربند يا جيل ۾ رکڻ جا عوام دشمن رستا اختيار ڪيا آهن.
12) هن غير جمهوري طريقا اختيار ڪري، سرحد ۽ بلوچستان جي قانوني حڪومتن کي ڪڍي، انهن جي جاين تي پنهنجا هٿ ٺوڪيا وزير مقرر ڪيا آهن، ۽ اهڙيءَ طرح سان ٻنهي قومن جي جائز نمائندن کي حڪومت کان محروم ڪيو آهي.
13) هيءَ مهاجر پنجابي سامراج جي حڪم موجب قوم پرست ۽ سيڪيولر قسم جي تحريڪن کي دٻائڻ لاءِ، انهن جي اخبارن، رسالن ۽ ميٽنگن تي بندش وجهي يا غنڊن هٿان انهن جي ميٽنگن کي ٽٽائڻ جا طريقا استعمال ڪري ٿو.
14) هن قومي ڪارڪنن، ڪن وزيرن جي مخالفن ۽ پيپلس پارٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان انڪار ڪندڙن کي ڪوڙن ڪيسن ۽ ڊي پي آر هيٺ جيلن ۾ وڌو آهي ۽ ڪورٽن طرفان ضامن ڪڍڻ تي وري ٻيا ڪيس ڪرائي، پنهنجن سياسي مخالفن کي جيل جي دروازي تان واپس جيل ۾ موڪليو آهي.
15) هن قومي ڪارڪنن ۽ مخالفن کي گهرن ۽ جيلن مان پوليس هٿان گهرائي، مارائي گم ڪرائي ڇڏيو آهي.

16) هن شخصي يا سياسي مخالفن کي جيلن ۾ طرح طرح جا عذاب ڏياريا آهن. کن کي پيشاب پياريو ويو آهي، کن کي نپ ڏياريا ويا آهن، کن کي غير مهذب طريقي سان تنگ ڪرايو ويو آهي.

17) هي آمريڪن ۽ چيني حڪومتن جي اشاري تي پارت، روس ۽ افغانستان جي خلاف فوجي ڪاررواين ۽ سازشن ۾ شريڪ ٿيو آهي. اهي باهران مليل هٿيار ۽ پئسا قوم پرست طاقتن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ خرچ ڪري رهيو آهي.

18) انگريزي دور کان سنڌ ۾ دستور هو ته غير سنڌي ملازمن لاءِ 6 مهينن اندر سنڌي سکڻ لازمي هو. ليڪن هن صاحب مهاجرن جي رضامنديءَ خاطر، باوجود سندن سالها سال سنڌ ۾ رهڻ جي، کين سنڌي سکڻ لاءِ 12 سالن جي وڌيڪ مهلت ڏني آهي.

19) هن سندس پارٽيءَ کي زور وٺائڻ لاءِ سرڪاري عملدارن کي حڪم ڏنا آهن ته پيپلس پارٽيءَ جي سفارشن موجب ڪم ڪن ۽ مخالف پارٽين جي ڪارڪنن جا ڪم نه ڪن. اهڙين حالتن ڪري ملڪ ۾ چور بازاري، رشوت خوري، بدامني ۽ قربانوازي وڌي ويئي آهي.

مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن ۽ آئنده فصلن ۾ بيان ڪيل ڳالهين کي ويچار هيٺ آڻي، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن لاءِ ٻيو رستو ئي نه بچيو آهي ته جنهن پاڪستان جي قائم ڪرائڻ لاءِ هنن رضامندو ڏيکاريو هو يا جدوجهد ڪئي هئي، ان کي هو مهاجر پنجابي سامراج جو اڏو سمجهي، ان کي ڊاهي، پنهنجن ملڪن کي آزاد ڪرائين. آئيني طريقن سان اهڙي غلاميءَ کان ٻاهر نڪرڻ يا حق طلب ڪرڻ تي بندش پوڻ ڪري، هتي جي رهاڪن لاءِ ٻيو چارو ئي نه رهيوآهي، سواءِ ان جي ته قومي ٻڌي پيدا ڪري، غير آئيني طريقن سان پنهنجي رهائي حاصل ڪن.

# فصل پهريون

جڏهن سنڌ جا قومي ڪارڪن **سنڌو ديش** جو نالو وٺن ٿا، تہ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي گهرن ۾ هنگامو مچيو وڃي، نہ صرف اهي، پر انهن جا سنڌي ايجنٽ پڻ ۽ سندس پارٽيءَ وارا بہ ڪاوڙ ۾ باهہ ٿيو وڃن.

اول ۾ **جيئي سنڌ** جي نعري تان ڪاوڙيا هئا. وٽن ”جيئي ڀٽو“ جي نعري ڪانسواءِ ٻيو نعرو ممنوع هو. پر هاڻ هنن ”جيئي ڀٽي“ جي نعري سان گڏ ”جيئي پاڪستان“ بہ چوڻ شروع ڪيو آهي. انهيءَ مان سنڌي قوم پرست اها معنيٰ ڪڍن ٿا تہ ”پاڪستان“ معنيٰ مهاجر پنجابي سامراج جو اڏو، ۽ ”ڀٽو“ معنيٰ مهاجر پنجابي سامراج جو ”شو بواءِ“.

هي صاحب سنڌو ديش جي نالي تان چو ٿا آگ بگولا ٿين. ان جو مطلب پڌرو پيو آهي، تہ سنڌو ديش جي نالي مان بنگلاديش وانگر سنڌ جي مڪمل آزاديءَ جي بوءِ اچي ٿي. صحيح حقيقت بہ واقعي ائين آهي. سنڌ جو مخلص ڪارڪن، مهاجر پنجاب سامراج ۽ سندن سنڌي ايجنٽن جي ڪارنامن مان اهڙو تنگ اچي ويو آهي، جو هوهاڻ رد عمل ۾ اچي، هر اهڙي ڳالهہ مان خوشي محسوس ڪري ٿو، جنهن مان مهاجر پنجابي سامراجين ۽ سندن سنڌي ايجنٽ کي ناراضگي پيدا ٿئي ٿي.

ازانسواءِ، تجربي پرائڻ بعد دن بدن نظرياتي طور پختہ دماغ ٿيڻ ڪري، سنڌي قوم پرستن تان غلط نعرن ۽ نظرين جو جادو ٽٽندو وڃي ٿو. هنن ”قائداعظم زنده باد!“، ”قائد ملت لياقت علي خان زنده باد!“، ”قائد عوام زنده باد!“، ”جيئي ڀٽو!“ ۽ ”پاڪستان زنده باد!“ جا نعرا آزمائي ڏٺا آهن. هاڻي هنن کي معلوم ٿي چڪو آهي تہ انهن نعرن پويان شخص پرستي ۽ آمرانہ ذهنيت ڪم ڪري رهي آهي. اهي ٿيئي ماڻهو مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جا ’شو بواءِ‘ ۽ ايجنٽ هئا، سنڌ دشمن هئا.

پاڪستان سنڌين لاءِ گلن جي نہ پر ڪنڊن جي سيج ثابت ٿي آهي. ان ڪري هاڻ، نعرن تان ڪين نفرت اچي ٿي. جيڪو ماڻهو اهي الفاظ ڪتب آڻي ٿو تنهن کي سنڌ جو دشمن ۽ ڌارين جو غلام ڪري سمجهن ٿا.

اچو تہ انهيءَ تبديليءَ جا ڪارڻ معلوم ڪريون، ۽ سنڌو ديش ۽ پاڪستان جو مقابلو ڪري، انهن بابت حقيقتون بيان ڪريون:

جاگرافيائي طور جيڪڏهن نظر ڪري ڏسندا تہ ايشيا کنڊ ۽ برصغير هند ۾ زماني قديم کان ”سنڌو ديش“هڪ مستقبل جاگرافيائي خطي جي حيثيت رکي

ٿـو. انجـو وجـود قـدرت جـي پيـداور آهـي. مـٿس اهـو نـالو ”سـنڌو درياهـ“ تـان پيـل آهـي، جـو انجـي وچ مـان گـذري، بـدن جـي شـاهـ رڳ وانگـر ڪـم ڏئـي ٿـو. عربـي سـمنڊ انجـي پاسـباني ڪـري ٿـو. ڏکـڻ طـرف ڪـڇ جـو رڻ پـٽ، اپرنـدي طـرف راجسـتان جـون پٽـون،اتر طـرف بهـاولپور ۽ پنجـاب جـا ملـڪ ۽ الهنـدي طـرف بلوچستان جا جبل، ميدان ۽ پٽون طبعي ارتقا ڪري وجود ۾ آيل آهن.

تـاريخي طـور، ان جـي پـنجن هـزارن ورهـين کـان بـه مـٿي پراڻـيءَ تهـذيب، تمـدن، زبـان ۽ شـاندار ماضـيءَ جـا يادگـار ۽ دڙا، ان جـي هـن عظمـت جـي ثـابتي ڏيئـي رهيـا آهن.

سنڌ جي زمين زرخيز، ماڻهو ڪم آزار ۽ محبتي رهيا آهن. هتي جا رهاڪو، هتي جي زبان، هتي جو ڪلچر، قومي ڪردار، معدني ۽ زرعي پيداوار، سامونڊي واپار، هزارن ورهين جي ارتقا جي پيداوار آهن. هيءَ زمين پنهنجي وجود لاءِ **اقبال ۽ جناح** جي مرهون منت نه آهي.

هتـي جـو مـذهب ۽ تهـذيب مـاڻهن جـي ضـرورتن، زمـاني جـي حـالات ۽ قـانون ارتقا مطـابق هـر وقـت نـين نيـاپن ذريعـي مـالا مـال ٿينـدا آيـا آهـن. هتـي جـي رهـاڪن جـي ذهنـي سـاخت، رواداريءَ، مسـاوات، قـومي عصـبيت، (غيـرت) ۽ آزاديءَ جـي جـذبي جـي خميـر مـان نهيـل آهـي. هتـي جـا رهـاڪو ڪـنهن جـا غـلام ٿـي رهـڻ لاءِ تيـار نـه آهـن. پـوءِ اهـا غلامـي مـٿن مـذهب جـي نـالي ۾ مڙهـي وجـي يـا پاڪسـتان ۾ مسـلم قـوم جـي ڏوڪـي سـان مسـلط ڪـئي وجـي. '**سـنڌ**'، '**سـنڌوءَ**' جـو '**وطـن**' جـي هـم معنـيٰ آهـي. جيڪـڏهن ڪـن اکـين جـي انـڌن کـي انجـي معنـيٰ سـمجهه ۾ نـه ٿـي اچـي، تـه انهـن لاءِ صـرف هـي لفـظ ڪـافي ٿينـدا تـه، ”صـم بکـم عمـي فهـم لا يرجعون“ (قرآن)- ”اهي ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آهن، انهن کي سمجهه ۾ نه ايندي“.

سـنڌ هـزار ورهـين کـان قـديم سـڀيتا جـو مرڪـز رهـي آهـي. آمـري دڙو، مـوهن جـو دڙو ۽ ڪـوٽ ڏيجـيءَ جـا دڙا، انجـو ثبـوت ڏيـن ٿـا. ڪـئين نسـل ۽ ڪـئين عقيـدا، اتـي مليـا جليـا ۽ ڪـئي لاهـا چاڙهـا ڏنـائين. لـيڪن بـاوجود ان جـي، هزارهـا سالن کان هن جي جداگانه ۽ علحده هستي قائم رهندي آئي آهي.

دراوڙن، آريـن سـامين ۽ منگـول نسـلن جـي مـلاوت جـا هتـي آسـانيءَ سـان آثـار ملـي سـگهندا. انهـن کـان وڌيـڪ هتـي جـدا جـدا مـذهبن ۽ فلاسـافين جـي ميـلاپ جـا ثبـوت ملـي سـگهن ٿـا. ٻـڌ ڌرم جيتوڻيـڪ هندسـتان جـي وچ ۾ جـنم ورتـو، لـيڪن وڌيـو ۽ ويجهيـو هتـي. انجـي تعلـيم نـروان (نفـي) جـا اثـر اڄـا بـاقي هئـا، تـه اسـلام هتـي پيـر پـاتو. اسـلام صـرف ان ۾ اثبـات جـو اضـافو ڪيـو ويـدانت وحـدانيت هـن ئـي زمـين تـي، هـڪ ٻئـي سـان روشـناس ٿيـون. هتـي جـين ڌرم جـي يـوڳين جـي ڪـم آزاريءَ ۽ اهنسـا جـو مـاڻهن تـي اثـر هـڪ طـرف پيـو تـه هنـدو سنياس ۽ راڳ

ڪي مسلمان صوفين، ٻئي طرف تعليم ۾ داخل ڪيو. اهڙي اتحاد جو مثال دنيا جي ٻئي ڪنهن حصي ۾ ڇتو ملي سگهندو.

سنڌ تاريخ جي گهڻن دورن مان لنگهندي، ڪيترن ماڻهن جي تصادم جو ميدان رهي آهي. ڪي وقت اهڙا به آيا، جو ظاهري طرح سندس بخت جو ستارو هميشه لاءِ لٽل ڏسڻ ۾ پئي آيو. پر تاريخ شاهد آهي ته انهن سارين مشڪلاتن مان پار پئي، سنڌ هميشه پاڻ جهليندي، اسرندي ۽ اڳتي وڌندي رهي آهي. سنڌي پاڙيسري رهڻ جا ڪوڏيا آهن پر ڌارين جو جابراڻو ۽ آمراڻو تسلط گهڻي وقت تائين برداشت نه ڪري سگهيا آهن. ٻاهرين ڪان بهترين ڳالهين حاصل ڪرڻ ڪان ڪڏهن به گريز نه ڪيو اٿن.. پر علحده وجود ۽ هستيءَ ڪي ختم ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به تيار نه ٿيا آهن. قومي جذبو ۽ آزاديءَ جي خواهش، سنڌن روايات جو مکيه جزو پئي رهيا آهن.

سنڌ جا رهاڪو دنيا جي تسليم ڪيل اصول مطابق جداگانه قوم آهن. اهي اصول جدا وطن، جدا زبان، مخصوص ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ٺهرايا ويا آهن.

اچو ته غور ڪري، مٿي ذڪر ڪيل اصولن موجب سنڌين جي هن دعوىٰ ڪي پرکي ڏسون:

سنڌن **جدا وطن** جو مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان.

سنڌن **زبان سنڌي** آهي. جنهنجو پتو، سندس قديم موهن جي دڙي واريءَ سڀيتا جي زماني ڪان پئي سگهيو آهي، ته ان ڪان وٺي اها وجود ۾ آئي. حوادث زماني جي ڪري، انهيءَ زبان، ٻاهرئين اثر هيٺ ٻي ڪيترين زبانن جا لفظ پاڻ ۾ سمائي ڇڏيا هئا. اصل ۾ اها زبان، قديم انڊو آرين ٻوليءَ جي پراڪرت هئي، جنهن ۾ دراويدي، منگول، عربي، انگريزي ۽ فارسي زبان جا لفظ ملي ويا آهن، جن ان ڪي نهايت مالا مال ڪري ڇڏيو آهي، اها ٻولي ڪنهن لشڪري ملاوت ۽ عارضي لاڳاپن ڪري، نئين طور وجود ۾ نه آئي هئي، بلڪ ان جون پاڙون پاتال ۾آهن.

جڏهن به سنڌ سياسي آزادي وڃائي، ڌارين جي تسلط هيٺ آئي هئي ته ڌارين زور، لالچ ۽ غلط تعليم ذريعي انهي زبان ڪي ختم ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. عربن سنڌ ۾ سنڌيءَ جي عيوض سرڪاري زبان عربي ڪري، مذهب جي آڌار تي اها ٻولي مٿن مڙهڻ گهري، پر ٿوري وقت ڪانپوءِ سنڌين انهن جي سامراج ڪي اڇلائي ڇڏيو، ۽ سنڌن زبان جي چند لفظن ۽ رسم الخط ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به سنڌ ۾ نه رهيو، ۽ سنڌي زبان پنهنجي جاءِ تي اٽل رهي. ساڳي حالت مغلن جي دور حڪومت ۾ ٿي. انهن هتي پارسيءَ ڪي مسلط ڪيو، پر اها به چند لفظن ڇڏڻ ڪانسواءِ سنڌيءَ ڪي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب نه

تي. انگريزي دور حڪومت ۾ انگريزيءَ کي سرڪاري زبان طور ملڪ تي مڙهيو ويو، پر انجو بہ ساڳيو حشر ٿيو، جو سواءِ چند لفظن ونڻ جي سنڌي زبان پنهنجي هستي قائم رکي.

هن وقت مهاجر پنجابي سامراج طرفان سنڌين تي سنڌن اردو زبان طرح طرح جي طريقن سان زوريءَ مڙهي وڃي ٿي. پر يقين محڪم آهي، تہ باوجود پنهنجن جي غدارين جي، اسان جي زبان، انهيءَ چاڙهہ مان بہ چڙهي ويندي.

ڪلچر لاءِ ثقافت، تهذيب ۽ سڀيتا جا لفظ بہ استعمال ڪيا ويا آهن. ليڪن ڪلچر جامع لفظ آهي، جنهن مان ثقافت، تهذيب ۽ تمدن جو مطلب نڪري سگهي ٿو. ان جي وسعت ۾ انساني زندگيءَ جي اندروني خواه ظاهري آراستگي ۽ اصلاح اچي وڃن ٿا. اخلاق جي درستي، نفسي اصلاح، ذهني تربيت ان جي دائري ۾ هڪ طرف اچن ٿا، تہ ملڪ ۽ معاشري جي ترقي،سماجي دستور ٻئي طرف ٿين ٿا.

ڪلچر هڪ اڻ ڪُٿ اظهار خيال آهي، جذبي ۽ عمل جونالو آهي. جهڙيءَ طرح سج جي روشني جملي ذي حيات شين لاءِ ضروري آهي، اهڙيءَ طرح ڪلچر بہ قومن جي اندروني خواهہ ظاهري آراستگيءَ ۽ اصلاح لاءِ لازمي ٿئي ٿو.

جهڙيءَ طرح ساري انسان ذات جي بنيادي طرح هڪ جنس آهي، پر سجاڻپ ۽ نظام لاءِ قبيلن ۽ قومن ۾ ورهايل ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح آخري طور جملي انسان ذات جو ڪلچر بہ هڪ ئيٽو آهي. ليڪن هر ملڪ ۾ قوم وٽ هزارن ورهين جي تجربي، معلومات ۽ ماحول جي اثر، نسلي رجحانن ۽ باهمي ميلاپ بعد ڪلچر بہ سرجي، پرورش پائي، خاص صورت وٺي ٿو، جو قومن جو ورثو بنجي پوي ٿو. جنهن کي قيمتي ذخيرو سمجهي، هو محفوظ رکنديون آهن.

جهڙيءَ طرح سان جبلن ۽ مٿانهي زمينن تي هزارن ورهين جي برفن ۽ بارشن پوڻ ڪري، درخت جميو ٻيلا نهن ٿا، جن مان ڪڏهن پن ڪڏهن درخت ڪريو، سڙيو پاڻ ٿيو پون. پراڻين جاين تي نوان درخت جمن ٿا. بارش جو پاڻي درختن جي سيراب ڪرڻ کان پوءِ نالن ۽ ندين ذريعي مٿينءَ طرح نهيل پاڻ، جبلن ۽ زمينن جا ڪيمياوي جزا لوڙهيو، گهليو، هيٺانهين زمينن تي اچيو لٽ وجهي ٿو ۽ لائق آباد ۽ زرخيز زمين بنائي ٿو. جنهن ۾ طرح طرح جا فصل پيدا ٿي، ملڪ ۽ ان جي رهاڪن جي گذرمعاش ۽ ترقيءَ جو ڪارڻ بنجن ٿا. بلڪل اهڙيءَ طرح ساڳي حالت قومن جي نهڻ ۽ سنڌن ڪلچر پيدا ٿيڻ جي رهي ٿي مختلف ڪٽنب ۽ قبيلا هزارن ورهين کان گذرمعاش جي تنگيءَ ۽ پنيان طاقتور قبيلن جي کين وڌيڪ جاءِ والارڻ ۽ بيمارين، ڏڪار پوڻ ۽ سلامتيءَ ۽ ترقيءَ وغيره جي وجهن ڪري، تاريخ جي جدا دورن ۽ زمانن ۾،

ڏکيو، ڳھلجيو، حالتن جي تقاضا، حفاظت ۽ گذرمعاش جي سھوليت سبب، اچيو ڪن جاگرافيائي خطن ۾ زمينن ۾ اتان جي اصل رھاڪن سان گڏ ڪنا تي رھن ٿا. رڳو سنڌ جو مثال وٺندا، تہ اتي دراوڙ، آريا، سامي، منگول نسلن جا ماڻھو ۽ انھن جي ننڍين قبيلن جا ڪٽنب ۽ افراد، وڻ وڻ جي ڪاٺيءَ وانگر، اچي ھن ملڪ ۾ آباد ٿيا، جن ۾ سماٽ، راجپوت، لھاڻا، مھاڻا، پناڻ، بلوچ ۽ عرب قبيلن جا ماڻھو اچي ويا ٿي. انھن سڀني پاھران آيل ماڻھن ڪي سنڌن ٻوليون، رسمون رواج، لباس ۽ رھڻي ڪھڻيءَ جا طريقا، ادب، قديم روايات، لوڪ ڪھاڻيون، مذھب ۽ قومي ڪردار ھئا. جن سڀني گڏجي سنڌي قوم جي ساخت ۾ حصو ورتو ۽ ان ڪي مخصوص ڪلچر سان سينگاريو. صدين جي باھمي تعلقات، ملڪي ضرورتن، حالت جي تقاضائن، گذر معاش جي ذريعن، پاڻ ۾ سڱابندي ڪرڻ ۽ ملڪي آبھوا ۽ ماحول سبب سنڌن اختلاف گھٽبا ويا. اھي جدا ڪيمياوي جزا، ھڪ قومي قالب ۾ سميٽجي، ھڪ عام فھم ٻولي، لباس، قصا ڪھاڻيون (فوڪ لور)، خاص مذھبي عقيد، رسم رواج، سماجي دستور، ۽ قومي ڪردار اختيار ڪري ويا، جن زمانن گذرڻ سان سنڌي ڪلچر جي صورت ورتي. ان ساري سرگفشت ھزارھا ورھيہ ورتا. جنھن تي مختلف قومن جي رفايات، قبيلائي گروھہ جي رجحانن، زرعي پيداوار، گذر معاش جي وسيلن، ملڪي ماحول، واپار جي ذريعن ۽ مختلف مذھبي عقيدن جي ملاوت جا اثر وڌا. ان سڄي پڪل ۽ رچيل مواد مان سنڌين جو ڪلچر ٺھي، سنڌن ذھني، سماجي، نفسياتي ۽ قومي ڪردار جو حامل ٿيو.

دنيا ۾ اھڙا سوين خطا زمينن جا آھن، جن ۾ آباد ٿيل ماڻھن قومن جي صورت اختيار ڪري، ڪلچر بنايا ۽ ٻوليون ٺاھيون. جن ڪي اتي جا رھاڪو قومي ورثا سمجھي، انھن جي حفاظت ڪرڻ سنڌن قومي فرض سمجھن ٿا.

## تاريخي روايات ۽ قومي ڪردار

ھر ملڪ ۾ ھزارن ورھين جي روايات بعد، آبھوا، جدا جدا نسلن جي رسم رواجن، ماحول، مذھبي عقيدن وغيره جي اثرن ڪري، اتي جي رھاڪن جا قومي ڪردار نھن ٿا. اھي شيون سنڌن طبيعت جو جزو بنجي، زندگيءَ تي اثر ڪري، ھنن جي ڪردار ڪي صورت وٺائين ٿيون.

ڪن قومن ۾ ۾ نسل جي پاڪيزگيءَ ڪي زياده اھميت ڏيڻ ڪري، غيرت وڏيڪ ٿئي ٿي. جنھنڪري زنا ۽ ٻين اھڙين بيغيرتيءَ جي ڳالھين تان خونريزيون ۽ فساد ٿين ٿا. ليڪن ڪن قومن ۾ انھن ڳالھين ڪي معمولي ڪري ورتو وڃي ٿو. ڪن قومن ۾ وفاداريءَ جو مادو زياده ٿئي ٿو، تہ ڪن ۾

ڏوڪي ۽ ٺڳيءَ کي ترجيح ڏني وڃي ٿي. ڪن قومن ۾ مهمان نوازيءَ کي خاص اهميت ڏيئي، قومي صفت ڪري سمجهيو وڃي ٿو، ته ڪي ان کي فضول خرچي سمجهي، ان تي هريون ڪين آهن. ڪي قومون جنگجو هئڻ ڪري، زندگيءَ ۾ تشدد جي استعمال کي ضروري ٿيون ڄاڻن، ته ڪي ان کي بدامني ۽ فساد جو باعث سمجهي، عدم تشدد کي مفيد ٿيون ڄاڻن. ڪي قومون محبت کي زندگيءَ جو وتيرو سمجهي، ان کي حياتيءَ جو روح روان بنائين ٿيون، ته ڪي وري نفرت ۽ نفاق جي راهه ۾ سندن فائدو ڏسن ٿيون. ڪي قومون پراپڪاريءَ ۾ زندگيءَ جو صحيح راز محسوس ڪن ٿيون، ته ڪي وري خود مطلبيءَ جي بنياد تي ترقي ڪرڻ کي مفيد سمجهن ٿيون. ڪن قومن جي ماڻهن ۾ حب الوطنيءَ جو مادو گهر ڪري ويٺل آهي، ته ڪي ان کي وڏو بت سمجهي انڪار- وطن تي قومي بنياد رکڻ گهرن ٿيون. ڪي قومون رواداري ۽ بي تعصبيءَ کي اعليٰ اصول سمجهي، ان جي پوئواري ڪن ٿيون، ته ڪي ان کي قومي زندگيءَ لاءِ نقصانڪار سمجهن ٿيون. ڪي قومون آزاديءَ جي جذبي ۾ زندگيءَ جو راز سمجهي، ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ جنم جو حق سمجهن ٿيون، ته ڪي وري غلاميءَ تي رضا رهي، سهل رستو اختيار ڪن ٿيون.

هرو ڀرو ائين نه آهي، ته قوم جا جملي افراد مخصوص قومي ڪردار جا پوئلڳ يا قائل ٿين. هر قوم ۾ ڪثرت تعداد ماڻهو اڪثر ڪريل ڪردار جا ٿين ٿا. ڪي ٿورا هوندا، جي اعليٰ ڪردار جا حامي ۽ حامل ٿين ٿا. قوم جي ڪردار جي سڃاڻپ جي ڪسوٽي، اها ٿئي ٿي ته ملڪ جي شعر، ڏند ڪٿائن ۽ ادب ۾ جن ڳالهين کي ساراهيو وڃي ٿو، ان کي قومي ڪردار جا جزا شمار ڪري ٿو.

انهيءَ مسئلي تي غور ڪرڻ بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتوآهيان ته سنڌين جي قومي ڪردار جا جزا هيٺيان آهن:

1) روايتن جي حمايت ۽ قومي غيرت.
2) وفاداري.
3) مهمان نوازي.
4) اهنسا يا عدم تشدد.
5) محبت.
6) پراپڪاري ۽ ايثار.
7) حب الوطني.
8) رواداري.
9) آزاديءَ جي تمنا.
10) ڌاڙي جو مقابلو

### (1) قومي غيرت ۽ روايتن جي حمايت

سنڌين ۾ قديم روايتن جو لحاظ حد درجي جو آهي.دودي سومري جو پيڻ جو سنگ ڌارين کي ڏيڻ بدران قبيلي سوڌو قربان ٿي وڃڻ، مارئيءَ جو لوئيءَ جي لڄ رکڻ لاءِ سون تي سيڻ نه مٽڻ، شاهه بلاول ۽ دولهه دريا خان جو سنڌ کي ڌارين جي هٿن ۾ وڃڻ کان شهيد ٿي وڃڻ، اهي ان جا چند نمايان مثال آهن.

### (2) وفاداري

سنڌين جي دوستن، عزيزن، وڏيرن، پيرن ۽ ملن سان وفاداري زبان زد عام آهي. پنهنجن وڏيرن، پيرن ۽ ملن طرفان ته بيوفائيءَ جي ڪيترن تجربن سهڻ کان پوءِ به هو ساڻن پنهنجي وفاداري قائم رکيو ايندا آهن. ان ڪري منجهن چوٽيون مشهور ٿي ويون آهن ته:

"پنهنجي توڙ نباهه، هن جي هو ڄاڻي."

"يار جي ياريءَ سان ڪم، پنهنجا فعل هو پاڻ ڄاڻي."

### (3) مهمان نوازي

سنڌين ۾ مهمان نوازي گهر ڪري ويئل آهي. ڳوٺ ۾ ڪنهن مسڪين وٽ اتفاق سان ڪو مهمان گهر لنگهي آيو، ته پارن جا هٿ جهلي به ڪاڌو ڪيس ڏيندا آهن. جي گهر ۾ ڪجهه به نه هوندو اٿن، ته قرض ڪڍي به ان کي کارائيندا آهن. ٻاهران آيلن جي اهڙيءَ طرح مرحبا ڪري سنو به گهٽو اٿن. ان ڪري وٽن مثال مشهور آهي ته:

"آئي ٽاندي ڪاڻ، بورچياڻي ٿي ويني."

ڪيترن ٻاهرين حاڪمن ۽ قبيلن، اڪثر حالتن ۾ سنڌن مهمان نوازيءَ جو ناجائز فائدو پئي ورتو آهي. هاڻوڪن نون آيل مهاجر پنجابي سامراجين جو تجربو سنڌن اکين اڳيان آهي. پر "گهر آئي مهمان" کي موٽائڻ هنن پنهنجي شان کان گهٽ ٿي سمجهيو.

### (4) اهنسا

سنڌي عام طرح ڪم آزار ۽ جهيڙي جهٽي کان پري رهڻ جي عادت رکن ٿا. سنڌين ٻئي ڪنهن ملڪ يا قوم تي ڪڏهن به حملو نه ڪيو آهي. جنهن مان

سندن مخالفن اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ هو بزدل ۽ بي همت آهن. پر اها ساڻن بي انصافي ٿيندي، جو سندن قومي شرافت ۽ امن پسنديءَ جي عادت کي بزدليءَ سان تعبير ڪيو وڃي.

سچي اهنسا اها آهي تہ سرنديءَ تري وڃجي، خواه مخواهہ جهيڙو نہ ڪجي. اختلاف جو فيصلو باهمي سمجهوتي سان ڪرڻ کي ترجيح ڏجي. ناحق جو مقابلو ڪنهن حد تائين اهنسائي طريقن سان ڪجي. ڏاڍائيءَ اڳيان سچ چوڻ جي جرئت رکجي.

اهنسا ڪمزوريءَ جو نہ پر اعلىٰ همت جو نشان آهي. زندگيءَ ۾ آزادي، امن ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ لازمي امر آهي، پر ان جي طريقہ ڪار جو تفاوت رهي ٿو. هڪڙا، راءِ يا عقيدا ٻين مٿان زوريءَ مڙهين ٿا. ٻيا، بقائي باهميءَ يا گڏيل بچاءَ جي اصولن کي مدنظر رکي، حد کان ٻاهر تجاوز نٿا ڪن.

### (5) محبت

انساني ۽ حيواني ڪردار ۾ اهو تفاوت آهي تہ پهرئين ۾ محبت کي اتحاد ۽ امن جو رهبر سمجهي، ان موجب زندگيءَ جو ڪاروبار هلايو وڃي ٿو. ٻئي ۾ خودمطلبيءَ جي اثر هيٺ، نفرت جي راهہ ورتڻ ڪري، بدامني ۽ فساد پيدا ٿين ٿا.

سنڌين جي سياست، سماجي دستورن ۽ مذهبي عقيدن تي محبت جو جذبو حاوي رهيو آهي. سنڌ جي درويشن جو اهو ئي پيغام هو.

بقول شاهہ عبداللطيف عليہ.

”ڪونهي آڳهہ اهڙو، جهڙي محبت من“.

### (6) پراپڪاري ۽ ايثار

سنڌي ڪردار جو مکيہ اصول ٻين جي نفعي خاطر ذاتي نفعي کي قربان ڪرڻ آهي. اهو محبت جي معراج جو درجو آهي. مومل جو راڻي خاطر راتيون وهائي ڏينهن ڪرڻ ۽ آخر پاڻ کي قربان ڪرڻ، مارئيءَ جو مارن لاءِ عمرڪوٽ جي بنگلن، محلن، ست رچي طعامن، پٽ پٽيهرن جي پرواهہ نہ ڪرڻ، سندن ايثار ۽ قربانيءَ جا مثال آهن. مهمان نوازيءَ ڪري پاڻ کي مسڪين بنائي ڇڏڻ، سامن لاءِ سر ڏيڻ، سون تي سيڻ نہ مٽڻ، سندن پراپڪاريءَ جا مثال آهن.

## (7) حب الوطني

حب الوطني سنڌي ڪردار جو مکيه جزو آهي. جنهنڪري ئي شاهه لطيف ۽ ٻين سنڌي شاعرن مارئيءَ جي بيان ۾ انهيءَ جذبي جي تعريف ڪئي آهي. سنڌ جا هندو ولايت وڃي پيسا ڪمائيندا هئا، ته به اهي واپس آڻي سنڌ ۾ خرچ ڪندا هئا. هن وقت به ڪيترا سنڌي هندو يا سنڌي مسلمان، جي ملڪ ڇڏي ٻاهر ويل آهن، سي وطن جي سڪ ۾ روئي رهيا آهن. راجا ڏاهر جو سنڌ لاءِ سر ڏيڻ، دودي سومري جو سنڌ جي آزادي، ناموس ۽ روايات لاءِ ڪٽنب سميت قربان ٿي وڃڻ، دولهه دريا خان جو پٽن سميت شهادت پائڻ، شاهه بلاول جو گهاڻي ۾ پيڙجڻ، هيمون ڪالاڻيءَ جي ڦاسيءَ چڙهڻ جا مثال سنڌين جي حب الوطنيءَ جا چند مثال آهن.

## (8) رواداري

رواداري ۽ بي تعصبي سنڌين جي ڪردار جي بنيادي صفت آهي. سنڌي شاعرن جهڙوڪ: شاهه لطيف، سچل سرمست، روحل فقير، سامي، دلپت ۽ بيدل وغيره، جنهن فراخدليءَ سان جملي مذهبن جي ماڻهن کي گڏجڻ جو پيغام ڏنو آهي، اهو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. تعصب ۽ رواداري ٻيئي متضاد ڳالهيون آهن. جتي رواداري هوندي، اتي تعصب کي جاءِ نه هوندي آهي. جيڪي ماڻهو هن وقت تعصب جا پندار پاڻ سان کڻي آيا آهن سي ڪهڙيءَ طرح سان سنڌين سان هڪ ٿي سگهندا. **سنڌ رواداري جو مرڪز آهي، پاڪستان تعصب جو مجسمو آهي.** انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ ميثاق ناممڪن آهي. ٻاهران آيل ماڻهن جي اڪثريت جا قلب ڪارا ٿيا پيا آهن. جتي تعصب آهي، اتي نفرت جو پيدا ٿيڻ لازمي آهي، ۽ نفرت، فساد ۽ بدامنيءَ جو باعث بڻجي ٿي.

## (9) آزاديءَ جي تمنا

اها سنڌين جي ڪردار جي خاص نشاني آهي، ۽ تاريخ ان تي شاهد آهي ته جيڪڏهن ڪنهن وقت ڌارين متن زوريءَ يا اندروني ٻي اتفاقيءَ ڪري تسلط قائم ڪيو آهي، ته به جلد يا بدير، موقعي ملڻ تي هنن غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ مان لاهي پٽي ڇڏيو آهي. ايراني، يوناني، عرب، مغل ۽ انگريز سامراجن وقتي

متن قبضو رکيو، پر نيٺ انهن کي ڪڍي، وري سنڌين آزادي حاصل ڪئي آهي.

سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن هميشه آزاديءَ جا گيت پئي ڳاتا آهن. مارئيءَ جو عمرڪوٽ جي بند کان آزاديءَ جو ذڪر، دودي سومري جي بهادريءَ جا راتين جون راتيون جاڳي قصا بيان ڪرڻ، موجوده شاعرن جا سنڌ جي آزاديءَ لاءِ شعر لکڻ، سنڌي ڪردار ۾ آزاديءَ جي اُمنگ جي سدا حيات هئڻ جا ڪجهه مثال آهن.

هن وقت جڏهن اسلام، پاڪستان، مسلم قوم، اسلامي نظام حڪومت جي ڍوڪن سان مهاجر پنجابي سامراج، سنڌ کي غلام بنائي ان تي پنهنجو تسلط قائم ڪيو آهي، ته سنڌي شاعر صاف چيو ڇڏين ته:

نيٺ ته ڍهندي، ڪيسين رهندي،
دوکي جي ديوار، وو يار!
سنڌڙيءَ کي سر ڪير نه ڏيندو.

(اياز)

## (10) ڌاڙ جو مقابلو

سنڌين جو ڪردار هن وصف جو هڪ عمدو مثال رهيو آهي ته جڏهن ڪين پنهنجيءَ بيوسيءَ، ڪمزوري، وسيلن جي گهٽتائيءَ تعداد جي ڪميءَ جو پتو پيل هجي ۽ مخالفن جي زاردست طاقت، هر طرح جي وسيلن جي گهڻائيءَ، تعداد جي ڪثرت، جنگجو ذهنيت، لشڪر ۽ ذهني فوقيت جو پتو به هجي، ته به لوئيءَ جي لڄ، قومي روايات جي حفاظت، قوم جي ناموس ۽ عزت جي لاءِ سچ جي آواز بلند ڪرڻ ۽ آزاديءَ لاءِ لڙندي، قربان ٿي وڃڻ کان ڪين ڪا هٻڪ ڪو آر نٿو ٿئي.

سندن لوڪ ادب جا ڪردار، مارئي، سسئي، سهڻي، ڪاهوڙي، ڪاپڙي، ساموندي، موروڙو ۽ سندن تاريخ جا امر سورما، ڏاهر، دودو سومرو، دولهه دريا خان، شاه بلاول، شاه عنايت صوفي سندن ڪردار جي ان صفت جا چند مثال آهن. شاه صاحب ۽ اياز سندن ڪردار کي هينئنءَ طرح مختلف جڳهين تي بيان ڪيو آهي:

**سهڻي:** ڪاري رات، ڪچو گهڙو، نڪا سيڪهه ساڻ،
وجهي، ويرم نه ڪري، پريان ڪارڻ پاڻ،
محبت کي مهراڻ، سڪي سپ پٽ ٿيو!
(شاهه)

**سسئي:** جبل ماري جک، آڏو عجيبن کي،

توڙي لکن لک، سڀ لنگهنديس سک سان!
(شاهه)
جي تو الڪو ڪنڌ جو، تون ڇا وڙهندي؟ وڃ!
تنهنجي رت ۾ تڄ، ناهه اسان جي ان جي.
(اياز)
ڪاتيءَ هينان ڪنڌ، پوءِ به نعرا نينهن جا،
سنڌڙيءَ جو سوڳند، مرنداسين پر مرڪندي!
(اياز)

سنڌ ۾ دنيا جا مختلف مذهب ۽ فلسفا پاڻ ۾ ملي مفيد مرڪب بنيا آهن. سنڌ دنيا لاءِ محبت ۽ امن جو پيغام ڏئي ٿي. سنڌ ڪي مغرب ۽ مشرق جي تهذيبن جي وچ ۾ ميلاپ لاءِ مشن سپرد ٿيل آهي.

سنڌ جو ملڪ فطري پيداوار آهي. سنڌي قوم ڪي هزارن ورهين جي تاريخ آهي. قدرت جون پيدا ڪيل شيون دائمي ۽ پائيدار ٿين ٿيون. انهن جي وجود ڪي ايراني، يوناني، عرب، مغل ۽ انگريز سامراج ختم ڪري نه سگهيا آهن. تازو قابض ٿيل مهاجر پنجابي مستقل مفادي سامراج ڪيترو به ان ڪي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، پر ان ڪي متائي نه سگهندو.اتلو پاڻ پاڪستان سوڙو، اڳين سامراجن وانگر تباهه ٿي ويندو.

## پاڪستان

پاڪستان عجبوءِ روزگار (Freak of Nature) آهي. سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ پنجاب وانگر پاڪستان فطري پئداوار جو ملڪ نه آهي. نه وري اهو هڪ قوم، زبان، قومي ڪردار، ڪلچر ۽ هڪ سياسي اقتصادي مفاد جو حامل آهي. اهو برصغير هند ۾ هندو سرمائيدار ۽ نوڪري پيشه مستقل مفاد ۽ مسلم ليگ جاگيردار، نوڪري پيشه ۽ ڪارخانيدار جي مستقل مفاد جي باهمي اقتصادي اختلافن اقتدار جي حصول لاءِ ڇتاپيتيءَ سبب، مهاجر (پارت ڪان لڏي آيل مسلمانن) ۽ پنجابين جي سازش ڪري وجود ۾ آيو آهي. انهن فائدي لاءِ ڪتب آندو ۽ قائم رکيو وڃي ٿو. ان ڪي ماضيءَ جون روايتون ڪونه آهن. اهو 26 سالن جي نو زائيده، خود ساخته ملڪ جو نالو آهي. ان ۾ سندس قيام بعد ٿوري عرصي اندر جيڪي حالت رونما ٿيون آهن، تن ان جي وجود ڪي غير مفيد بنائي، ان جو مستقبل تاريڪ ڪري ڇڏيو آهي. اهو فطرت جو قانون آهي ته عارضي و هنگامي سببن ڪري، پيدا ٿيل شيون وقتي ڪم سرانجام ڏيئي، وري پرده غيب ۾ گم ٿي وينديون آهن. پاڪستان جو حشر به اهڙو ڏسڻ ۾ پيو

اڇي. پاڪستان ۾ جي بدعنوانيون، عوام حقن جا غضب استحصال ۽ ننڍين قومن جي حقن جي پائمالي تي آهي، ان جي شاهدي تاريخ ڏيئي رهي آهي. اسلام جي نالي ۾ جي بداخلاقيءَ جا ڪم هتي سرزد ٿيا آهن، انهن جو مثال بئي هنڌ ڇٽو ڏسڻ ۾ ايندو. ان مهاجر پنجابي مستقل مفاد، رڳو سنڌن جاگير طور ڪتب آڻي رهيا آهن. تنهن ڪري، اهو پنهنجي افاديت وڃائي ويٺو آهي. ظلم هي گهڙو اڄ نه ڀڃي، سڀاڻ ضرور ڀڄندو. جنهن خود ساخت نظر (نظرئي پاڪستان) جو خدا (قدرت) جي نظرئي قوميت سان ٽڪر آهي سو گهڻي وقت تائين جٽاءُ ڪري نه سگهندو.

پاڪستان طبعي طور نهيل جاگرافيائي نالي وارو ملڪ نه آهي پر برصغير هند ۾ اقتصادي ۽ سماجي ۽ سياسي اختلافن ڪري ٻه اقليت وارن صوبن جي رهاڪو مفاد پرست مسلمان ۽ پنجابي مستقل مفاد، مسلم اڪثريت وارن صوبن کي مذهب جي نالي ۾ گمراهه ڪري کين آزاد رياستن قائم ڪرڻ جا دلاسا ڏيئي، وجود ۾ آڻايو هو. هن جي نهڻ وقت، ان جي ترڪيبي اجزاء يعني شامل ڪيل قومن سان جيڪي واعدا ڪيا ويا هئا، ته اهي آزاد ۽ خودمختيار رياستن جي صورت اختيار ڪنديون، تن واعدن جي ڀڃڪڙي تي چڪي آهي. انهن کي آزاد ۽ خودمختيار رياستن جي عيوض، مهاجر پنجابي سامراج جون ڪالونيون ڪري هلايو وڃي ٿو. ان جو وڏو حصو يعني بينگال اهڙين حالتن کان تنگ ٿي پاڻ ڇڏائي ويو آهي. باقي سنڌ، بلوچستان، پختونستان جا علائقا نالان ۽ پريشان آهن. ان جي پوري 25 سالن جي عرصي اندر سندس آئين نهي نه سگهيو. ڇاڪاڻ ته بينگال جي اڪثريت کوبه اهڙو آئين نه قبولي ها، جنهن موجب هو مهاجرپنجابي سامراج جي اقتدار هيٺ اچي وڃن ها. بلوچ، پختون ۽ سنڌي جيڪي اڃا تائين ان سامراجي استحصال جو شڪار ٿيندا اچن ٿا، ۽ سنڌن تي، مهاجر پنجابي مستقل مفاد پنهنجي دٻڙ دونس اڪثريت جي نالي تي، جمهوريت جي پرفريب نالي ۾، پنهنجو سامراجي ظالماڻو لوهي سين مسلط ڪري چڪو آهي. اهي ان پنهنجي غلامانه بينڪي حيثيت تي ڪنهن به صورت ۾ راضي ٿي ويهڻ وارا نه آهن. پنهنجي انهي آزاديءَ لاءِ انهن جي جدوجهد پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ کان اڳ ختم ٿيڻ واري نه آهي.تاريخ جو هيءَ اٽل فيصلو آهي ته قومون هميشه لاءِ غلام رهي نه ٿيون سگهن.

هاڻ اچو ته پاڪستان ناهڻ ۽ ان کي قائم رکڻ ۾ ڪهڙا دليل ۽ سبب ڏنا ويا هئا. اهي دليل ۽ سبب هيٺيان آهن.

1) مسلمان مذهب جي نقط نگاهه موجب علحده قوم هئا.
2) پاڪستان هندوستان جي مسلمانن جو هوم ليند هو.

3) پاڪستان ۾ اسلامي بنياد تي نئين حڪومت ۽ سوسائٽي برپا ڪئي ويندي، جا دنيا لاءِ مثال پيش ڪندي.
4) ان ۾ شامل ٿيندڙ قومن کي خودمختيار ۽ آزاد رياستون بنايو ويندو.

## (1) مسلمانن جي جداگانه قومي حيثيت:

تاريخ شاهد آهي تہ مسلمان، مذهب جي بنياد تي ڪڏهن بہ متحد ۽ هڪ قوم نہ رهيا آهن. انهن ۾ هن وقت 350 فرقن کان مٿي فرقا موجود آهن. جن مان هرهڪ پاڻ کي ناجي (نجات وارو ۽ صحيح) ۽ ٻئي کي ناري (دوزخي ۽ غلط) سمجهي ٿو.

تاريخ جي ڇاڻ ڪي هيءَ پتو آهي تہ مسلمانن جون هڪ ٻين سان جنگيون ٿيون آهن، جن ۾ ڪيئي قتل عام ۽ خونريزيون ٿيون آهن هڪڙن مسلمان ملڪن ۽ قومن، ٻين مسلمان ملڪن ۽ قومن تي حملا ڪري انهن تي قبضا ڪيا آهن. تاريخ جي ڪنهن بہ دور ۾ ڪڏهن بہ انهن مسلم قوم جي نالي سان ڪا حڪومت قائم نہ ڪئي آهي مسلمانن جون قائم ڪيل اهي حڪومتون بني اميہ، عباسي، ايراني، افغاني، ترڪ وغيره جي قبيلائي يا قومي نالن سان سڏبيون هيون. هن وقت بہ دنيا جي ڪنهن بہ مسلمان ملڪ ۽ مذهب جي نالي تي ڪا بہ قوم سڏي نہ ٿي وڃي. خود اقوام متحده ۾ اهي سڀ مسلمان ملڪ سندن وطن، سياسي، اقتصادي ۽ روايتي بنيادن تي علحده ۽ آزاد، قومون ۽ ملڪ شمار ڪيا وڃن ٿا.

هتي پاڪستان ۾ تہ جدا زبانن، جاگرافيائي خطن، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جون قومون رهن ٿيون. پر جي ٻين مسلم ملڪن کي ڇتائي ڏسبو تہ ايران ۽ افغانستان، باوجود ساڳيءَ زبان ڳالهائڻ ۽ هڪ ٻئي جي پر ۾ رهڻ جي بہ، هڪ قوم نہ ٿا سڏائين، بلڪ علحده رهڻ پسند ڪن ٿا. عرب ملڪ جا رهاڪو، باوجود هڪ ٻين جي نزديڪ ملڪن ۾ رهڻ ۽ ساڳي ٻولي ڳالهائڻ جي، هڪ حڪومت هيٺ رهڻ لاءِ تيار نہ آهن. ڪويت، قطر ۽ بحرين جدا ملڪ آهن. اتر يمن ۽ ڏکڻ يمن اڃا تائين علحده ملڪن ۾ ورهايل آهن. شام ۽ لبنان علحده ملڪ آهن. مطلب تہ پندرهن کان مٿي عربي ڳالهائيندڙ مسلمان ملڪ هڪ حڪومت ۾ رهڻ لاءِ تيار نہ آهن. تہ پوءِ سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي جدا ملڪن وارين قومن کي، جن جون ٻوليون، تاريخي روايتون، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ۽ ڪلچر مختلف آهن، اسلام جي نالي ۾ مهاجر پنجابي سامراج هيٺ ڪهڙي حساب سان رکيو وڃي ٿو، يا رکي سگهجي ٿو.

اقوام متحده جون سڀ قومون، سواءِ اسرائيل جي، جديد نظرئي قوميت ۾ اعتماد رکن ٿيون. جنهن جو مدار وطن، زبان، ڪلچر، قومي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي رهي ٿو.

گذريل 26 سالن جي تاريخ هن ڳالهه جو ثبوت ڏئي ٿي ته انهيءَ مذهبي قوميت جي نظرئي ڪري پاڪستان ۾ استحڪام جي عيوض افراتفري پکڙي آهي. اتحاد جي عيوض انتشار پيدا ٿيو آهي.

ڪنهن هڪ گهر ۾ ٻتي ۽ صلح ان وقت تائين رهي نه ٿو سگهي، جيستائين هرهڪ ڀاءُ کي شريعت اسلاميءَ موجب حصي واري ملڪيت جي استعمال جو پروسو نه هوندو. هتي ته باقاعده ننڍين قومن جو استحصال ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اڄڪلهه سنڌوديش ۽ سنڌي قوم جي مڪمل آزاديءَ جا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا ته ان جو مکيه ڪارڻ، هيءَ هٺرادو مذهبي قوميت جو نظريو آهي. جنهن کي مهاجر پنجابي مستقل مفادي سامراج، نظرئي پاڪستان جو پرفريب نالو ڏيئي سنڌي قوم ۽ ٻين ننڍين قومن تي پنهنجي سامراجي تسلط جي قائم ڪرڻ جو جواز پيدا ڪرڻ چاهي ٿو.

پاڪستان کي نهي چويهه سال ٿي چڪا آهن. پر پاڪستان جي حڪمران طبقي جي نيتن ۾ ڪوبه تفاوت ۽ تبديلي نه آئي آهي. هو روز بروز ان ڳالهه کي، جا ننڍين قومن جي حقن جي حفاظت لاءِ ڪئي وڃي ٿي، پاڪستان جي دشمني، اسلام جي مخالفت، انتشار پسندي سڏي، قوم پرستن کي دٻائي، سزائون ڏئي رهيا آهن. ڏسڻ ائين پيو اچي ته آئنده به سندن ان پاليسيءَ ۾ تبديليءَ جو امڪان ڪونهي. ڀٽو صاحب ننڍين قومن جي آزاد رضامندي سان پاڪستان قائم رهڻ جي آخري اميد هو. پر افسوس جو هن پنهنجي اقتدار قائم رکڻ خاطر، جا پاليسي اختيار ڪئي آهي، تنهن مان ثابت ٿي وڃي ٿو ته سندس پاليسي مرتب ڪرڻ وارا، ڪيترا حريص ۽ ڪوتاهه نظر آهن. روزبروز سنڌي، بلوچي ۽ پختون قومن جي قوم پرست ڪارڪنن تي ظاهر ٿيندو وڃي ٿو ته پاڪستان جي عمارت درست ٿيڻ جو آسرو ڪرڻ بيڪار آهي. تنهن ڪري سندن نجات انهيءَ نقصانڪار جاءِ کي ڊاهي، جدا جدا آزاد مملڪتن جي برپا ڪرڻ ۾ مضمر آهي. مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي دٻڙ دونس واري اڪثريت ٻوڙي، گونگي ۽ انڌي بنجي ويئي آهي. هنن جا قلب ڪٺجي ويا آهن. سندن راهه راست تي اچڻ جو ڪوبه امڪان نه آهي. تنهن ڪري جراحي ڪري نظرئي پاڪستان واري سرطان کي ڪپي ڪڍڻ ئي ضروري ۽ واحد علاج آهي.

مسلمانن جي جدا قوم وارو نظريو حقيقتن جي خلاف، غلط ۽ خسيس جاهلانه ڏکو آهي، جو مهاجر پنجابي مستقل مفاد، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن تي سندن تسلط قائم رکڻ لاءِ ايجاد ڪيو آهي. انهيءَ کي مڃڻ سنڌين، بلوچن ۽

پختونن لاءِ سندن سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ تان هٿ ڪڻڻ جي برابر ۽ مهاجر پنجابي سامراجي جي غلاميءَ هيٺ رهڻ جي مترادف آهي.

درحقيقت سنڌ ۽ پاڪستان ۾ رهندڙ ٻين نندين غلام قومن جي آزادي، قومن جي حق خودارادي موجب، سندن جنم جوحق آهي. ان جي مخالفت صرف مهاجر پنجابي سامراجي يا سندن ايجنٽ ڪري سگهن ٿا.

## (2) پاڪستان هندوستان جي مسلمانن جو هوم لينڊ هو:

ٻيو دليل، جو ڏنو وڃي ٿو ته پاڪستان برصغير هند جي مسلمانن جو وطن آهي، سو به سراسر غلط ڪل جهڙو دليل آهي. ان اصول ڪي سنڌي، بلوچ ۽ پختون آخر ڇو قبولين! هندوستان جي مسلمانن ڪي لڏائي، جيڪڏهن مسلمان پائرن سان گڏ ويهارڻو ۽ آباد ڪرائڻو آهي ته انهن جو بوجو ساري دنيا جي مسلمان ملڪن تي پوڻ گهرجي، ۽ نه سنڌين، بلوچن ۽ پناڻن تي. ان اصول ۾ سنڌين بلوچن ۽ پناڻن نه اعتماد رکيو هو ۽ نه اهڙو واعدو ڪيو هئائون، ۽ نه ان لاءِ ٻڌل آهن. تنهن ڪري جنهن ڳالهه جو بنياد ئي غلط هجي، ان ڪي دليل ڏيئي بچائڻ بي سود آهي.

## (3) پاڪستان ۾ اسلامي حڪومت ۽ سوسائٽي برپا ڪئي ويندي

ان دليل پاڪستان جي قيام کان اڳ هتي جي رهاڪن تي گهڻو اثر ڪيو هو. ليڪن ان جي قيام کانپوءِ جهڙيءَ طرح اسلام جي نالي ۾مڪاني ماڻهن جو استحصال ڪيو ويو آهي. يا جهڙيءَ طرح رشوت خوري، زنا، جوئا، شراب خوري، بليڪ مارڪيٽي، ملاوت، سمگلنگ جا ڪم پئي رونما ٿيا آهن، ان صاف ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ته پاڪستان ۾ نالو اسلام جو ڪم آندو ويو آهي، پر ان ۾ ڪم ڪفر جا ڪيا ويا آهن.

صاحب عقل قوم پرست ماڻهن کي معلوم ٿي چڪو آهي ته دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ اسلامي آئين نهيل نه آهي، ۽ نه ڪو آئين اسلامي يا هندو ٿي سگهي ٿو.

جديد قسم جو آئين جن مکيه مسئلن بابت ناهيو وڃي ٿو، مثال طور ماڻهن جا بنيادي حق، مرڪزي حڪومت جا اختيار، صوبائي حڪومتن جا اختيار، اسيمبلين جا اختيار، ايگزيڪيوٽو ۽ عدالتن جا اختيار وغيره، تن ڪي ڳالهين جو مذهب سان ڪوبه واسطو نٿو رهي، ۽ اهڙيءَ طرح حڪومت جا مختلف

ڪاتا ۽ انهن جو ڪاروبار، اڄڪلهه جي جديد طرز حڪومت ۾، هندو يا مسلم تي نه ٿا سگهن.

اها خبر پئجي نٿي سگهي ته، ڪهڙيءَ طرح ان خيال جا دعويدار روينيو، پوليس، ريلوي، دفاع، پوسٽ ۽ ٽيليگراف، ريڊيو، ٽيليويزن، پيلن، انجنيري ڪاتن وغيره کي مسلمان بنائي سگهندا! حقيقت ۾ اهو سڀ ڍوڪو مهاجر پنجابي سامراجين طرفان ننڍين غلام قومن جي سادي عوام کي برغلائي، سندن توجهه حقيقي مسئلن کان هٽائي، سندن استحصال جاري رکڻ لاءِ ڏنو وڃي ٿو.

## (4) شامل ٿيندڙ قومن جي آزادي ۽ خودمختياري

آل انڊيا مسلم ليگ جي لاهور 1940ع واري ٺهراءَ يا سنڌ اسيمبليءَ 1943ع واري پاس ڪيل ٺهراءَ موجب، پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ ملڪن کي آزاد ۽ خودمختيار رياستن بنائڻ جو صاف اظهار ڪيل هو. اسان مان گهڻن کي 1946ع ۾ دهلي مسلم ليگ ڪنوينشن جي موقعي تي، آل انڊيا مسلم ليگ جي آئين خلاف ٺهراءَ پاس ڪري پاڪستان کي هڪ سلطنت ڪري هلائڻ وقت پتو پئجي ويو هو، ته سنڌين سان ڍوڪو ٿي رهيو هو. پر بعد جي حالتن صاف پڌرو ڪري ڇڏيو آهي ته سنڌين، بينگالين، بلوچن ۽ پٺاڻن سان ٻه ظلم ڪيو ويو آهي. ان ڪري بينگال جدا ٿيويو آهي. ان دنيا جي هڪ سؤ کان وڌيڪ ملڪن جدا ملڪ تسليم ڪري، قومن لاءِ ساڳئي حق گهرڻ واسطي رستو هموار ڪري ڇڏيو آهي.

## سنڌ

سامراجي حڪمران طبقي جا طرفدار هيٺيان دليل ڏيئي قومپرستن جا حوصلا ڪمزور ڪري، پنهنجو تسلط قائم رکڻ گهرن ٿا.

1) سنڌو ديش ننڍو ملڪ آهي، تنهن ڪري......
2) موجوده طاقتور مهاجر پنجابي جنتا کان آزادي حاصل ڪرڻ مشڪل آهي.
3) اها آزادي ٻاهرين ملڪن جي مدد سان وٺڻ، پاڪستان سان غداريءَ برابر آهي.
4) سنڌ کي پاڪستان کان جدا ٿيڻ بعد نقصان پهچندو.
5) پاڪستان دنيا ۾ وڏو مسلمان ملڪ آهي، ان جي ٽوڙڻ مان اسلام کي نقصان پهچندو.

انهن دليلن جا جواب ترتيبوار هيٺ پيش ڪجن ٿا:

## (1) سنڌوديش ننڍو ملڪ آهي تنهن ڪري...

سنڌو ديش کي غلام رکڻ واري مهاجر پنجابي سامراج جا دلال ۽ ايجنٽ چون ٿا ته سنڌوديش ننڍو ملڪ آهي، تنهن ڪري:

(الف) سنڌي لشڪر ۾ ڪونه آهن. ان ڪري وڏهي پاڻ ڇڏائي نه سگهندا.

(ب) سنڌين ۾ جدا آزاد سلطنت هلائڻ لاءِ لائق ۽ اهليت رکندڙ عملو نه آهي.

(ت) سنڌ جي پيدائش آزاد رياست جو خرچ برداشت ڪري نه سگهندي.

(ث) سنڌي پنتي پيل ۽ سياسي شعور نه رکڻ ڪري، آزادي وٺي نه سگهندا.

انهيءَ سلسلي ۾ پهرين ڳالهه هيءَ آهي، ته سنڌو ديش ننڍو ملڪ نه آهي، بلڪ اقوام متحده جي 135 ميمبر ملڪن مان 91 جي، جيڪي نقشي ۾ ڏيکاريل آهن، ڪيترين ڳالهين جهڙوڪ ايراضي، آدمشماريءَ يا پيدائش ۾، وڏيڪ آهي، هن کان گهٽا گهٽ ملڪ مملڪتون ناهيو، اقوام متحده جا ميمبر بنيو وينا آهن.

سنڌو ديش جي ايراضي 56447 چورس ميل آهي.

ان جي آدمشماري1,40,00000 ماڻهن تائين پهچي ويئي آهي. ان مان صوبي خواه مرڪز کي 500 ڪروڙ روپيا ساليانا ملن ٿا.

منجهس آباديءَ لائق زرعي زمين 2,25,00000 ايڪڙ آهي.

منجهس پاڪستان جي جملي انڊسٽريز مان 70 سيڪڙو ڪارخانا آهن.

ساري پاڪستان لاءِ منجهس ئي هڪڙو بندر ڪراچي آهي. پاڪستان ۾ وڏي ۾ وڏو شهر، سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچي آهي.

سندس زبان دنيا جي قديم ترين ٻولين مان آهي، ۽ پاڪستان کان ترقي يافته زبان آهي.

کيس پنج هزار ورهين جون تاريخي روايات ۽ ڪلچر آهن.

منجهس زير زمين مالي ذخيرن ملڻ جو وڏو امڪان آهي.

سندس گرانڊ قومي پيدائش سالياني اٺ هزار ڪروڙ روپيا آهي.

انهيءَ نقطه نگاهه کان يورپ، اتر ۽ ڏکڻ امريڪا ۽ ايشيا جي چند مکيه ملڪن کي ڇڏي ڪري، سنڌ جو درجو ساريءَ دنيا جي ملڪن ۾ اُتم آهي.

جيڪڏهن ڪويت ۽ قطر جهڙن ملڪن کي مڪمل آزادي حاصل آهي، ۽ اهي سنڌن گهٽ ايراضيءَ ۽ آدمشماريءَ ۽ انڪم جي باوجود، اقوام متحده جا ميمبر بنجي سگهن ٿا، ته سنڌ ڪهڙو ڏوهه ڪيو، جو مسلم قوم، اسلام ۽ پاڪستان جي نالن هيٺ کيس آزاديءَ کان محروم رکيو وڃي ٿو!

هينئين نقشي جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ ان ۾ ڄاڻايل ملڪن مان گهڻا هر ڳالهہ ۾ سنڌ کان گهٽ آهن. باقي جن ملڪن جي ايراضي سنڌ کان گهڻي آهي، اهي گهڻي ڀاڱي غيرآباد، صحرا ۽ جبلن جي ايراضين وارا ملڪ آهن. پيدائش جي لحاظ کان فقط پنجن يورپ جي ملڪن جي ساليانو گرانٽ پيدائش سنڌ کان گهڻي آهي.

# اقوام متحده جي انهن ملڪن جو تفصيل جي سنڌ کان ڪيترين ڳالهين ۾ گهٽ آهن:

| جريان نمبر | ملڪ جو نالو | ايراضي چورس ميل | آدمشماري | پيدائش ڪروڙ ڊالرن ۾ |
|---|---|---|---|---|
| 1 | البانيا | 1629 | 2075000 | 100 ڪروڙ ڊالر |
| 2 | بحرين | 220 | 215000 | _ |
| 3 | باربيداس | 166 | 250686 | 160 |
| 4 | بيلجم | 11755 | 9646000 | 2570 |
| 5 | يونان | 18000 | 770000 | _ |
| 6 | بولويا | 51455 | 4804000 | 946 |
| 7 | بوٽسوانا | 222000 | 629000 | _ |
| 8 | بلگاريا | 42823 | 8464264 | _ |
| 9 | بروندي | 10747 | 334000 | 23 |
| 10 | بئلورشيا | 81000 | 700000 | _ |
| 11 | ڪمبوڊيا | 70000 | 9000000 | 76 |
| 12 | ڪئمرون | 143500 | 5680000 | 99 |
| 13 | سيلون | 25242 | 12240000 | 211.7 |

| 14 | چاڊ | 495000 | 3510000 | 2549 |
|---|---|---|---|---|
| 15 | ڪانگو برازويل | 132000 | 88000 | 23.3 |
| 16 | ڪوستاريڪا | 19656 | 1695000 | 92.1 |
| 17 | ڪيوبا | 44206 | 85153355 | _ |
| 18 | سائبيريس | 3572 | 630000 | 54 |
| 19 | زيڪوسلويڪيا | 49381 | 14418000 | _ |
| 20 | ڏهومي | 44649 | 2640000 | 23.5 |
| 21 | ڊينمارڪ | 16576 | 4921156 | 1557 |
| 22 | ڊومينيشن ريپبلڪ | 18699 | 4324760 | 139.5 |
| 23 | ايڪيوڊور | 104505 | 5973300 | 160.3 |
| 24 | اسليويڊور | 8236 | 3390000 | 100.8 |
| 25 | فجي | 7055 | 513000 | _ |
| 26 | فنلئنڊ | 117975 | 4707000 | 1.20 |
| 27 | گيبان | 103000 | 475000 | 30.9 |
| 28 | گمبيا | 4000 | 360000 | 4.6 |
| 29 | گهانا | 92100 | 7545161 | 325.8 |
| 30 | گريس | 51182 | 8736367 | 954 |
| 31 | گوتم مالا | 42042 | 486352 | 18.4 |
| 32 | گني | 94927 | 4000000 | 31.5 |
| 33 | گيانا | 830000 | 721098 | 25.2 |
| 34 | هٽي | 10700 | 4621461 | 44 |
| 35 | هونڊراس | 43227 | 2500000 | 68.1 |
| 36 | هنگري | 35912 | 10314442 | _ |
| 37 | آئيسلئنڊ | 39709 | 203442 | 48.2 |
| 38 | آئرلئنڊ | 26060 | 2920000 | 410 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 39 | اسرائيل | 8050 | 2995000 | 4394 |
| 40 | آئوري ڪوسٽ | 124510 | 4200000 | 142.4 |
| 41 | جميڪا | 4411 | 1861000 | 117.8 |
| 42 | جورڊان | 39050 | 2250000 | ـ |
| 43 | ڪينيا | 22460 | 18090000 | 158.2 |
| 44 | ڪويت | 6000 | 733196 | 275 |
| 45 | لائوس | 8932 | 1140300 | 21.6 |
| 46 | لبنان | 3400 | 2645000 | 152.5 |
| 47 | ليزوٿو | 11716 | 930000 | 9.4 |
| 48 | لبريا | 38250 | 1134000 | 35.2 |
| 49 | لبيا | 679357 | 1875000 | 314 |
| 50 | لڪسمبرگ | 999 | 338500 | 99.5 |
| 51 | ملاگاسي ريپبلڪ | 227800 | 6600000 | 87.8 |
| 52 | مالٽا | 122 | 323253 | 32.9 |
| 53 | مالديوآئلينڊ | 115 | 1014000 | ـ |
| 54 | مالي | 465000 | 4929000 | 51 |
| 55 | ملاوي | 451411 | 4530000 | 31.9 |
| 56 | موريتانيا | 419000 | 1120000 | 81 |
| 57 | ماريشش | 787 | 798684 | ـ |
| 58 | موراڪو | 180000 | 15030000 | 3244.1 |
| 59 | نيپال | 54600 | 120845000 | 88.5 |
| 60 | نيدرلئنڊ | 121868 | 129157621 | 2125 |
| 61 | نائڪوريگوا | 57145 | 1841759 | 83.5 |
| 62 | نائجيريا | 484000 | 4016000 | 31.5 |
| 63 | ناروي | 1240506 | 3866468 | 1139 |
| 64 | عمان | 124556 | 750000 | ـ |
| 65 | پاناما | 28575 | 1417000 | 1044 |

| 66 | پاراگوائي | 157000 | 2386000 | ......85 |
|---|---|---|---|---|
| 67 | پورچوگال | 35500 | 89781800 | ....662 |
| 68 | رئونڊا | 10169 | 36167000 | _ |
| 69 | قطر | 5154000 | 38100000 | _ |
| 70 | سينگال | 76104 | 3830000 | ....70 |
| 71 | سيريليان | 27925 | 25100000 | 142.5 |
| 72 | سينگاپور | 5171224 | 2033000 | .....197 |
| 73 | سوماليا | 716200 | 2730000 | 18.1 |
| 74 | سوڊان | 879000 | 15508000 | 189 |
| 75 | سوازيلئنڊ | 61704 | 451000 | 559 |
| 76 | سويڊن | 173665 | 8013496 | 3528 |
| 77 | شام | 71310 | 6294000 | 159 |
| 78 | تنزانيه | 3173665 | 12926000 | 33.2 |
| 79 | ٿائيلئنڊ | 200198 | 34738000 | 651 |
| 80 | ٽوگو | 21220 | 1956000 | 26.7 |
| 81 | ٽرينيسانه | ....7764 | 10810000 | 83.6 |
| 82 | ترنيشيا | 63362 | 4533351 | 22.5 |
| 83 | يوگنڊا | 911076 | 9164000 | 29.7 |
| 84 | يونائيٽيڊ عرب امارات | _ | 230000 | _ |
| 85 | وولٽائيڪ ريپبلڪ | _ | _ | 30.5 |
| 86 | يمن | 750000 | 5728000 | 46 |
| 87 | ڏکڻ يمن | 112075 | 1250000 | 14 |
| 88 | يوگوسلوويڪيا | 98725 | 21500000 | _ |
| 89 | زيري | 905572 | 10100000 | 194.7 |
| 90 | زمبيا | 290556 | 4056995 | 168.2 |
| 91 | بهاما | ....800 | ....095000 | _ |
| 92 | سئٽزرلئنڊ | 15950 | 6269783 | اقوام متحده جو ميمبر آهي |

| 93 | **سنڌ** | 56447 | 14000000 | 80 ڪروڙ |
|---|---|---|---|---|

نوٽ: **ليڪن جا نشان** ملڪن جي ايراضي يا انڪم ۾ سنڌ ڪان متي هجڻ ڏانهن اشارو ڪن ٿا. انجو پڻ ڪارڻ اهو آهي تہ زياده ايراضيءَ وارا اهي ملڪ اڪثر ڪافي غيرآباد، جبل يا رڻ پٽ واريون ايراضيون رڪنڊڙ آهن، ۽ زياده انڪم وارا ملڪ آزاد هئڻ ڪري ئي اها ترقي حاصل ڪري سگهيا آهن. سنڌ پڻ آزاديءَ بعد ترقي ڪري، انڪم وڌائي، انهن جيتري يا انهن کان بہ وڌيڪ انڪم ڪري سگهي ٿي.

سنڌو ديش کي ائين ننڍي ملڪ هجڻ جي طعني هلندڙن جي ان ڳالهہ کي صاف ڪرڻ ڪانپوءِ، ان مان هن جيڪي خدشا ظاهر ڪيا آهن، انهن جي وضاحت پيش ڪرڻ لازمي آهي:

## (الف) "سنڌي لشڪر ۾ نہ آهن"

هر آزاد ملڪ کي اندروني انتظام ۽ بيروني بچاءَ لاءِ پوليس ۽ لشڪر جي ضرورت ٿئي ٿي. ان ۾ سنڌين هيل تائين ڪا دلچسپي نہ ورتي آهي، انجو هڪ جواب هيءَ آهي تہ هو آزاد آهن. انجو ٻيو جواب اهو آهي تہ دنيا ۾ ڪيترا ملڪ آهن، جن کي فوج مورڳو نہ آهي يا نہ هجڻ جهڙي آهي. جهڙوڪ: سئٽزرلئنڊ، قطر، بحرين، لڪسمبرگ وغيره. تہ بہ هو آزاد ۽ خودمختيار رهي سگهيا آهن. هن وقت دنيا جا ڪي ملڪ اهڙا طاقتور ٿي ويا آهن، جو جيڪڏهن چاهين تہ ننڍين ملڪن تي حملي آوار ٿي، قابض ٿي وڃن. پر ائين نٿو ٿئي. عالمي راءِ عامہ ايتري بيدار ۽ پراثر ٿي ويئي آهي، جو وڏيون سامراجي طاقتون بہ آهستي ڪري، سندن ماتحت ملڪن کي آزاد ڪنديون وڃن، ۽ ڪوبہ وڏو ملڪ ننڍي ملڪ جي آزادي کسي نہ ٿو سگهي. پر جي ڪو اهڙو ڪم ڪري ٿو، تہ دنيا جي راءِ عامہ يا ڪن همدرد ملڪن جي مدد سان اتي جا رهاڪو وري اها وڃايل آزادي حاصل ڪيو وٺن.

هن وقت صرف پورچوگال، ڏکڻ آفريڪا، روڊيشيا، اسرائيل ۽ پاڪستان جا مهاجر پنجابي سامراجي آهن، جن دنيا جي تاريخ مان سبق نہ سکي، ماتحت ملڪن کي آزادي نٿا ڏين. پر جهڙي هوا لڳي رهي آهي، تہ ٿوري وقت اندر انهن جا ماتحت ملڪ بہ آزادي حاصل ڪري ويندا.

سنڌ جا نوجوان ڪارڪن بينگال جي **مڪتي باهنيءَ** وانگر سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندا، سي آئيندي پنهنجي قومي لشڪر جلد تيار ڪري سگهندا، ۽ پوليس بہ مضبوط ڪري سگهندا.

جهڙيءَ طرح پورچوگال، ڏکڻ آفريڪا ۽ روڊيشيا خلاف مڪاني ماڻهن جي مدد لاءِ ساري آفريڪا جون آزاد قومون همدردي ۽ مدد ڪري رهيون آهن، ۽ جهڙيءَ طرح اسرائيل جي هٿ ۾ ويل ايراضين جي واپس وٺڻ لاءِ پرواريون عرب قومون مدد ڪري رهيون آهن، ويندي روس سوڌو. اهڙيءَ طرح سان سنڌين کي سنڌن آزاديءَ جي جدوجهد هلندي، ڀارت ۾ رهيل سنڌن هم قوم سنڌي هندو ۽ ٻيا اڪثري پروارا ڪيترائي ملڪ مدد ڏيئي سگهندا. اهو دليل ته پنهنجي هن غلاميءَ جي دور ۾، پنهنجن حاڪمن جي فوج ۾ سنڌي موجود نه آهن، انهيءَ ڪري آزاديءَ جا حقدار نه آهن، صرف سنڌين جي جذبهءِ آزاديءَ کي ٿڌي ڪرڻ ۽ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ سنڌن همت ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڏنو وڃي ٿو.

### (ب) سنڌين ۾ جدا حڪومت هلائڻ جي اهليت نه آهي

سنڌ ديش جي دشمنن جو اهو دليل به سراسر غلط آهي. سنڌي ساري پاڪستان جي رهاڪن کان لياقت ۾ گهٽ متي آهن. نه ته به هنن کان گهٽ نه آهن.

پاڪستان جو باني مسٽر جناح به هڪ سنڌي هو، جنهن کي لائق سمجهي ساري برصغير هند جي مسلمانن اڳيان ڪري، پنهنجو قائداعظم بنايو هو. اها ڳالهه جدا آهي ته هن مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو آلهءِ ڪار ٿي، سنڌين جي حفاظت نه ڪئي، بلڪ ان سان بي وفائي ڪئي. ان جو ڪجهه قدر ڏوهه سنڌي عوام ۽ خاص ٿي به آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: ”وڃ ڪڏندي آهي، ڪيري آهر“ جي ڪِلو مضبوط نه آهي ته هن جو ڪڍڻ مشڪل ٿي پوي ٿو. جناح صاحب کي لياقت جي آڌار تي ڏارين متي آندو. هو اصولي شخص نه پر سياست عملي جو ماڻهو هو. هن ڏٺو ته سنڌي عوام خراب غفلت ۾ ستل هئا، ۽ ڪيس ان اعلىٰ درجي تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد آندو. جي انهن کان منهن ڦيري سنڌين جي حقن لاءِ لڙيو ٿي، ته جن ڪيس متي چاڙهيو هو، سي وري ڪيس هيٺ لاهي ڇڏين ها، تنهن ڪري هن شخص سلامتي ۽ وڏائي ان ۾ ڄاتي ته: ”جن جو کائجي، تن جو ڳائجي“.

ان کانپوءِ سنڌ جي سياستدانن مان شيخ عبدالمجيد سنڌي، حاجي عبدالله هارون، سر غلام حسين هدايت الله، خانبهادر الهه بخش سومرو، محمد ايوب خان کهڙو، پيرزادو عبدالستار، قاضي فضل الله پنهنجو مٽ پاڻ هئا. هن وقت به هڪ سنڌي مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو، ساري پاڪستان جو مدارالمهام آهي. جنهن کي ڏسي وائسي آلهءِ ڪار سمجهي، مهاجر پنجابي مستقل مفاد، منجهن ماڻهن جي کوٽ هئڻ ڪري، انهيءَ درجي تي آندو آهي. جيڪڏهن هن وقت هو سنڌ سان بيوفائي ڪري، ان جي حقن کي پائمال ڪرڻ جو ڪردار ادا ڪري

رهيو آهي، ته ان کي ڏوهه ڏيڻ سان گڏ سنڌين کي به ڏوهه ڏيڻ گهرجي. ڇا منجهن پورو قومي شعور پيدا ٿيو آهي؟ ڇا منجهن صحيح سڃاڻپ جو مادو پيدا ٿيو آهي؟ ڇا منجهن ايتري همت ۽ غيرت پيدا ٿي آهي، جو پنهنجي مخلص ڪارڪنن جي پوئواري يا مدد ڪري سگهي؟

پٽو صاحب به جناح وانگر سياست عمل جو سياستدان آهي. هو قومي ڪارڪن نه آهي، جو اصولن خاطر پاڻ کي مصيبت ۾ مبتلا ڪري. هن کي پتو آهي ته کهڙي صاحب سنڌ جي حقن لاءِ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي مخالفت ڪئي، ته انجو ڇا حشر ٿيو! باوجود اڪثريت جي هن کي وزارت تان لاهي ڇڏيائون، ته ساڳيا سنڌي ميمبر قري وجي ڏارين جي ايجنٽ پير الاهي بخش جي پويان بيٺا، ۽ نه وري ووٽرن ۾ ايڏي سجاڳي هئي ته اهڙي غدار جي مٽي پليت ڪن. وري به جڏهن سنڌين کي ڇڏي، کهڙي صاحب حڪمران طبقي جي چوڻ مطابق ون يونٽ ناهڻ جو واعدو ڪيو، ته انهن ڪيس اقتدار ۾ آندو. تنهنڪري پٽو صاحب به جناح صاحب وانگر پنهنجي گادي انهيءَ طبقي معرفت قائم رکڻ گهري ٿو، جن ڪيس طاقت ۾ آندو آهي. هن کي خبر آهي ته اهوئي طبقو هو، جن جڏهن لياقت علي خان کي قتل ڪرايو، ته ان جو داد فرياد نه ٿيو. اهوئي طبقو هو، جنهن خواجه ناظم الدين کي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت هئڻ ۽ مسلم ليگ پارٽيءَ جي صدر هئڻ جي باوجود، وزارت عظميٰ تان لاهي ڇڏيو، ته ڪجهه به نه ٿيو. ساري پاڪستان جي تاريخ اهڙن مثالن سان پري پئي آهي. سياست عمليءَ جي صاحب ذوالفقار علي ڀٽي، پنهنجي سياسي ڪيريئر (Career) لاءِ، اهي سڀ مثال پنهنجي سامهون رکيا آهن.

جڏهن جنرل ايوب جي ڏينهن ۾، ٻين قومي ڪارڪن سان گڏ مون کي نظربند ڪيو هئائون، ۽ ڪجهه وقت پوءِ خان عبدالغفار خان ۽ مولانا ڀاشانيءَ کي آزاد ڪري ڇڏيائون، پر مون کي جيل ۾ رکيو ويٺا هئا. ان تي نواب ڪالاباغ، ميان انور عليءَ ڊائريڪٽر آف انٽيليجنس کان ان جو سبب پڇيو ته ان لاءِ جو جواب ميان صاحب ڏنو سو به سمجهڻ لائق آهي. ڇي:

جي. ايم. سيد پاڪستان ۾ سڀ کان وڏيڪ خطرناڪ ماڻهو آهي.

1) هو پاڪستاني نظريه قوميت خلاف ڪيس تيار ڪري سگهيو آهي.
2) هن عالمي سوچ رکي، ٻاهرين کي پنهنجو ڪيو آهي.
3) هو مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي 310 ميمبرن مان، سٺن ميمبرن جي پوئلڳي هوندي به اسيمبليءَ مان ون يونٽ کي ڊاهڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرائي سگهيو.
4) هن سنڌ جي شاگرد ۽ دانشور طبقي ۾ سنڌيت جو جذبو پيدا ڪيو آهي.

5) هن نظريہ پاڪستان جي خلاف سنڌي قوميت جي مسئلي کي حوصلي ۽ همت سان پيش ڪري، سنڌين لاءِ قومي مقصد واضح ڪيا آهن.

ان مان معلوم ٿي سگهندو تہ سنڌ ۾ لياقت جي ڪمي نہ آهي. جنهن کي سنڌ جا دشمن بہ تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور آهن.

ڪامورن ۾ سنڌين محمد موسىٰ جهڙو انجنيئر پيدا ڪيو، جو ساري مغربي پاڪستان جو چيف انجنيئر ٿي رهيو. هن مسٽر آخوند چيئرمين ريلوي بورڊ، شيخ عبدالباقي ڊائريڪٽر ايريگريڪلچر، جي. ايم. شيخ، مسٽر عبدالرسول پانڌياڻي، آفتاب احمد قاضي، غلام مصطفىٰ شاهہ، مسٽر عثمان علي عيساڻي، محمد ابراهيم جوئي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ وغيره جهڙا لائق آفيسر پيدا ڪيا آهن.

هندن جي اها حالت آهي تہ اجا تائين انگريزن خلاف آزاديءَ جي هلچل جا ڪارڪن شري جيرامداس دولترام ۽ آچاريا ڪرپالاڻي ڀارت جي سياست تي چڱو اثر رکن ٿا. سنڌي هندن جو نوجوان طبقو ئي آهي، جو ڀارت ۾ سنڌيت جي جوت جلايو اچي، پر ڀارت ۾ سنڌين کي علحده ملڪ نہ هئڻ جي باوجود سنڌي ٻوليءَ کي ملڪي زبان تسليم ڪرايو اٿن، ۽ نوٽن تي سنڌي لفظ لکايا اٿن. سنڌي هندو اتي سول سروس، انجنيئري، تعليم، هيلٿ ۽ ملٽري وغيره کاتن ۾ مکيہ عهدن تي آهن.

تنهنڪري اها شڪايت ڪرڻ تہ سنڌ آزاد ڪرائڻ بعد سنڌي سياستدانن يا ڪامورن يا واپارين ۾ اهليت نہ ٿيندي جو ملڪ هلائي سگهن، سا ڳالهہ سراسر غلط آهي.

اسان سنڌ جي آزادي، بعد سنڌي هندن ۽ مهاجر پنجابين مان جي سنڌ سان وفادار ٿي، نظريہ پاڪستان کي ڦٽو ڪري، سنڌي زبان ۽ ڪلچر اختيار ڪري، سنڌي مفاد لاءِ دلچسپي وٺندا، تن کي بہ پنهنجي انتظامي ڪاروبار لاءِ ڪتب آڻي سگهون ٿا.

ازانسواءِ هي جيڪي اسانجا هزارها تعليم يافتہ نوجوان سال بہ سال ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان تعليم پائي نڪرن ٿا ۽ بي روزگار ٿي دربدر ڦرن ٿا، تن کي ڪم سان لائي سگهبو. انهن جي تازه دم ۽ فعال لياقتن سان قومي تعمير ۾ پورو پورو فائدو وٺي سگهبو.

## (ت) ”سنڌ جي انڪم ۽ پيداوار آزاد ملڪ جي هلائڻ لاءِ ڪافي نہ ٿيندي“

اهو دليل بہ غلط آهي، سنڌ ۾ 2 ڪروڙ 25 لک ايڪڙ آباديءَ لائق زمين زراعت لاءِ موجود آهي. پاڪستان اندر قائم ڪيل ڪارخانن مان ستر سيڪڙو

ڪارخانا سنڌ ۾ آهن، جنهن ڪري ايڪسائيز ڊيوٽيءَ جو وڏو حصو حڪومت کي سنڌ مان ملي ٿو. اسان وٽ ڪراچي بندر ڪري، ڪسٽمس ذريعي سنڌ کي وڏي پيدائش حاصل ٿئي ٿي. ڪراچي واپار جو وڏو مرڪز آهي. انڪري انڪم ٽيڪس، سيلز ٽيڪس جون رقمون اسان کي حاصل ٿي سگهن ٿيون. اهي سڀ ٽيڪس جي هن وقت مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾ وڃن ٿا، سي سنڌ جي آزادي بعد سنڌ سرڪار جي حوالي ٿي سگهن ٿا. سنڌ ۾ تيل، گئس ۽ ٻين ڪاٽين جي نڪرڻ جا پڻ امڪان آهن. سنڌ ۾ بهترين ترقيءَ ۽ تعبير لاءِ ذريعا موجود آهن. جي انهن کي سنڌ جي مفاد لاءِ ڪتب آڻجي. تہ ٿوري وقت اندر سنڌ بي مثال ترقي يافتہ ملڪ ٿي سگهي ٿو.

### (ٿ) ”سنڌي پوئتي پيل هجڻ ڪري، موجوده سامراج کان آزادي حاصل ڪري نہ سگهندا.“

سنڌين ۾ قومي بيداري پيدا ٿي رهي آهي. ان ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ، حقيقتن کان منهن موڙڻ جي برابر ٿيندو تہ سنڌ جي متاهين طبقي جي اڪثريت مهاجر پنجابي سامراج جي ڊپ ۽ لالچ ڪري، انهن جي پويان هلي رهي آهي. پر جهڙيءَ طرح هو لالچ خاطر ڌارين جا پوئلڳ ٿي رهڻ لاءِ تيار آهن ساڳيءَ طرح سان هو سنڌين جي هٿ ۾ طاقت اچڻ بعد انهن جي پوئلڳيءَ ۽ فرمانبرداريءَ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. هي ابن الوقت هميشہ حالتن کي ڏسي، ڍنڍ جي پکين وانگر، ساون سرن ڏي رخ بلائيندا آهن.

### (2) سامراج مان آزادي ڪهڙي طرح حاصل ڪري سگهبي؟

پاڪستان جي حڪمران طبقي جي ڪوتاهہ نظريءَ بداعمالن ملڪي حڪومت کي مرڻ جي منجهيءَ تي آڻي ڇڏيو آهي. انهن حالتن ۾ مظلوم قومن جهڙوڪ بينگالين، سنڌين، بلوچن ۽ پناڻن ۾ بي آرامي روز بروز وڌڻ لڳي. جنهن ڪري گهٽي جدوجهد بعد بينگال آزادي حاصل ڪري ويو. بلوچ ۽ پختون آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. سنڌين ۾ بيداري پيدا ٿي چڪي آهي ۽ منجهن سنڌوديش تحريڪ جي نالي سان آزاديءَ لاءِ ڪوشش شروع ٿي ويئي آهي، ان سلسلي ۾ ڪيئي ماڻهو جيل يوڳي رهيا آهن ۽ ڪي ماريا ويا آهن.

اهڙين حالتن هيٺ ڪهڙي طرح سان بين الاقوامي راءِ عامہ هنن مظلوم قومن کي مهاجر پنجابي سامراج جي چنبي ۾ پيڙبو ڏسي گهڻو وقت ماٺ ۾

رهنــدي! روس، ڀــارت، عــرب دنيــا، افغانســتان ڀــين جمهوريــت ۽ آزادي پســند ملڪــن، هميشــه مظلــوم قــومن جــي مــدد پئــي ڪئــي آهــي. آئــون نٿــو ســمجهان تــه صحيح حقيقتن کان آگاهه ٿيڻ بعد هو فقط دنيا جي هن ڀاڱي جي قـومي آزاديءَ لاءِ وڙهنـدڙ مــاڻهن کـي اخلاقـي ۽ مـادي مـدد ڏيـڻ کـان انکـار کنـدا. سـنڌين کـي همـت کـري، پنهنجـي قـومي وجـود کـي پنهنجـي قربـانين ۽ لاڳيتـي جدوجهـد سـان تسـليم کرائڻـو آهـي، پـوءِ ڀـاڙهي وينـدا حـالات سـازگار ٿينـدا. هـڪ هـزار تربيـت يافتــه آزاديءَ لاءِ ڪــارڪن، ســامراجي طاقــت کــي زبــون کــرڻ لاءِ گهڻــو کجهــه کري سگهن ٿا.

جيڪـڏهن امريڪـا جهـڙو طـاقتور ملـڪ بـاوجود هيـڏيءَ طاقـت جـي، ويتنـام کـي غـلام رکـي سـگهڻ ۾ ڪاميـاب نـه ٿـي سـگهيو آهـي، تـه هـي مهـاجر پنجـابي مسـتقل مفاد سامراجي ڪيترو وقت ساريءَ سنڌ کي غلام رکي سگهندا.

ڪـي مــاڻهو جــو ائــين ظــاهر کــري رهيــا آهــن تــه، ”موجــوده مهــاجر پنجــابي سـامراج جـي گرفـت، سـنڌ تـي اهـڙو مضـبوط ٿـي وينـي آهـي. جـو ان مـان سـنڌ جـي آزادي مشــڪل پيئــي نظــر اچــي. خصوصــاً ان حالــت ۾، جــو اســان جــا ڏســٽا وائســٽا سياسـتدان، پيـر، وڏيـرا، ڪـامورا ڏاريـن جـي سياسـي تسـلط جـا اوزار بنجـي ڪـم کـري رهيـا آهـن، سـندن زبـان اختيـار کنـدا رهـن ٿـا، گهـرن ۾ اردو ڳالهائڻ ۾ فخـر سـمجهڻ لڳـا آهـن، پنجـابين کـي سـڳ ڏيئـي اقتـدار حاصـل کـرڻ لاءِ رسـتو همـوار کـرڻ ۾ شـرم نٿـو اچيـن، سـنڌين جداگانـه قـوم جـي وجـود کـان انکـار کنـدڙن سـان ٻـانهن ٻيلـي ٿـي، انهـن جـي پـوئلڳيءَ جـو آواز اٿـارين ٿـا وغيـره“ تـه آءٌ انهـن مـاڻهن جي انهن جملي دليلن کي بزدلي ۽ شرمناڪ نااميدي جي صفت سمجهان ٿو.

مـونکي پتـو آهـي تـه سـنڌين مـان ڪيترائـي اهـڙا آهـن، جـن هـر حـاڪم اڳيـان پـاڻ کـي کمـزور سـمجهي، پنهنجـي غلامانـه ذهنيـت سـبب ناچـارڳيءَ جـو دليـل پـيش کنـدا آهـن. اهـي انگريـزن جـي ڏيـنهن ۾ بـه هئـا، ۽ هـاڻي بـه آهـن. پـر انهـن جـي موجـودگي کـڏهين بـه حق جـي آواز کـي جهکـو کـري نٿـو سـگهي. سـنڌي هـزارن سـالن کـان جدا قـوم رهيـا آهـن ۽ هـر ٻـاهرئين تسـلط کـان آزادي پئـي حاصـل کئـي اٿـن. هـن سـامراج کـان بـه آزادي حاصـل کـري وينـدا. تـاريخ ثابـت کـري ٿـي تـه آخـر فـتح حق وارن کـي نصـيب ٿئـي ٿـي ”کـم مـن فئـة قليلـة غلـة فئـة کثيـره“ (قـرآن). يعنـي ”صـالح ۽ حـق وارا کٽـي ٿـورا هجـن، تـه بـه نـاحق وارن گهـٽن تـي فـتح انهـن جـي ٿيـٽي آهـي.“ سـنڌي حـق تـي آهـن سـندن حـاکم ۽ انهـن جـا ايجنـٽ نـاحق تـي آهن. انهيءَ ڳالهه جو اندازو هينين ڳالهين مان کري سگهبو:

1) سـنڌ جـا اصـل رهـاکو جـن مـان ڪـي عربـي نسـل جـا، ڪـي بلـوچ، ڪـي پٺـاڻ، ڪـي گجراتـي، ڪـي پنجـابي هئـا. سـي سـنڌ ۾ رهـڻ بعـد ان جـو ڪلچـر ۽ زبـان اختيار کري ويا آهن.

2) سنڌي هتي جا ڇاول نپنل آهن. سندن وڏا هن ملڪ ۾ دفن ٿيا آهن. انهن کي ملڪ سان اڪيچار محبت ٿي ويل آهي. اهي سنڌ جي زبان، ڪلچر، روايات، سياسي مفاد ۽ ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪندا رهن ٿا.

3) سنڌين مان جيڪڏهن ڪي واپار، گذر معاش خاطر ملڪ کان ٻاهر ويندا هئا، ته به اتان پيسا ڪمائي خرچ اچي سنڌ ۾ ڪندا هئا.

4) سنڌين ٻئي ڪنهن ملڪ قوم تي حملو نه ڪيو آهي. نه وري ڪنهن جو استحصال ڪيو آهي.

ٻئي طرف هاڻوڪا آيل مهاجر پنجابي سامراجي، هينين ذهن جا ڪارڻ بنيا آهن.

(الف) سنڌ ۾ 26 سال رهڻ جي باوجود هو نه سنڌي زبان سکيا آهن، نه انجو ڪلچر اختيار ڪيو اٿن. مورڳو سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي منظم طريقي سان ختم ڪرڻ جي پنيان اچي پيا آهن. سنڌ جي پاڻي پيئڻ، ڪاڏي ڪائڻ ۽ ان ۾ جاءِ پناهه ملڻ جي باوجود انهن پاڻ کي لکنوي، بدايوني، دهلوي سڏائي، ڪراچيءَ ۽ ٻين وڏن شهرن تي غير سنڌين جا نالا رکي، ان جي قديم روايات کي متائڻ جو گناهه ڪيو آهي.

(ب) هنن نون آيل ماڻهن کي سنڌوديش سان محبت نه آهي. هو سنڌين جي قوم ۾ سمائجڻ کان عار ڪن ٿا. نه وري سنڌي قوم جي وجود کي ئي هو مڃين ٿا، بلڪ خود ساخته پاڪستاني نظريه قوم جي بنياد تي هر سنڌي مفاد سان دشمني رکن ٿا. اتي ويني هو پاڪستان جو نالو پيا وٺن. سنڌ جو نالو سندن لاءِ ڄڻ گار ٿي پيو آهي. جيڪي ماڻهو سنڌو ديش جو نالو وٺن ٿا، تن کي پاڪستان جو دشمن، انتشار پسند ۽ علاقائي ذهنيت رکندڙ، اسلام جو مخالف سڏي، سندن نامزد ڪيل حڪومتن کان سزائون ڏيارڻ سندن پيشو ٿي پيو آهي.

(ت) ڪيترا پنجابي ۽ پناڻ هتان پيسا ڪمائي ٻاهر موڪلين ٿا ۽ مهاجر استحصالين مان پڻ ڪيترا پيسو ملڪ کان ٻاهر موڪلي رهيا آهن.

(ث) هي سنڌ کي ڪالوني طور ڪتب آڻي، اصل باشندن جي زبان سان نفرت رکن ٿا. جيڪڏهن ڪو سنڌيءَ ۾ تقرير ڪري ٿو ته ٻڌڻ کان انڪار ڪن ٿا. موٽرن، جاين ۽ رستن تي اردو نالا رکڻ لاءِ اصرار ڪن ٿا. اٿڻ ويهڻ ۾ حاڪماڻي غرور جو سلوڪ ڪري، سنڌين کي نفرت سان ڏسن ٿا. سندن اخبارون، ڪتاب ۽ تقريرون سنڌين خلاف زهر سان پريل رهن ٿيون. هو پنهنجي انهيءَ روش سان 'آئي ٽانڊي کي، بورچاڻي ٿي ويني'، جو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن.

(ج) هو سنڌين کي پاڻ ۾ ويڙهائي، نه رڳو مٿن حڪومت ڪن ٿا، پر سنڌ جو نالو وٺندڙ قوم پرستن کي، سندن سنڌي ايجنٽن کي لالچ ڏيئي، سزائون

ڏيارين ٿا. ۽ غلط ۽ ڊوڪي واري پروپيگنڊا ذريعي سنڌين جا دماغ مسخ ڪري، ڪين غلاميءَ سان مانوس ٿيڻ لاءِ ترغيب ڏين ٿا.

انهن جي اهڙن ڪردارن ڪري، سنڌين ڪي يقين ٿي ويو تہ پاڻ حق تي آهن ۽ هي سامراجي ناحق تي آهن ۽ قرآن هن آيت ۾ يقين رکي، سمجهن ٿا تہ سنڌن هي دشمن ضرور ختم ٿي ويندا:

”لَجاءَ الحق وزهق الباطل، اِنّ الباطل ڪان زهوقا“ (قرآن)

يعني، حق ڪامياب ٿيندو، ناحق فنا ٿيندو، بيشڪ ناحق فاني آهي.

## (3) آزاديءَ لاءِ ڌارين جي مدد وٺڻ گناهہ آهي

هي دليل بہ اپوجهہ ۽ صاف دل سنڌين کي ڀرغلائڻ لاءِ مهاجر پنجابي سامراج جي ايجنٽ ڏين ٿا تہ ”ادا هي سامراجي تمام طاقتور آهن، لشڪر سنڌن حوالي آهي، ٻاهرين ملڪن ڪان هنن کي جنگي جهاز ملي رهيا آهن، هي علم ۽ عقل ۾ زياده آهن، اخبارون سنڌن نالي آهن، سنڌي پاڻ ۾ وڙهيل آهن ۽ سنڌن سياستدان ڏسو تہ ذاتي غرضن خاطر ڌارين جا غلام ٿي ويا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ بيسود آهي. ٻاهرين حڪومتن ڪان مدد وٺڻ سان وري انهن جي ماتحت ٿي ويندا سون. تنهنڪري هي مسلمان ڀائر آهن، انهن جي غلاميءَ تي رضامند رهڻ گهرجي.“ اهي سڀ ذليل پڻ بزدلي ۽ ڊوڪي وارا آهن. اها ڳالهہ ڪنهن ڪان ڪانہ لڪل آهي تہ سامراجي طبقو هميشه طاقتور ٿيندو آهي. محڪوم ماڻهو هر ڳالهہ ۾ پوئتي پيل هوندا آهن. جن ۾ ڪي ٿورا اهڙا نڪرندا آهن، جي قومي غيرت جي آڌار تي هر قسم جون تڪليفون برداشت ڪري مقابلي لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. ليڪن مصيبتن سهڻ بعد، سنڌن تعداد آهستي ٿي وڌندو ويندو آهي. جنهنڪري نہ رڳو ملڪ اندر ڪين ايماندارماڻهن جي همدردي ۽ مدد نصيب ٿيندي آهي، پر بين الاقوامي طور هر ملڪ جا ايماندار ۽ قوم پرست ماڻهو ۽ حڪومتون سنڌن مدد لاءِ نڪري نروار ٿينديون آهن. جيئن الجيريا، ويتنام، بنگلاديش ۽ عربن لاءِ ٻاهريون مددون مليون هيون، يا ملي رهيون آهن.

هڪ طرف سامراجي طاقتون، سنڌن هم طبقي حڪومتن جي مدد ڪن ٿيون، تہ ٻئي طرف قوم پرست ۽ جمهوريت جا طرفدار ماڻهو ۽ ملڪ محڪوم ۽ مظلوم قومن جي مدد ڪن ٿا. دنيا ڏسي ورتو تہ بنگلاديش ۾ آمريڪا، پاڪستاني ظالم سامراجي جي مدد ڪئي، ۽ روس ۽ ڀارت بنگلاديش جي مظلومن کي مدد ڏيئي آزاد ڪرايو.

مهاجر پنجابي مستقل مفاد صحيح طور مومن نہ آهن، ڇاڪاڻ تہ اسلام ۾ وطن کي ايمان جو جزو سڏيو وڃي ٿو. هي ان کي بت سمجهي ڌڪارين ٿا.

تنهنڪري هو ڪهڙيءَ طرح سان مومن سڏجي سگهندا. اسلام ۾ ڪنهن شخص ۽ قوم جو حق مارڻ ڏوهه آهي. ليڪن هنن جو دين ايمان سنڌين جا حق غصب ڪرڻ آهي. اسلام هڪ پيءَ جي ڇئن فرزندن کي هڪجهڙي ملڪيت ۾ ورثي ملڻ جو حق رهي ٿو. هي مهاجر پنجابي ساري ملڪ تي، خود ساخته اسلام جي نالي ۾ قبضو ڪريو وينا آهن. هنن ته خدا کي به پنهنجو محتاج تصور ڪيو آهي. جنهن مطابق خود خدا به بانهي کان پڇي پوءِ ڪم ڪندو آهي. ليڪن سنڌي بقول شاهه: ”واڳ ڌڻيءَ جي وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيڻي“ ۾ اعتماد رکن ٿا.

ٻئي پاسي هن حڪمران طبقي وٽ آمريڪا کان مدد وٺي،اهي اوزار سنڌين ۽ ٻين ملڪي قومن کي غلام رکڻ لاءِ ڪم آڻڻ جائز آهن. اهي هٿيار هو انهن کان جنگي عهدناما ڪري حاصل ڪن ٿا. هو عربن کان تيل خريدي آمريڪا موڪلين ٿا. هو ايران کان اسرائيل کي تيل ڏيارڻ ۾ هرج ڪونه ٿا محسوس ڪن. ليڪن هزارن ورهين جي جدا ملڪ ۽ قوم سنڌ جي ماڻهن کي، مهاجر پنجابي سامراج ۽ استحصال کان بچڻ لاءِ ڀارت يا افغانستان يا روس کان مدد ملي ته ان کي هو ڪفر سمجهن ٿا. ڪين ياد ڪرڻ گهرجي ته سنڌي هاڻي سندن اهڙي ڪفر جي فتوائن کان نٿا ڊڄن. ڀلي هو سؤ بار فتوائون ڏيندا رهن، پر سنڌي سندن سامراج کان جان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ کان باز نه ايندا. جيڪڏهن ٻين کي غلام رکڻ لاءِ ڌاري مدد وٺڻ ڏوهه نه آهي، ته سنڌين کي آزاديءَ لاءِ جمهوريت پسند قوم پرست، سوشلسٽ ۽ سيڪيولر طاقتن جي مدد وٺي آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ڪهڙو ڏوهه ٿيندو؟

سنڌي، سنڌ جي جملي رهاڪن کي بنا تميز مذهب جي هڪ قوم سمجهن ٿا. ان ڪري سنڌ مان زوريءَ لڏايل سنڌي هندن کان مدد وٺڻ يا ڪين موٽائي آڻڻ ۾ حق بجانب ٿيندا. ڀارت جا سنڌي هندو، سنڌي قوم جا فرد آهن. هنن جي ٻولي ساڳي آهي، روايات ساڳيا آهن. مذهبي نقطه نگاهه کان هنن مان گهڻا گرونانڪ ۽ سنڌي درويش شاهه عنايت صوفي، شاهه لطف، سچل سرمست، روحل ۽ شاهه جهانيان جا معتقد آهن. هو محبت (پريم) جا پوڄاري آهن، نفرت کان پري آهن. تنهنڪري هو هنن غاصبن، نفرت جي پوڄاري، فسطائي اسلام جي حامين، سامراجي ۽ نالي خاطر مسلمانن کان اسان کي وڌيڪ ويجها آهن.

تازو مثال بينگالي هندن جو آهي. جڏهن ايرندي بينگال تي سامراجي تسلط جاري رکڻ لاءِ هن نام نهاد مسلمانن قتل و غارت شروع ڪيو، ته سندن مدد لاءِ بنگالي هندو آيا هئا. جن جي اثر ڪري، ڀارتي سرڪار مجبور ٿي، بنگلاديش قائم ڪرڻ لاءِ بينگالي مسلمانن جي مدد تي آئي.

ان وانگر جيڪڏهن سنڌ مان لڏي ويل سنڌي هندو، پنهنجي هم قوم سنڌين کي مدد ڏين ۽ ڀارتي سرڪار کي مجبور ڪري، سنڌن مظلوم سنڌي ڀائرن جي مدد لاءِ تيار ڪن، ته ان ۾ ڪهڙو ڏوهه آهي. اها فطري ڳالهه آهي.

سنڌ جي آزاديءَ بعد گهڻا سنڌي هندو، جي هن وقت ڀارت اندر چڱي جائداد ۽ نوڪريون حاصل ڪري ويا آهن، سي شايد پوئتي موٽي نه به اچن. پر جيڪي موٽي ايندا سي اُهي هوندا، جن کي وطن لاءِ محبت هوندي. هو صرف ان جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ ايندا ۽ استحصال لاءِ نه ايندا. هنن کي خبر آهي ته سنڌين سندن هم مذهب مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو استحصال نه قبولي، انهن جي مخالفت ڪئي آهي، سي ڪيئن سندن مستقل مفاد استحصال قبول ڪندا. ڪثير تعداد سنڌي هندو، هن وقت ڀارت جي سماجي زندگيءَ ۾ سمائجي ويا آهن. ممڪن آهي ڪيترا منجهانئن ته اسان جي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ دلچسپي وٺن، ۽ نه وري اتان ٺهيل ٺڪيل زندگيءَ کي ڇڏي موٽي هتي اچن. هتي صرف اهي ايندا، جن کي اسان جي قومي آزاديءَ ۾ اصولن ڪري همدردي هوندي. اُهي جنگ آزاديءَ ۾ شامل ٿيڻ ڪري، سنڌ ۾ اسان سان هڪجهڙا حصيدار ٿي سگهن ٿا. اسان مذهب جي بنياد تي قوم ۾ اعتماد نٿا رکون. تنهنڪري هنن کي سنڌ جي اقتصادي خوشحالي ڪلچرل ترقيءَ ۾ ملڪي تعمير لاءِ مجموعي ساٿ خاطر شريڪ ڪري، ڪم ڪنداسون.

هن سلسلي ۾ سنڌ جي مجموعي مفاد کي هينين اصولن پٽاندڙ تورڻو آهي:

(الف) سنڌ جي سياسي طرح مڪمل آزادي.

(ب) سنڌ جي اقتصادي خوشحالي.

(ت) سنڌ جي ڪلچرل ترقي.

(ث) سنڌ جي ملڪي تعمير.

تنهنڪري جيڪي به ماڻهو اسان سان مٿي ذڪر ڪيل مقصدن لاءِ مدد ڪندا، تن کي سنڌي سمجهيو ويندو. پوءِ اهي ڀارتي هندو هجن يا موجوده مهاجر پنجابي هجن، جي دائمي طور سنڌ ۾ رهڻ گهرندا. پر پوئين گروهه لاءِ هينيان شرط قبولڻ لازمي هوندا:

(الف) نظريه پاڪستان يعني مذهبي قوميت جي تصور ۽ اردو زبان جي فوقيت وارن خيالن کي ترڪ ڪرڻو پوندن.

(ب) سنڌ ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن کي بنا تفاوت مذهب جي سنڌي قوم جو فرد ڪري تسليم ڪرڻو پوندن.

(ت) سنڌ کي پاڪستان کان ٻاهر ڪڍي، مڪمل آزاد ڪرڻ ۾ ايمان هوندن.

ان جي ابتڙ جيڪي بہ ماڻهو سنڌ کي پاڪستاني سامراج کان ٻاهر نڪرڻ ۾ رنڊڪون وجهندا، يا پاڪستان جي مفاد کي سنڌي مفاد تي ترجيح ڏيندا، پوءِ اهي اصل سنڌي مسلمان هجن يا مهاجر ۽ پنجابي هجن، تن کي دشمن سمجهڻ لاءِ اسان حق بجانب آهيون.

هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي تہ جڏهن سنڌي هندو هتي سنڌ ۾ هئا تہ انهن جا مستقل مفاد هڪ روپئي تي هڪ ٽڪو نفعو وٺندا هئا تہ ان تي هتي جي عوام اعتراض ورتو هو. جنهن ڪري اختلاف پيدا ٿي پيا هئا. هاڻي هي ماڻهو هڪ روپئي تي هڪ روپيو نفعو ڪمائين ٿا، تن کي اسان ڪهڙيءَ طرح اسلام جي نالي ۾ پنهنجو ۽ پنهنجي وطن جو استحصال ڪرڻ ڏينداسين.

اسان هيءَ ڳالهہ بہ وساري نٿا سگهون تہ سنڌين جڏهن بہ جداگانہ قوم، سياسي آزادي، اقتصادي حقوق ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ آواز اٿاريو آهي تہ انهن کي اسلام جو دشمن، پاڪستان جو باغي. علائقائي تعصب رکندڙ، انتشار پسند سڏي سخت سزائون ڏنيون ويون آهن. پاڪستان جي قيام کان وٺي مرڪزي حڪومتن تي قبضو مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو رهيو آهي. اخبارن، پيسي، ڪارخانن ۽ واپار تي هنن جي قبضي رهڻ ڪري، سنڌين جي حالت ذري گهٽ ريڊ انڊين جهڙي ٿيندي وڃي.تنهنڪري اهڙي سامراج کان ٻاهر نڪرڻ سنڌي پنهنجو جنم جو حق سمجهن ٿا. هاڻ هو اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي ڌوڪي هيٺ گمراهہ نہ ٿي سگهندا.

**(4) سنڌ کي پاڪستان کان جدا ٿيڻ بعد نصان پهچندو**

مهاجر پنجابي سامراج جا طرفدار ۽ انهن جا سنڌي ايجنٽ اهو دليل بہ ڏين ٿا تہ سنڌو ديش قائم ٿيڻ بعد پنجاب استحصالي مستقل مفاد، انهيءَ جو پاڻي بند ڪري، سنڌ جي زراعت کي سڪائي، سنڌي معيشيت کي تباهہ ڪري ڇڏيندو.

انهيءَ مسئلي تي غور ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ بعد پنجابي حڪومت سنڌ سرڪار سان پاڻيءَ بابت 1945ع ۾ڪيل عهدنامن خلاف نوان بيريج ٻڌي پاڻي ڪٽي، سنڌ کي اڳيئي گهڻو نقصان پهچايو آهي. پاڪستان جي حڪومت مهاجر پنجابي سامراج جي هٿ ۾ هئڻ ڪري، پنجاب جي ان ڳالهہ ۾ هر طرح هي تائيد پئي ڪئي آهي. جنهن کان آزاد ٿيڻ لاءِ ڪروڙها روپيا خرچ ڪري رهيا آهن. هاڻ وڏيڪ پاڻي ڪٽي نٿا سگهن، جي ڪٽيندا تہ اهو وڌيڪ پاڻي سنڌن تباهيءَ جو باعث بڻيو. البت جنهن سال نڌين ۾ گهٽ پاڻي هوندو، ان وقت سنڌ کي ٿورو پاڻي ڏيئي، نقصان ۾ وجهي سگهن ٿا. ليڪن ان حرڪت کان پاڪستان جي موجودگي ڪهڙيءَ طرح پنجاب سرڪار کي روڪي سگهندي! اها تہ مورڳو ڪين ان ناجائز قدم کڻڻ لاءِ چوٽ

ڏيندي. جنهن سال دريائن ۾ پاڻي گهٽ ٿيندو، ان سال هو ڪنهن به طرح پاڻي روڪي نه سگهندا. نه ته پنجاب سيلاب هيٺ اچي تباهه ٿي ويندو، جهڙو مثال هن سال 1973ع ۾ ٿيو. ڀارت ڪي پنجاب سرڪار پنجاب ۾ نون بيراجن ناهڻ لاءِ پيسن ونڻ بعد، ٿن ندين جو پاڻي ڏئي ڇڏيو هو. ليڪن پاڻي گهٽي ٿيڻ ڪري ڀارت وارن به زياده پاڻي پاڪستان موڪلي ڇڏيو. جنهن نه صرف پنجاب کي ٻوڙيو، پر سنڌ ۾ ٻوڏون ٿيون. تنهن ڪري پاڻيءَ جو مدار وري گهٽي ۽ ٿوري پاڻيءَ وارن سالن تي رهندو. تفاوت صرف اهو ٿيندو ته پاڪستان جي وجود ڪري، اسان پنجابين جا محتاج ۽ دست نگر ٿي ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ رهنداسون، اسان جو ڪوبه تدارڪ نه ٿي سگهندو. پر آزاديءَ جي حالت ۾ برابريءَ جي درجي ڪري، اسان سندن سمنڊ جي رستي واپار جو رستو بند ڪري، ان تي ٽيڪسون وجهي، ڏي وٺ جي اصولن تي ڪين تنگ ۽ مجبور ڪري، ڪانئن پنهنجا واجبي سوال مڃائي سگهنداسون. پنجاب چوڌاري زميني گهيري ۾ آهي. سندس هڪ طرف ڀارت، ٻي طرف پختونستان، ٽي صرف بلوچستان ۽ چوٿين طرف سنڌ آهي، ڪيترا اهل پنجاب گذرمعاش لاءِ سنڌ ۾ رهن ٿا، انهن جو دروازو سندن ملڪ جي غلط روش سبب، اسان وٺ بند ٿي سگهي ٿو.

## (5) پاڪستان دنيا جو وڏو ملڪ آهي

پنجون دليل سنڌي عوام کي مهاجر پنجابي سامراجي ۽ سندن ايجنٽ، پنهنجي تسلط هيٺ رکڻ لاءِ، اهو ڏين ٿا ته پاڪستان دنيا جي وڏي اسلامي سلطنت آهي، انهيءَ کي ٽوڙڻ ڪري اسلام کي نقصان پهچندو. اها ڳالهه به سراسر غلط آهي. پاڪستان دنيا جي وڏي اسلامي سلطنت نه آهي. انڊونيشيا، روس، چين، ڀارت ۽ بنگلاديش ۾ هن کان وڌيڪ مسلمان رهن ٿا.

ازانسواءِ اهو به صحيح نه آهي ته پاڪستان جي ٽٽڻ ڪري، اسلام کي نقصان پهچندو. پاڪستاني حڪومتن جو اسلام سان واسطو ڪونه رهيو آهي.اهڙا نعرا حڪمران طبقي سنڌي عوام جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن جهڙوڪ: سنڌي قوم ۽ سنڌوديش جي آزادي ترقيءَ ۽ تعمير کان هٽائي، سندن سامراج ۽ استحصال قائم رکڻ لاءِ هنيا ٿي.

پاڪستان جي سرزمين تي ان حڪمران طبقي، جهڙيءَ طرح اسلام جي مٽي پليت ڪئي آهي، ان جو مثال دنيا جي ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ ملي نه سگهندو، اسلامي آئين جي نالي ۾ سنڌين، بينگالين، بلوچن ۽ پختونن جي هزارها سالن جي قومن کي سندن حق خودداراديءَ کان محروم ڪري، اقليت بنايو ويو آهي. اسلامي قانون جي نالي ۾ ماڻهن جي بنيادي حق کسي،

جمهوريت کان محروم ڪيو ويو آهي اسلامي ريپبلڪ ملڪ تي نالو رکي، ان ۾ جوا، شرابخوري ،زنا، استحصال ۽ هر قسم جو ظلم جاري رکيو ويو آهي ملڪ جو حاڪم مسلمان هئڻ لازمي نهرائي، ان تي اڪثريت حاڪمن جي شرابي، بداخلاق، استحصالي، ڪوڙن بي اصول ماڻهن جي رکي آهي. پاڪستان جون حڪومتون آمريڪا ۽ ان جي حواري سامراجين جو ايجنٽ ٿي رهيون آهن، جن جو عرب ملڪ تي اسرائيل جي مسلط ڪرڻ ۾ وڏو هٿ آهي. حقيقت اها آهي تہ پاڪستان بنجڻ بعد اسلام جي نالي ڪي غلط طرح جي استعمال ڪرڻ ڪري، اسلام کي وڏو نقصان پهتو آهي. انهي سبب جي ڪري نوجوان طبقو مورڳو مذهب کان منحرف ٿيندو وڃي.

سنڌو ديش جي آزادي، انهن جي سرزمين ۾ پاڻ صحيح اسلامي تعليم رائج ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي، ۽ اسلام جي نالي ۾ تشدد جي استعمال، امريڪا سامراج جي غلامي، سامراجي طاقتن سان جنگي عهدنامن جي قيد، سياست ۽ مذهب جي گڏي هلائڻ جي ڪيڏبازيءَ ۽ ڌارين جي استحصال کان اسان جي جان آزاد ٿي پوندي.

ماڻهو اڳي ئي انهيءَ ظلم ۽ استحصال کان جدا ٿي، بنگلاديش قائم ڪري چڪا آهن. ان جي وجود مان پختون، بلوچ ۽ سنڌي سخت ڏکويل آهن، رات ڏينهن ان جي خاتمي لاءِ خدا جي حضور ۾ ٻاڏائي رهيا آهن.

هاڻي سوال اٿندو تہ سنڌوديش ان سامراجي تسلط کان ڪهڙيءَ طرح آزادي حاصل ڪري سگهندو، خصوصاً ان حالت ۾ جڏهن امريڪي سامراج ۽ ان جا طرفدار ملڪ ۽ مڪافي خود مطلب سنڌي، هن جي قائم رکڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ان سوال تي غور ڪرڻ کان اڳ، بهتر ائين آهي تہ پهرين مهاجر پنجابي سامراجي ڪهڙن حربن سان اسان کي غلام رکيو اچن ٿا، انهن تي ڌيان ڏيون. ٿوري فڪر ڪرڻ بعد پتو پوندو تہ اسان تي تسلط قائم رکڻ لاءِ هي هينيان چار حربا استعمال ڪيا وڃن ٿا:

1) مسلم قوم جي نظرئي جو حربو.
2) جمهوريت جي نالي جو حربو.
3) تشدد جو استعمال.
4) سنڌي ايجنٽن جو استعمال.

## (1) نظرياتي حربو

ان حربي ذريعي مهاجر پنجابي سامراجي سنڌين ۽ ٻين قوميتن جي ماڻهن جا اسلام، پاڪستان، مسلم قوم، نظام اسلامي وغيره نعرن جي ڌوڪي هيٺ ذهن مسخ ڪري پنهنجي غلاميءَ ۽ زبردستيءَ تي رهڻ لاءِ ڪين رضامند ڪن ٿا، مهاجر پنجابي سامراجي قوميت جو نظريو انڪار وطن جي بنياد تي، مذهب اسلام جي نالي ۾ سند سان پيش ڪن ٿا. مگر اهو نظريو هرگز اسلامي نہ آهي، بلڪ خالص فسطائي نظريو آهي، جنهن کي اسلام جو رنگ ڏيئي، ماڻهن جا ذهن مسخ ڪيا وڃن ٿا.

جڏهن کان سنڌي نوجوان حڪمران طبقي جي ان غلط بيانيءَ ۽ فريب ڪاريءَ کان واقف ٿيڻ لڳو آهي تہ مهاجر پنجابي سامراج حڪومت جي مشنري جهڙوڪ ريڊيو، ٽيليويزن، اخبارن وغيره معرفت انهن ڌوڪن کي مقبول عام بنائجي زور شور سان ڪوشش شروع ڪئي آهي. موجوده پٽي حڪومت جي گيوبلس (مولوي ڪوثر نيازي) جو انهيءَ سلسلي ۾ ملن ۽ مولوين کي منظم ڪرڻ، رهيل هندن سان سنڌ ۾ ظلم ڪرڻ، انهيءَ پاليسيءَ جون ڪڙيون آهن. ڇئن قومن جي پرچار خلاف آرڊيننس پاس ڪري سزائون ڏيڻ، ان فڪر جي ڪتابي رسالن ۽ اخبارن تي بندش وجهڻ ذريعي پڻ اهي ماڻهو پنهنجا ساڳيا مطلب پورا ڪرڻ گهرن ٿا.

سنڌي قومپرست انهن ڳالهين کان پست همت نٿا ٿين، بلڪ راهبانہ صبر سان انهن سمورن گمراهہ ڪندڙ نعرن جي ڦندي کان بچڻ لاءِ دليل ڏئي پنهنجي پڙهيل طبقي جا ذهن صاف ڪرڻ گهرن ٿا. ڪين قوي اميد آهي تہ سنڌو ديش قائم ٿيڻ بعد مٿي ذڪر ڪيل پروپيگنڊا کي ختم ڪري سگهندا.

## (2) جمهوريت جي نالي ۾ غلط پروپئگنڊا جو استعمال

جمهوريت جديد دنيا ۾ نهايت مقبول ترين نظريو آهي. ان کان تہ ڪوبہ انڪار ڪري نہ سگهندو. پر هتي پاڪستان ۾ جهڙي طرح اسلام جي سهڻي نالي کي بدنام ڪري، ان مان ناجائز فائدو ورتو ويو آهي، اهڙيءَ ساڳيءَ طرح هتي جمهوريت جي نالي جو بہ غلط استعمال ڪيو ويو آهي. جمهوريت ۽ قوم پرستي لازم ملزوم ڳالهيون آهن. سنڌ سنڌن جدا قوم جي اصول قبول ڪرائڻ کان اڳ جمهوريت کي ڌوڪو سمجهن ٿا. جمهوريت ۾ شخصي آزادي، انسانن جا بنيادي حق قائم رکڻ بعد مختلف معاملن فيصل ڪرڻ لاءِ اڪثريت جي راءِ مطابق ڪاروبار هلائبو آهي. پر پاڪستان ۾ اهي سڀ ڳالهيون عدم موجود

رهيون آهن. هڪ طرف اسلام، پاڪستان، مسلم قوم وغيره جي نالي هيٺ، شخصي راءِ ۽ آزاديءَ جو گلو گهٽيو وڃي ٿو، ته ٻي طرف سنڌين جي جدا قومي وجود کان انڪار ڪيو وڃي ٿو. اسلام جي عقيدن کان متحرف ٿي، ٻئي مذهب اختيار ڪرڻ تي بندش نه آهي، پر مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين جي اسلامي تشريح، پاڪستاني سامراجيت ۽ مذهبي قوميت جي نظرين خلاف، راءِ جي اظهار ڪرڻ کي گناهه سمجهي، سزا ڏني وڃي ٿي.

ان مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته هزارن ورهين جي سنڌ ملڪ ۽ قوم کي خود جمهوريت جي نالي ۾ غلام رکيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح هڪ جدا قوم کي، پنجابي قوم جي دائمي ۽ ڪڏهن به نه بدلجندڙ اڪثريت هيٺ غلام رکي، انهيءَ خلاف اظهار راءِ تي به بندش وڌي وڃي ٿي. اها ڪهڙي قسم جي جمهوريت آهي؟ سنڌي ته اهڙي جمهوريت جو نالو ٻڌي ڏڪي وڃن ٿا. هاڻي سنڌين کي حڪمران طبقي جي هن خودساخته جمهوريت جو پتو پئجي ويو آهي. هيءَ نالو صرف دنيا کي ڊوڪو ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. هاٿيءَ جا کائڻ جا ڏند هڪڙا ۽ ڏيکارڻ جا ٻيا هوندا آهن. هي سامراج فسطائي سياست تي هلن ٿا، ليڪن نالو جمهوريت جو وٺن ٿا.

دنيا ۾ ڪا به نندي، ٿوري تعداد واري قوم، دائمي اقليت جو درجو قبول ڪري ڪنهن پاڙي واري هم مذهب يا هم زبان وڏيءَ ۽ گهڻي تعداد واريءَ قوم جي دائمي اڪثريت هيٺ، پنهنجي انفراديت وڃائي غلام بنجي رهڻ پسند نٿي ڪري. اهڙيءَ حالت ۾ سنڌين ڪهڙو ڏوهه ڪيو، جو اسلام، مسلم قوم ۽ پاڪستان جي نالي ۾ هڪ طرف ڪين مهاجر پنجابي سامراج جي ماتحت رکيو وڃي ۽ هو ان تي راضي ٿي ويهي رهن!

اهڙيءَ جمهوريت کي نه مڃڻ ڪري، قوم پرست ڪارڪنن کي سزائون ڏنيون وڃن ٿيون. خان عبدالغفار خان، عبدالصمد خان، شهزاده عبدالڪريم، خير بخش مري، عطاالله خان مينگل ۽ آءٌ سڀ انهيءَ گناهه هيٺ سزائون ڪاٽيندا رهيا آهيون.

تازو 17 جنوري 1974ع تي ڪن نوجوانن منهنجي سالگره گورنمينٽ کان اجازت وٺي ملهائي. ان ۾ حاضر ماڻهو جن ۾ منهنجو فرزند امداد محمد شاهه، سيٺ تيرٿداس ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو هئا، جن ڪا تقرير نه ڪئي ۽ صرف ان مجلس ۾حاضر هئا. انهن کي گرفتار ڪري، 14 ڏينهن لاڪپ ۾ بند ڪري، هٿڪڙيون هڻي، سي ڪلاس ۾ رکي، ڏوهارين جهڙي ماني کارائي ويئي ۽ سزائون ڏنيون ويون. هي انگريزي سامرا ج جا پرورده، فسطائي نظرئي جا حامي، آمريڪن سامراج جا ايجنٽ، جمهوريت جي نالي ۾ ماڻهن کي سزائون

ڏيئي تنگ ڪن ٿا. ان مان پتو پئجي سگهي ٿو ته هنن وٽ جمهوريت جي معنىٰ ڪهڙي آهي!

### (3) تشدد جي حربي جو استعمال

هن سلسلي ۾ مٿي وضاحت سان بحث ٿي چڪو آهي، ڪهڙيءَ طرح مهاجر پنجابي مستقل مفاد پسندن طبقاتي مفاد خاطر هندستان کي ڀاڱا ڪرائي، پاڪستان ۾ شامل ٿيل رياستن (بينگال، سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان تي انگريزن جي مدد سان سامراج قائم ڪرڻ بعد، لشڪر ۽ پيسي جي زور تي مٿن تسلط ڄمايو). انهن جي قومي وجود کان انڪار ڪندي، انهن جو استحصال ڪري چڪا آهن. ان خلاف جڏهن سنڌين طرفان سندن سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ آواز اٿاريو ويجي ٿو، ته ان کي هڪ طرف خودساخته قومي نظرين، ٻئي طرف فسطائي جمهوريت، ٽئي طرف ڏنڊي جي زور تي گهٽيو ويجي ٿو.

انهيءَ لاءِ اسلام جي فسطائي تشريح، بني اميه سامراج جي سنڌ تي فتح جا داستان، محمد بن قاسم کي اسلام جو علمبردار بنائڻ جهاد جي نالي ۾ تشدد جي تعليم ، پروارن ملڪن خلاف نفرت جا حربا هڪ طرف استعمال ڪن ٿا، ته ٻئي طرف پنجابي اڪثريت ملٽري طاقت، ڪارن قانون جي ڪتب آڻڻ، قوم پرستن کي جيلن ۾ وجهڻ، مخالفن کي قتل ڪرائڻ جا طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا.

هن وقت سنڌ ۾ ڪي بي غيرت، بزدل ۽ خود مطلب ماڻهو انهيءَ تشدد جي استعمال ڪري دٻجي ويا آهن. پر مونکي يقين آهي سنڌ ۾ باضمير، غيرت مند ۽ باهمت وطن دوست ماڻهو اڃا پيا آهن.

اڃا پڻ آهين، جي سزوار سڱين جا (شاهه)

اهي انهيءَ تشدد جي حربي هيٺ هجي، حق جو آواز ڪڍڻ کان باز نه ايندا. شاعر چوي ٿو ته:

ڪاتيءَ هينان ڪنڌ، پوءِ به نعرا نينهن جا،
سنڌڙيءَ جو سوڳنڌ، مرنداسين پر مرڪندي.

(اياز)

### (4) سنڌين کي ويڙهائي ايجنٽ پيدا ڪرڻ:

سامراجين جو قديم زماني کان دستور پئي رهيو آهي، ته محڪوم قومن جي ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي، هڪ ٻئي کي لالچ ۽ خوف ذريعي پنهنجو ڪري،

منجهائن ايجنٽ بنائي، حڪومت ڪندا آهن. روم جي سامراجين ان اصول تي راڄ ڪيو. انگريزن به نقش قدم تي هلندي، برصغير ۾ هندن، مسلمانن، شاهوڪارن، جاگيردارن مان ايجنٽ پيدا ڪري، ملڪ تي حڪومت ڪئي. هنن اهڙن ايجنٽن مان ڪن کي انهيءَ دلاليءَ جي صلي ۾ خانصاحب بهادر، راءِ صاحب، راءِ بهادر ۽ سر جا لقب ڏيئي خوش ڪيو، ته ڪيترن کي جاگيرون، نوڪريون، ۽ واپار جون سهوليتون ڏيئي، منجهائن مستقل مفاد پيدا ڪري، انهن جي مدد سان پئي حڪومت هلائي. اهو سرشتو عارضي طور بيشڪ ڪامياب ٿيو، پر دير تائين هلي نه سگهيو. هن وقت ڪٿي آهن انگريز، ڪٿي آهن سندن چاڙتا؟ البت اڄ انگريزن جا پيدا ڪيل هي مهاجر پنجابي مستقل ۾ نئون روپ ڌاري، آمريڪا جا ايجنٽ بنجي، سنڌين کي ويڙهائي ان مان پنهنجا چاڙتا پيدا ڪري، حڪومت پيا هلائين.

سنڌ جو عوام ڪجهه سوشلزم جي نالي ۾ ۽ ڪجهه اسلام جي نالي ۾، پٽي جي ڪوڙن دلاسن ۽ لالچ تي گمراهه ٿي، مهاجر پنجابي غلاميءَ هيٺ ڇڪجي ويو. پر دوربين نظرون ڏسي رهيون آهن، ته ڪهڙيءَ طرح هي طلسم ٽٽي رهيو آهي. انشاءالله جلد مهاجر پنجابي سامراج جي نئين ايجنٽ سان گڏ پاڪستان جو پنجوڙ به پرزا پرزا ٿي ويندو. سنڌ جي عوامي شاعر محمد ابراهيم، 'منشيءَ' سچ چيو آهي ته:

ڪڏهن چار ڏينهن هت چنيسر به هو،
ڪڏهن چار ڏينهن مير جعفر به هو،
ڪو هت لاڙڪاڻي جو ليڊر به هو،
ڪڏهن سر، ڪڏهن ڪو ڏهيسر به هو،
تون به تن ساڻ تاريخ کي رنگ ڏي،
ڪڏهن قوم تو مان به ويندي ڇٽي،
رات ويندي ڪٽي، باک ويندي ڦٽي،
تون پلي وقت کي واجهه سان ونگ ڏي،
رات ويندي ڪٽي، باک ويندي ڦٽي!

(منشي)

ايرانين، يونانين، عربن، مغلن ۽ انگريزي سامراجن کان سنڌي قوم پاڻ ڇڏائي، آزاد ٿي ويئي. هي مهاجر پنجابي ڪهڙي شيءِ ٿيندا آهن، جو هن شاندار ماضيءَ واريءَ باغيرت قوم کي گهڻو وقت غلام رکي سگهندا! تاريخ شاهد آهي ته، رومن ايمپائر، تي سامراج ۽ انگريزي سامراج، اڄ ماضيءَ جا نشان وڃي رهيا آهن. هي غلام ابن غلام، ڪٿي تا دير تائين سنڌين کي غلام رکي سگهن.

سنڌ سان جنهن سنڌيءَ تازو بيوفائي ڪئي، اهو مسٽر محمدعلي جناح هو. هو جيتوڻيڪ ڄائو نپنو سنڌ ۾ هو، پر گهڻو وقت بمبئي ۾ رهڻ ڪري هن جا تعلقات مسلم اقليت وارن صوبن جي مسلم مستقل مفاد سان منسلڪ ٿي ويا هئا. ان ڪري هن سنڌين جي مفاد ۽ بيوفائي ڪري، اقتدار ۾ طبقاتي مفاد خاطر، جي ڪٽا ڪم ڪيا آهن، ان جو ذڪر پيش ٿي چڪو آهي. اهڙيءَ طرح بيو سنڌي جنهن اقتدار ۾ اچڻ ۽ ان کي قائم رکڻ خاطر، سنڌي مفاد کي نقصان پهچايو آهي، سو مسٽر ذوالفقار علي خان ڀٽو آهي. هن جي دور حڪومت ۾ سنڌ سان جيڪي ظلم ٿيا آهن، انهن جو ذڪر تفصيل سان مٿي پيش ٿي چڪو آهي.

اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ ڪي ماڻهو حق کي ڇڏي، ناحق جي پوئلڳي اختيار ڪرڻ لڳن ٿا. جهڙيءَ طرح ڪرستانن مان ڪن سندن پيغمبر حضرت عيسىٰ عليه السلام کي صليب تي چاڙهائڻ واريءَ يهود قوم جي مجرمانہ ڪارنامي کي وساري، هن وقت ڪين عربن مٿان مسلط ڪرڻ لاءِ مدد ڏيڻ شروع ڪئي آهي. جهڙيءَ طرح عربن کي اگرچہ رسول اڪرم، جهالت جي اونداهہ مان ڪڍي، بام عروج تي پهچايو. انهن جي صلي ۾ رسول جي ڏهٽي امام حسين عليه السلام کي اولاد سميت بيگناهہ شهيد ڪري، سندن سر نيزي تي گهمائي ڏڙ تي گهوڙا ڊوڙائي، ظالم ۽ فاسق باسق بادشاهہ يزيد کي، ذاتي لالچن ۽ فائدن خاطر اسلام جو خليفو مقرر ڪيو.

اڪثر حق جي آواز اٿاريندڙن کي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون آهن، ۽ ظالم ظاهري ڪاميابي حاصل ڪندا آهن. ليڪن تاريخ شاهد آهي تہ حضرت عيسىٰ جو پيغام ۽ حسين جو آواز، اڄ ڏينهن تائين قائم آهن. يهودي ٻن هزارن ورهين تائين ان جي سزا ڀوڳيندا رهيا، ۽ يزيد جو نالو نشان ختم ٿي ويو.

اهڙيءَ طرح غداران سنڌ مسٽر جناح ۽ ڀٽي جو نالو هن وقت ننڍي وڏي جي زبان تي آهي. ليڪن مونکي يقين آهي تہ جڏهن بہ سنڌ جو نوجوان بيدار ٿي، سنڌو ديش کي آزاد ڪرائيندو تہ اهي بہ نشتر پارينہ ٿي ويندا. سنڌ جو شاعر محمد ابراهيم منشي چوي ٿو تہ:

قائداعظم ٻڌوسون ۽ ڏٺم قائد عوام،
ٻيئي قاتل عوام جا، ٻنهي ڪرايو قتل عام،
هن ڪٽو ڪشمير کي ۽ هن ڀريو پورب مان پيٽ،
هي ڀٽي مان ٿيو ڀٽون، هو ڪونجي قادو حجام.

هن سلسلي ۾ چند لفظ اهل پنجاب جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ مناسب لڳن ٿا. ان ارادي سان ممڪن آهي تہ هو ڪجهہ سمجهہ ڪان ڪم وٺي، تاريخ مان سبق پرائين:

**حضرات!** اوهان جي واقعي لشڪر ۾ اڪثريت آهي. اوهان سنڌين ڪان تعداد ۾ زياده آهيون. اوهان تعليم، هنر ۽ پيسي ۾ سنڌين ڪان وڌيڪ آهيو. اوهان ۾ دنياوي طرح سامراجي قومن وانگر، سنڌ ۽ ٻين قومن تي زوريءَ قبضي رکڻ جي طاقت آهي. پر اوهان کي ادب سان عرض ڪندس تہ چوطرف نهاري ڏسو تہ هن وقت سامراج حڪومتون دنيا مان غائب ٿينديون وڃن ٿيون.

اوهان خود مطلبيءَ، تشدد ۽ غلط نظرين جي آڌار تي غرور ۾ اچي، هن وقت ننڍين قومن تي قادرآهيو. ليڪن غور ڪري ڏسندا تہ اوهان کي دائمي طور ان مان فائدي جي عيوض نقصان پهتو آهي ۽ وڌيڪ پهچڻ جوامڪان آهي. اوهان کي انهن غلط نظرين جي پوئلڳيءَ مان، هن وقت تائين هيٺيان نقصان پهتا آهن:

(1) اهل پنجاب کي تاريخي روايات ۽ سندن درويشن جهڙوڪ شاهہ باهو، خواجہ فريد، گرونانڪ، بلها شاهہ وغيره جي تعليم مان محبت جو پيغام ورثي ۾ مليل هو. جنهن ڪري اتي جا رهاڪو قرآن جي هدايت "لڪم دينڪم ولي الدين" يا بقائي باهميءَ جي پوئلڳيءَ ۾ مختلف مذهبن ۽ نسلن جي هوندي، باهمي اتحاد جي نزديڪ اچي پهتا هئا. انگريزي دور حڪومت ۾ پنجاب جا سک، هندو ۽ مسلمان، سول سروس، لشڪر ۽ هنر ۾ برتري حاصل ڪري، قريبا هندستان جي گهڻي حصي تي حاوي تي ويا هئا. ليڪن جڏهن ڪان وٺي هن مسلم اقليت وارن مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت جي پوئلڳي اختيار ڪئي تہ مڪاني هندن ۽ سکن سان سندن اختلاف پيدا ٿي پيو. جنهن ڪري پاڻ ۾ وڙهي، پنجاب کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، قتل ۽ غارت جو باعث بنيا.

(2) اهل پنجاب کي هزارن ورهين کان سندن پياري زبان پنجابي هئي. جنهن کي اڄ بہ گهرن ۾ ڳالهائين ٿا. ان ۾ عمدو ادب آهي. انهيءَ زبان ۾ سندن درويشن شاهہ باهو، گرونانڪ، بُلا شاهہ، خواجہ فريد، وارث شاهہ وغيره کين محبت ۽ عشق جو پيغام ٻڌايو هو، ۽ پنجابي ادب کي مالا مال ڪيو هو. ليڪن مسلم اقليت وارن مستقل مفاد مسلمانن جي پوئلڳيءَ ۾ هنن اردو زبان اختيار ڪري، پنهنجن وڏن جي پنجابي زبان کي پوئتي اڇلائي ڇڏيو آهي.

قومن جو وجود سندن زبان جي زنده رهڻ تي رهي ٿو. اهو ڪيتري قدر پاڻ وسارڻ جو درناڪ واقعو آهي، جو پنهنجي قومي زبان تان دستبردار ٿي ويا آهن.

(3) اهل پنجاب ڪيترين مصيبتن ۽ مشڪلاتن مان لنگهڻ بعد مس وڃي سکن جي دور حڪومت ۾ پنهنجي حڪومت حاصل ڪئي. انهيءَ ڪانپوءِ منجهن قومي بيداري پيدا ٿي. موجوده دور ۾ سندن بهترين مدبرن سر فضل حسين ۽ سر سڪندر حيات خان، انهيءَ جذبي کي تقويت پهچائي، سک، هندو ۽ مسلم اتحاد پيدا ڪري، پنجابي قوم پرستيءَ کي زور وٺايو. اهي ڏينهن کهڙا نہ سنا هئا، جڏهن ريڊيئي تان "ديان وچ ديش پنجاب دا" جو ترانو ٻڌو هو. ليڪن بدقسمتيءَ سان هنن مسلم اقليت وارن جي پوئلڳيءَ ۾ قوم پرستي ڇڏي، انڪار وطن تي قوميت جي نظرئي ۾ اعتماد رکي، طبقاتي ۽ عارضي نفعي خاطر مڪاني سکن ۽ هندن سان اختلاف پيدا ڪري، پنهنجي قومي شيرازي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، پنهنجو ملڪ ورهائي ڇڏيو. هاڻ بہ انهيءَ غلط نظرئي قوميت کي چنبڙيا پيا آهن. جنهن کي هن وقت دنيا ۾ ڪٿي بہ تسليم نٿو ڪيو وڃي.

(4) اهل پنجاب متي ذڪر ڪيل مختلف ڳالهين جي وچ ۾ هندستان جي مستقل مفاد مسلمانن جي پيروي ڪرڻ سان سندن قومي انفراديت ختم ڪري ڇڏي آهي. هنن پاڻ مان ليڊر پيدا ڪرڻ ڇڏي ڏنا آهن. هو ڪڏهن جناح صاحب، ڪڏهن لياقت علي خان، ڪڏهن نشتر صاحب، ڪڏهن خان قيوم، ڪڏهن جنرل محمد ايوب خان ۽ هاڻ ڀٽي صاحب جي پويان هلي، پنهنجي هستي ختم ڪري رهيا آهن.

انهيءَ تي غور ڪري ڏسبو تہ هڪ طرف پنجاب ورهائجي ويو، ٻئي طرف ڪين پنهنجي زبان ڇڏي، ڌارين جي زبان کي اختيار ڪرڻو پيو، ٽئي طرف محبت جو رستو ڇڏي، نفرت جي راهہ اختيار ڪئي اٿن. جنهن ڪري اڳي هندن ۽ سکن سان ڦٿايائون. هاڻي بنگالي، سنڌي، بلوچ ۽ پختون قومن سان سمجهوتو ڪري نہ سگهيا آهن.

هي پاڻ سان تہ مٿيان ظلم ڪري سگهيا آهن. ٻين مان ڪهڙيءَ طرح توقع رکن ٿا تہ سندن پوئلڳيءَ ۾ سنڌي، بلوچ ۽ پختون بہ پنهنجي قومي وجود تان هٿ کڻي، پنهنجي مادري زبان ۽ سيپتائن کي وساري، نفرت ۽ تشدد تي پلجندڙ خود مطلب ۽ مفادپرست ماڻهن جي ماتحت گذ گذارڻ پسند ڪندا؟

ڪين هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي تہ سنڌين کي انڪار وطن جي نظرئي، فسطائي سياست ۽ زور زبردستيءَ سان دوست بنائي نہ سگهندا. ان معاملي ۾ ڪين ماضيءَ مان سبق وٺي، ان تي عمل ڪرڻ گهرجي. شاهہ باهو، خواجہ فريد، بلا شاهہ، گرونانڪ جي پيغام ذريعي پنهنجي پاڙيسري ننڍين قومن تي هو اثر وجهي سگهن ٿا، تہ علامہ اقبال، مولانا مودودي يا ڪن جنرلن

جي ڏنڊي جي وسيلي. مونکي معلوم ڪري افسوس ٿئي ٿو ته اجا تائين ڪي منجهن اهڙا آهن، جي هيٺين قسم جا خيال ظاهر ڪري رهيا آهن:

(الف) اهل بينگال کي ماتحت رکڻ ۾ انڪري ڪامياب ٿيا، جو هو تعداد ۾ زياده هئا، 15 سو ميل پري هئا ۽ سنڌن جاگرافيائي حالتون اهڙيون هيون جو ڪين زوريءَ پاڪستان ۾ گڏ رهي سگهڻ ممڪن نه هو. پر بلوچ تعداد ۾ ٿورا هئا، سنڌي ڪمزور هئا، پختون پيسي تي خريد ٿي سگهيا ٿي، ان ڪري هو زوريءَ باقي رهيل قومن کي، پنهنجي ماتحت رکي سگهندا.

(ب) سنڌن جوابدار ماڻهن کان هي چوندي پڌو ويو آهي ته هاڻ جي سنڌين گوڙ ڪيو ته سنڌ جا جملي ماڻهو ختم ڪري، پنجابي سنڌ ۾ آڻي، آباد ڪرائينداسون. پوءِ سنڌ جي زمين، ڪارخانن، واپار ۽ نوڪرين کي هو پنهنجي ماڻهن کي ورهائي ڏيندا، ۽ بلوچستان سان به اهڙي حالت ڪري، اتي جي کاڻين ۽ واپار تي قابض ٿي ويندا.

هنن کي هيءَ به پروسو آهي ته جهڙيءَ طرح پٽي کي سنڌ مان، خان قلات ۽ ڄام غلام قادر کي بلوچستان مان، قيوم خان کي سرحد مان خريد ڪري، پنهنجا ايجنٽ پائي سگهيا آهن، اهڙيءَ طرح انهن قومن تي پنهنجي ڏاڍ مڙسي قائم رکڻ لاءِ آئيندي به ڪندا رهندا.

ڪين ادب سان عرض ڪندس ته اهو فڪر جو طريقو ئي غلط آهي. زور ۽ نڳيءَ گهڻي دير تائين قائم رهي نٿي سگهي. غلط نظرين جي آڌار تي بين قومن کي گهڻي وقت تائين غلام رکي نٿو سگهجي. ڪين عقل کان ڪم وٺڻ گهرجي.

مون کي خبر آهي ته اهل پنجاب کي هيٺين قسم جون مشڪلاتون آهن، جن جا حل ڳولي لهڻا آهن:

(1) پنجاب ۾ ماڻهن جي ڪثرت ۽ زمين جي گهٽائي آهي، تنهن ڪري زوائد آبادگارن جي مشغوليءَ جو انتظام ڪرڻو اٿن.

(2) پنجاب ۾ جنگجو ماڻهن جي ڪثرت آهي، تنهن ڪري فوج وڌائڻ جي ضرورت اٿن.

(3) پنجاب ۾ پيسي جي گهٽائي آهي، ان ڪري ان جي سيڙپ لاءِ ملڪ ۾ موقعا تلاش ڪرڻا اٿن.

(4) پنجابي زبان کي ترقي وٺائي نه سگهيا آهن، تنهن ڪري اردوءَ کي اختيار ڪيو اٿن.

(5) علم ۽ هنر وارن ماڻهن جي ڪثرت اٿن، انهيءَ ڪري سنڌن روزگار لاءِ انتظام ڪرڻو اٿن.

انهن حالتن هيٺ جڏهن يوپي ۽ بين اهل هند جي مهاجرن طرفان ڪين انڪار وطن جي بنياد تي مسلمانن جي جدا قوم جو نظريو پيش ڪيو وڃي ٿو، ته هو انهيءَ نظريي ذريعي مٿي ذڪر ڪيل مشڪلاتن کي حل ٿيڻ جو امڪان

ڏسي. اها پاليسي اختيار ڪرڻ گهرن ٿا، جنهن ڪي هٽلر جي دؤر ۾ جرمنيءَ ۽ مسوليني جي دؤر ۾ اٽليءَ ۾ ۽ توجي جي دؤر ۾ جپان ۾ اختيار ڪيو ويو هو. ڪين تاريخ تي غور ڪري ڏسڻ گهرجي ته جنهن صورت ۾ اهي طريقا خلاف فطرت هئا، ان ڪري ڪامياب ٿي نه سگهيا. وڏي تباهيءَ ۽ خون خرابيءَ جو باعث بنيا. مسلمانن جي جداگانه قوم جو نظريو پئن اسلامزم ۽ خلافت ذريعي آزمائي ڏٺو ويو آهي، جو ناڪامياب ٿيو آهي. هزارن ورهين جي تاريخي قومن، انهن جي زبانن، سنڌن ڪلچرن ۽ سياسي اقتصادي مفادن ڪي ختم ڪري نٿو سگهجي.

اهل پنجاب لاءِ هنن حالتن ۾ بهتر رستو اهو آهي، ته پنهنجي وطن پنجاب ڪي آزاد ۽ خودمختيار ملڪ بنائين. اهڙيءَ طرح سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان ڪي آزاد ٿيڻ ڏين. پنجاب جي آزاد ڪرائڻ بعد پنهنجي زبان، ڪلچر ۽ سياسي اقتصادي مفاد جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪن ۽ ملڪ ڪي ترقي يافته بنائين. پوءِ بلوچ خوشيءَ سان سنڌن تعليم يافته ماڻهن ڪي لشڪر، ڪارخانن ۽ ٻين ڪمن لاءِ استعمال ڪري سگهندا.سنڌي خوشيءَ سان سنڌن بهترين سپاهي پاڻ وٽ رکي سگهندا، جو وٽن انهن جي ڪمي آهي، ۽ گهٽي وقت تائين رهندي. سنڌن بهترين سائنسدان، عالم ۽ ڊاڪٽر وغيره به سنڌين ڪي وقت لاءِ ڪپندا. بهترين هنرمندن ۽ ڪاريگرن جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ پڻ سنڌي سنڌن مدد وٺي سگهن ٿا. تاريخ شاهد آهي ته هزارها ڪٽنب پنجاب کان لڏي، سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا اهن، جي سنڌي زبان اختيار ڪري، لڳ لاڳاپا وڌائي، سنڌين سان هڪ ٿي ويا آهن. اهو سڀ رضاڪارانه طور پئي ٿيو آهي. آئينده سنڌ آزاد ٿيڻ بعد به باهمي سمجهوتي سان ائين ٿي سگهي ٿو. پر اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته ڪوبه باغيرت سنڌي پنجاب سامراجيت هيٺ رهي، سنڌ ڪي پنجابي مستقل مفاد جي ڪالوني بنائڻ لاءِ تيار نه ٿيندو.

اسلام جهڙو عالمگير مذهب دنيا جي مسلمان ملڪن ڪي 13 سون ورهين جي عرصي اندر هڪ سلطنت ۾ شامل رهڻ لاءِ تيار نه ڪري سگهيو آهي. هاڻي جناح صاحب، پٽني صاحب ۽ مودودي صاحب جي معرفت انهن ڪي هڪ ڪيو وڃي، سو خام خيال آهي. البت هر مسلمان ملڪ جدا آزاد رياست رهي، بقائي باهميءَ جي اصول تي باهمي تعاون ذريعي هڪ اتحاد ۾ ڳنڍجي سگهي ٿو. بلڪل اهڙي طرح جهڙيءَ طرح عرب ملڪ، يوپين منديءَ جا ملڪ، افريڪا جا ملڪ پنهنجي پنهنجي دائري ۾ هڪ ٻين جي نزديڪ ايندا وڃن ٿا.

ليڪن زور زبردستيءَ سان غلط نظرين جي ماتحت، هزارن ورهين جي تاريخ واريون قومون پنهنجو وجود ختم ڪري، اسلام جي نالي ۾ پنجابي سامراج هيٺ رهن، اها ڳالهه محال ۽ جنوني آهي. وطن دشمن استحصال مهاجرن جي نظرين جي پوئلڳي ڪري، پنجابين پنهنجو ملڪ ڀاڱا ڀاڱا ڪرايو، ڀارت سان ٽي جنگيون ڪيون، پنهنجي صوفيائي ڪرام جي محبتي پيغام ڪي

وساريو. انهن ڳالهين مان ڪين فائدو ڪونہ رسيو آهي، بلڪہ هر طرف کان هنن پاڻ لاءِ دشمنيون پرايون آهن.

ڪين گذريل ويجهي وقت جي تاريخ مان سبق پرائڻ گهرجي تہ فرينچن جهڙي طاقتور قوم ۽ ملڪ ۾ بہ الجيريا کي ماتحت رکي نہ سگهيو ۽ مجبورن ڪيس آزاد ڪرڻو پيس. امريڪا پنهنجي سموري طاقت انڊوچائنا ۽ سندس پٺو ويٽنام گروهہ کي اقتدار ۾ رکڻ لاءِ صرف ڪئي، پر دنيا ڏسي ورتو تہ اها ناڪامياب ٿي. هتي ون يونٽ وارو سندن تجربو سندن اکين اڳيان ناڪامياب ٿيو. اهل بنگال هن پاليسيءَ ڪري، هيتري خون خرابيءَ کان پوءِ جدا ٿي ويو. انهن ڳالهين کانپوءِ هاڻ ڪين پاڻ ساڳيءَ پاليسيءَ سان سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان کي ماتحت رکڻ جي ڳالهہ ڇڏي ڏيڻ گهرجي. پاڪستان نہ اڳي ڪڏهن هڪ ملڪ رهيو هو، نہ آئيندي ان کي ڪوبہ هڪ ملڪي نظام هيٺ گهڻي وقت تائين قائم رکي سگهندو. سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ پختونستان جون قومون ۽ ملڪ اڳي بہ هئا ۽ آئيندي بہ رهندا. انهن کي هڪ ٻئي سان برادارانہ لاڳاپي ۾ گڏجي گذارڻ جو واحد علاج آهي، تہ انهن قومن کي آزاد ڪري، بقائي باهميءَ جي اصولن تي برٽش ڪامنويلٿ وانگر انڊس طاس ڪامنويلٿ جي نالي سان پاڻ ۾ گڏجي گذارڻ لاءِ تيار ڪجي. انهن جو اهو اتحاد اڳتي هلي ڀارت، بنگلاديش، ايران ۽ افغانستان تائين وڌائي سگهجي ٿو.

پاڪستان جي انهيءَ طرح ٽٽي پوڻ ڪري ڪا مصيبت ڪانہ ايندي. سڪندراعظم جي سلطنت ٽٽي پيئي. اشوڪا جو سامراج ختم ٿي ويو. روسي ايمپائر جا باقي وجي تاريخي نشان رهيا آهن. جرمني، انگلنڊ، روس ۽ فرينچ سامراج ختم ٿي ويا. پوين جي ماتحت عيسائي اتحاد اڄ فقط تاريخ جي ورقن ۾ ملي سگهي ٿو. ترڪ خليفن جي شهنشاهت جو اڄ نالو بہ نہ آهي. پوءِ هيءَ مهاجر پنجابي مستقل مفاد وارو سامراج ٽٽي پيو تہ ڪهڙو اُپ ڏرندو!

پاڪستان جي ٽوڙڻ سان سنڌ، بلوچستان، پختون ملڪن کي هيٺيان فائدا حاصل ٿيڻ وارا آهن:

(1) پاڪستان نفرت، تشدد، ڌوڪي بازي ۽ استحصال جي بنياد تي برپا ڪيل آهي. ان جي ٽٽڻ ڪري ملڪن ۾ محبت، انصاف مساوات ۽ امن جو دور شروع ٿيڻ جو امڪان آهي.

(2) پاڪستان جو وجود برصغير هند جي ٻن هزار ورهين جي تاريخي روايات، تعليم ۽ تربيت جي خلاف آهي. ان جي ٽٽڻ ڪري وري اڳوڻو سلسلو انساني بنيادن تي هتان جي سيني قومن، مذهبن ۽ نسلن ۾ ڀائپيءَ جو سرجڻ، وڌڻ ۽ پختي ٿيڻ جو شروع ٿيندو. هن وقت اسان کي شاهہ باهو، خواجہ فريد، گرونانڪ، شاهہ لطيف، ڪبير ڀڳت، سچل سرمست وغيره جي تعليم جي ضرورت آهي، ۽ نہ اقبال، سر سيد احمد خان ۽ مولانا مودوديءَ جي تعليم جي.

(3) پاڪستان جو قيام سنڌين، پنجابين، بلوچن ۽ پختونن جي هزاره سال قومي وجودن جي خلاف آهي. ان کي زوريءَ قائم رکڻ ڪري، مٿي ذڪر ڪيل قومن ۾ اختلاف وڌندا رهندا. ان کي رضاڪارانه طور ختم ڪرڻ سان منجهن محبت، اتحاد ۽ باهمي تعاون پيدا ٿيندو.

(4) پاڪستان صرف سامراجيت جي آذار تي قائم آهي. جيئن ته دنيا جا سڀ سامراج ختم ٿي رهيا آهن، تنهن ڪري بهتر آهي ته ان کي خوشيءَ سان سميٽي، باهمي تعاون سان ايشيائي اتحاد جي سلامتيءَ لاءِ رشيا جي اڳواٽيءَ هيٺ راهه هموار ڪجي.

# فصل ٻيون

## پاڪستان مان سنڌ کي اميدون ۽ آسرا

پاڪستان جي تحريڪ ۾ مون ٻـ حصو ورتو هو. مون هيٺين سببن ڪري، ان ۾ دلچسپي ورتي هئي.

(1) جڏهن سنڌ جي جدا ٿيڻ بعد ڪانگريس ڪارڪنن جي مدد سان الهه بخش جي قومپرست وزارت ناهي، سنڌ جي تعمير ۽ ترقي جون رٿون تيار ڪري، ڪم هلائڻ گهريوسون، تـ هندو مستقل مفاد ان جي راهه ۾ رنڊڪ بنجي بيٺا. جدا چونڊن جي ڪري ڪانگريس ميمبر، جي اڪثري هندو هئا، انهن ڳالهين کي روڪي نـ سگهيا ۽ اسان ڪان جدا ٿي ويا. اهڙيءَ طرح سان اهي اميدون برثواب ٿي نـ سگهيون.

(2) سنڌ ۾ عام مسلمانن تي زميندار، ڪاموري، پير ۽ ملا جو اثر هو، جي اڪثري رجعت پسند، اقتدار جا بکيا، بي اصول ۽ خود مطلب هئا. عام ماڻهن جي اڪثريت زراعت پيشـ هئي، جن مان گهڻا بي زمين هاري قرض ۾ غلطان ۽ ڏاڍ جا ستايل هئا.

هندو مستقل مفاد، واپاري، وياج خور، ڪامورو ۽ زميندار هو. مسلمان مستقل مفاد، زميندار، پير، ملا ۽ ڪامورو هو. ٻئي ڌريون عوام جون مخالف هيون، ٻنهي مستقل مفاد سان هڪ وقت لڙي نٿي سگهياسون.

جنهن صورت ۾ هندو مستقل مفاد ٿورو ۽ زياده منظم هو، ان ڪري اول ۾ ان جي استحصال کي روڪڻ لاءِ قدم کڻڻ چاهياسون ٿي، ان لاءِ قانون انتقال اراضي ۽ قرضن جي گهٽائڻ جا بل مکيـ ڳالهيون هيون. جن ذريعي ڳوناڻن کي رليف (نجات) ڏيارڻ گهريوسون ٿي. پارت ۾ ڪانگريس وزارتن انهيءَ ڏس ۾ قدم کنيا هئا اسان کي اميد هئي تـ هتي بـ هو اسان کي ان ڳالهـ ۾ مدد ڪندا، تنهن ڪري اسان فيصلو ڪيو تـ ڪانگريسين ذريعي اهم ڪم سرانجام ڪرايون، پر ائين نـ ٿيو، بلڪ مڪاني ڪانگريس ڪميٽي ۽ ان جي آل انڊيا ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ اسان کي مڪاني اقتصادي، سماجي ۽ تعميري ڪمن جي سرانجاميءَ ۾ مدد ڏيڻ جي عيوض آل انڊيا سياسي مسئلن کي ترجيح ڏني. ان ڪري اسان مجبور ٿي، مسلم ليگ جي فرقيوار بنياد تي مسلمان عوام کي هندو مستقل مفاد جي سامهون کڙو ڪري منظم ڪرڻ شروع ڪيو. تجربي نـ هئڻ ڪري، جو پروگرام بنايوسون تنهن جو ڪجهه احوال هيٺ ڏجي ٿو:

## ”پوسٽر“

مسلم ليگ جي گهر آهي پاڪستان.
پاڪستان جي معنيٰ آهي اسلامي حڪومت.

1) جنهن ۾ قرآن شريف جي اصولن مطابق اقتصادي هڪ جهڙائي هوندي!
2) جتي سڀني ماڻهن کي سياسي، معاشرتي ۽ اقتصادي هڪ جهڙائي هوندي!
3) جتي حڪومت جون واڳون سچن ۽ پرهيزگار مسلمانن جي هٿ ۾ هونديون!
4) جنهن ۾ غير مسلمانن جي حقن جي خاص طرح حفاظت ڪئي ويندي!
5) جتي حڪومت جو پهريون فرض ملڪ مان غربت، ظلم، بي علمي ڪدي، طبقاتي مفاد خاطر عوام کي ناجائز طرح ڪتب آڻڻ کي بند ڪرڻ هوندو!
6) جتي زنا، شراب خوري ۽ وياج خوريءَ جي قانونن منع هوندي!
7) جنهن ۾ عدل ۽ انصاف پيسن تي نه وڪامندو، پر هرهڪ کي مفت نصيب ٿيندو!
8) جنهن ۾ عزت جو معيار طاقت ۽ پيسي تي نه، پر چڱن اخلاقن تي مقرر ڪيو ويندو!

غلام مرتضيٰ
چيئرمين مسلم ليگ آرگنائيزيشن ڪميٽي.

3. ان وقت سنڌي مسلمانن کي پاڪستان نهڻ بعد آل انديا مسلم ليگ جي 1940ع لاهور واري ٺهراءَ ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ٿيل ٺهراءَ مطابق، آئيندي سنڌ ۾ آزاد ۽ خودمختيار حڪومت قائم ٿيڻ جي اميد هئي.

انهن حالتن ڪري اسان پاڪستان ۽ مسلم ليگ طرف گهلجي وياسون. سياسي تجربي نه هئڻ ڪري پتو نه پئجي سگهيوسون ته الهه بخش وزارت کي هندو مستقل مفاد، جو عوام جي ڀلي جو ڪم ڪرڻ نٿي ڏنو، ان جو ڪارڻ ڪانگريس جا ميمبر نه هئا، پر انهن جي هندو مستقل مفاد سان جوابداري هئي، جيڪا جدا چونڊن سبب سندن نتيجي اچڻ سبب مٿن عائد ٿيل هئي. جدا چونڊن جو ڪارڻ مسلم ليگ جماعت هئي. جنهن مسلم اقليت وارن صوبن ۾ مسلم مستقل مفاد کي بچائڻ خاطر، انگريزن جي مدد سان جدا چونڊن کي مروج ڪرايو هو.

انهيءَ وقت اهو خيال به نه آيوسون ته مسلمانن کي فرقيوار بنياد تي منظم ڪرڻ سان عوامي فائدو حاصل ٿيڻ وارو نه هو. ڇاڪاڻ ته عوام ۾ غريب هندو

بہ هئا ۽ مسلمان بہ هئا. تنهنڪري عوام کي اقتصادي ۽ طبقاتي بنيادن تي منظم ڪرڻ زياده ڪارآمد ٿي سگهيو ٿي.

فرقيوار سياست ڪري سموري واڳ ملا ۽ ان جي سرپرست چالاڪ مستقل مفاد جي حامل مسلم سياستدان جي هٿ ۾ وڃي پئي.

اهڙيءَ طرح اسان غلط طريقن سان صحيح مقصد کي حاصل ڪرڻ گهريو ٿي. عوام جي طبقاتي جنگ کي مستقل مفاد خلاف محاذ قائم ڪرڻ جي عيوض هندو مستقل مفاد ۽ مسلم مستقل مفاد جي چڪر ۾ وجهي وڌوسون. اسان عوام کي مثالي حڪومت قائم ڪرڻ جي دلاسي تي ڪنو ڪرڻ جو واعدو ڪيو. ليڪن علم ۽ تجربي جي گهٽتائيءَ سبب اهو پتو نہ پيوسون تہ مٿي ذڪر ڪيل اسلامي مقصد اسان اهڙي جماعت جي هٿان حاصل ڪرڻ گهريا ٿي، جنهن جي واڳ اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ هئي، جي مستقل مفاد جا عيوضي، شرابي، جواري، بداخلاق، رجعت پسند ۽ عوام دشمن هئا. نتيجو اهو نڪتو تہ سنڌي عوام سان گڏ اسان پاڻ کي مصيبتن ۾ وجهي ڇڏيو.

اسان ان وقت ائين سمجهيو هو تہ صرف ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ وارا مڪاني سوالن تي آل انڊيا مسئلن کي ترجيح ڏيندڙ هئا، ليڪن اڳتي هلي پتو پيوسون تہ انهيءَ ساڳي گناهہ جا ڪندڙ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وارا بہ ثابت ٿيا. ڪانگريس ڪارڪنن ۾ ڪجهہ قدر اصول ۽ شخصي اخلاق هو. ليڪن هي ليگي ليڊر زياده بي اصول ۽ بداخلاق ثابت ٿيا. اسان جو مثال ان تتر جهڙو وڃي ٿيو، جو باز کان ڇڏائڻ لاءِ وڃي هڪ فقير جي گودڙيءَ ۾ لڪو هو. پر تجربي بعد پتو پيس تہ اهو فقير باز کان بہ زياده بڇڙو هو.

(4) اسان سمجهيو هو تہ پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ جملي ملڪ، ڪيل واعدن موجب آزاد ۽ خودمختيار رياستن جي صورت اختيار ڪندا. پر تجربي ثابت ڪيو تہ آزاد ٿيڻ جي عيوض اسان جا ملڪ وڃي، مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي ڪالوني بنيا آهن.

هيٺ اسان سنڌين جي پاڪستان مان اميدن جي ختم ٿيڻ جو ڪجهہ تفصيل سان ذڪر ڪنداسون.

1. اسان کي اميد هئي تہ لاهور جي مسلم ليگ ٺهراءَ ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ڪيل ٺهراءَ مطابق، سنڌ، بلوچستان، پنجاب، پختونستان ۽ بينگال جي قومن کي آزاد ۽ خودمختيار مستقل مفاد پاڪستان جي قيام کان پوءِ ڦيرو ڪائي، مٿي ذڪر ڪيل جملي ملڪن جي جدا قوميتن جي وجود کان انڪار ڪري، پاڪستان کي يونيٽري قسم جي رياست بنائي، ننڍين قومن جو استحصال ڪرڻ لڳا. جيڪڏهن ڪنهن پنهنجي حقن جي گهر ٿي ڪئي، تہ انهن

ڪي اسلام ۽ پاڪستان جو دشمن، صوبائي تعصب رکندڙ، انتشار پسند ۽ ڏارين جو ايجنٽ سڏي، سزائون ڏنيون ويون ٿي.

2. اسان کي اميد هئي ته پاڪستان قائم ٿيڻ بعد سنڌي عوام، جنهن جي اڪثريت مسلمان هئي، هندو مستقل مفاد جي استحصال کان نجات حاصل ڪندو. پر ان جي عيوض الٽو اسان وري مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفاد جي چنبي ۾ وڃي ڦاٿا آهيون، جن جو استحصال هندو سرمائيدار جي استحصال کان سؤ دفعا بدتر آهي.

3. سنڌين کي اميد هئي ته سنڌ زرخيز ملڪ هئڻ ڪري، ان مان وصول ٿيندڙ جملي محصول سنڌين جي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ ڪتب آندا ويندا. پر پاڪستان بنجڻ بعد ائين نه ٿيو آهي. مورڳو سنڌ مان وصو ل ٿيندڙ ٽيڪسن جو 95 سيڪڙو پيسو، مهاجر پنجابي نفعي لاءِ خرچ ڪيو وڃي ٿو.

4. سنڌين کي اميد هئي ته پاڪستان بنجڻ بعد ڪم از ڪم حڪومت سنڌ تي سنڌي سياستدانن جو قبضو رهڻ ڏنو ويندو، جي سنڌي عوام جي نفعي لاءِ ان کي سندن مرضي ۽ مفاد مطابق استعمال ڪندا. پر تجربي بعد معلوم ٿيو آهي ته سنڌ جي آٽوناميءَ کي ختم ڪري، مهاجر پنجابي سامراجين ان کي سندن مرضي ۽ مفاد لاءِ پئي ڪتب آندو آهي. هن سلسلي ۾ پاڪستان جي قيام کان پوءِ، سنڌ جي پهرئين وزيراعليٰ محمد ايوب خان کهڙي سان جيڪا روش اختيار ڪئي ويئي، ان کي سمجهڻ ضروري آهي، ڪيس سندن مرضيءَ مطابق هلندڙ نه ڏسي، هيٺين مسئلن جي اختلاف ڪري، سندس وزارت کي باوجود سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڪثريت هئڻ جي ڊسمس ڪري، ڪوڙي ڪيس هيٺ جيل ۾ موڪلي ڇڏيائون.

## کهڙي سان سامراجين جي اختلاف جا ڪارڻ

i. کهڙي صاحب سنڌ ۾ لياقت علي خان جي ان تجويز جي مخالف ڪئي هئي، ته سنڌي هندن خلاف فساد ڪرائي، ڪين سنڌ مان لڏائي، سندن ملڪيتن تي پارٽ کان ڪثير تعداد ۾ مهاجر گهرائي، قابض ڪرايو وڃي.

ii. ڪراچيءَ ۾ لياقت علي خان وزيراعظم پاڪستان سندس ماٿهن هٿان هندن جي ملڪيت ڦبائڻ لاءِ فساد ڪرايا هئا، جنهن ۾ مرڪزي حڪومت جي مهاجر عملي شرڪت ڪئي هئي. ان تي کهڙي صاحب، جو ان وقت وزيراعليٰ هو، ڏوهارين کي گرفتارڪرائي، ڦريل مال هٿ ڪيو هو. ان تان وزيراعظم لياقت علي خان، کهڙي جي خلاف ٿي پيو.

iii. سنڌي هندن کي سنڌي مسلمانن هم قوم هئڻ ڪري، فسادن وقت پناهه ڏني هئي. پر مرڪزي حڪومت جي پاليسي ۽ پارٽ کان لڏي آيل مهاجر غنڊن هنن جي زندگي وبال جان بنائي ڇڏي. ان ڪري هو ڪثير تعداد ۾ لڏڻ لڳا. جنهنڪري زرعي زمين، واپار جون منڊيون، مختلف شين جا دڪان سامان سوڙا ڪارخانا، عاليشان رهڻ جون جايون خالي ٿيڻ لڳيون. تن جاين تي صوبائي حڪومت مڪاني سنڌين کي آباد ڪرڻ شروع ڪيو. ان ڪري مرڪزي حڪومت جنهن تي قبضو لياقت علي خان وسيلي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو هو، ناراض ٿي پيئي، ۽ هنن اها ملڪيت سنڌين کان کسي مهاجرن ۾ ورهائڻ شروع ڪئي. کهڙي ۽ لياقت علي خان جي وچ ۾ اختلاف جو هڪڙو سبب اهو به هو.

iv. پاڪستان پنجن جدا ملڪن ۽ قومن تي مشتمل ملڪ هو، جن قومن کي هزارها ورهين جون جهونيون زبانون هيون. اتي جي رهاڪن کي جدا ڪلچر هئا. نئين حڪمران طبقي انهن زبانن جي عيوض، سنڌن وچ پارت مان آندل اردو زبان کي زوري ملڪ مٿان مڙهڻ چاهيو ۽ سيني درجن تي اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ ان کي لازمي ٺهرائڻ شروع ڪيو. کهڙي صاحب انهيءَ پاليسي جي مخالفت ڪئي. جنهن تان اهو طبقو مٿس ناراض ٿي پيو.

v. ڪراچيءَ جو شهر هڪ سؤ ورهين کان سنڌ جي گاديءَ جو شهر رهيو آهي. ان جي ترقي ۽ تعمير تي سنڌ جي پيدائش مان اربها روپيا خرچ ٿيا هئا. نئين حڪمران طبقي ان کي مهاجرن سان پري، سنڌن ڪالونيءَ طور ڪتب آڻڻ شروع ڪيو هو. کهڙي ان قدم جي مخالفت ڪئي. جواب ۾ هنن زوريءَ ڪراچي کي سنڌ کان کسي، مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻ چاهيو ٿي. جنهن جي مخالفت ڪرڻ تي، هن کهڙي کان ناراض ٿيا.

vi. سنڌ اندر هندن جي خالي ٿيل نوڪرين تي، حڪمران طبقي مهاجرن کي رکڻ ٿي چاهيو. کهڙو صاحب ابتدا کان وني، سنڌي مسلمان ڪاموري جو حامي هو، تنهن ان خالي ٿيل نوڪرين تي سنڌين کي مقرر ڪرڻ گهريو. ان تان هن کي صوبائي تعصب رکندڙ قرار ڏئي، بدنام ڪري، وزارت مان ڪڍڻ لاءِ گهاٽ گهڙيا ويا.

vii. پاڪستان جو آئين نه نهيو، پر برٽش پارليامينٽ طرفان پاس ڪيل پاڪستان جي آزاديءَ جو قانون ملڪ ۾ رائج هو. ان مطابق سنڌ کي آٽوناميءَ مليل هئي. ليڪن پاڪستان جي سامراجي حڪمران طبقي، مسلم ليگ پارٽيءَ جي نالي ۾ ۽ مرڪزي حڪومت طاقتور هئڻ جي آڌار تي، سنڌ جي اندروني معاملن ۾ دست اندازي ڪئي، سنڌ جي آٽوناميءَ کي بيڪار بنائڻ گهريو ٿي. کهڙي صاحب ان پاليسيءَ جي مخالفت ڪئي. ان تان به هي نوان حڪمران

متس ناراض ٿيا، ۽ سندس زبردست وزيرن ۽ گورنر سنڌ کي لالچون ڏئي، ان جي مخالفت ڪرڻ لاءِ تيار ڪيائون.

سنڌي عوام ٻاهران آيل مهاجرن کي ڪاڏا ڪارايا، آڌرڀاءُ ڪئي، انهن جي رهڻ لاءِ انتظام ڪيا. سنڌ سرڪار جي عمارتن ۾ رهڻ ۽ آفيسن لاءِ ڪروڙها روپيا خرچ ڪيا. پر جڏهن سنڌ سرڪار گهر ڪئي تہ سندس خرچ ڪيل رقم ڪين واپس ڏني وڃي، تہ حڪمران طبقي سنڌي حڪومت جي اهڙي واجبي گهر جي مخالفت ڪري ناراضگي ڏيکاري.

i. ڪيتريون زمينون ۽ دڪان، ڪارخانا سنڌي مسلمان هندن کان خريد ڪيا هئا. انهيءَ جي فيصلي ڪرڻ لاءِ ڪسٽوڊ ڪاتو ڪوليو ويو. جنهن جي چارج مهاجر عملدارن جي هٿ ۾ ڏني ويئي. نتيجو اهو نڪتو تہ هنن سنڌي مسلمانن جون دعوائون ڪري ڇڏيون. جڏهن کهڙي ان لاءِ سنڌين طرفان حقن واسطي گهر ڪئي، تہ ان تان بہ حڪمران طبقو متس ناراض ٿي پيو.

ii. سنڌ مسلم ليگ جو صدر کهڙو صاحب هو. هو آزاد خيال ۽ سنڌي حقن لاءِ لڙندڙ ماڻهو هو. ان سنڌ مسلم ليگ کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ چاهيو ٿي. ليڪن مرڪزي حڪام ان جي دست اندازي ڪري، صوبي مسلم ليگ کي بہ پنهنجي چاڙتن جي حوالي ڪرڻ گهريو ٿي. ان جي کهڙي صاحب مخالفت ڪئي. جنهن تان مرڪزي حڪام متس ناراض ٿي، پير الاهي بخش ۽ ٻين سندن چاڙتن کي، هن جي خلاف بغاوت لاءِ آماده ڪيو.

iii. صوبي سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبرن جي اڪثريت کهڙي صاحب جي طرفدار هئي. ازانسواءِ صوبي مسلم ليگ جماعت جو قبضو سندن هٿن ۾ هو. کهڙي جي سنڌ نواز پاليسيءَ تان ناراض ٿي، هنن پيرالاهي بخش ۽ مير غلام علي خان کي لالچ ڏني، ان جي مخالفت لاءِ آماده ڪيو. جڏهن کهڙي صاحب مرڪزي حڪمران طبقي جي طرفان سنڌ سرڪار جي اندرون معاملن ۾ دست اندازيءَ ۽ سازش جي خلاف احتجاج بلند ڪيو تہ هنن ڪيس وزارت مان ڪڍڻ لاءِ گهاٽ گهڙيا.

iv. صوبائي وزيرن جڏهن سنڌ جي قديم رهاڪن جي مفاد خاطر مرڪزي سرڪار جي ناجائز حڪمن جي بجا آوريءَ کان انڪار ڪيو، تہ ان کان ناراض ٿي، ان حڪمران طبقي جناح صاحب ۽ لياقت علي خان ذريعي صوبائي اسيمبلي ميمبرن يا وزيرن کي اسيمبلي اندر سندن برخلاف ووٽ پاس ڪرڻ کان سواءِ عام تسليم ڪيل جمهوري دستور خلاف وزارت يا ميمبريءَ مان خارج ڪرڻ لاءِ پروڊا قانون پاس ڪرائي، وزيرن ۽ ميمبرن کي ڪڍڻ شروع ڪيو.

(5) پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ جي ڳوٺن ۽ جهوپڙين ۾ رهندڙ خانہ بدوش سنڌين کي رٿائتي طريقي سان جديد طرز جي ڳوٺن ۾ رستا، کوهہ، اسڪول، اسپتالون وغيره ٺهرائي، ڳوٺاڻن کي سهوليتن ڏيڻ لاءِ پروگرام رٿيل هو. پر پاڪستان ٺهڻ بعد حڪمران طبقي سمورو توجهہ مهاجرن جي آبادڪاريءَ طرف رجوع ڪيو. هندن جا خالي ڪيل گهر انهن کي ڏياريائون. نوان ڳوٺ بہ انهن کي ٻڌائي ڏنا ويا. فساد ڪرائڻ بعد جڏهن هندن جي لڏپلاڻ ٿي ۽ وڏيڪ گهر خالي ٿيا تہ اهي بہ مهاجرن کي مليا. ليڪن اصلوڪن سنڌين جي آبادڪاريءَ يا گهرن ٺهرائڻ جو ڪوبہ بندوبست نہ ڪيو ويو. ڇڻ تہ هو ملڪ جا رهاڪو ئي ڪونہ هئا، ۽ هيءَ ملڪ ورثي ۾ صرف مهاجرن کي، سندن آقا انگريزن کان مليو هو.

(6) سنڌ جا اڪثر مسلمان زراعت پيشہ هئا. جيڪي ٿورا ماڻهو واپار ۾ هئا، تن کي پيسي جون سهوليتون نہ مليل هيون، تنهن ڪري هو ترقي ڪري نہ سگهيا. ان تي جڏهن هندن جي ريس ۾ مسلمانن واپار ۽ دڪانداريءَ ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي تہ ان وچ ۾ پاڪستان قائم ٿي ويو. سنڌين کي اميد هئي تہ هندن جي خالي ٿيل جاين کي هو پرينداا. پر پاڪستان جي نون حاڪمن، جي مهاجرن پنجابي مستقل مفاد جا نمائندا هئا، هندن جا دوڪان سامان سوڌا مهاجرن کي ڏياريا ويا. ڪارخانا ڪين ڏياريا ويا، جملي بئنڪن تي منظم طريقي سان سرڪاري سرپرستيءَ هيٺ ڪين مسلط ڪيو ويو. واپار جي منڊين ۽ واپار جي پرمٽن لاءِ انهن کي مخصوص ڪري، انهن کي زور وٺايو، ۽ سنڌين کي جاٽي واٽي ٻاهر رکيو ويو. جنهن ڪري سنڌ مهاجرن جي ڪالوني بنجي ويئي، ۽ سنڌي ساڳي ڪسمپرسي ۽ غربت جي حالت ۾ رهجي ويا.

7- انگريزن جي دور حڪومت جي شروعات ۾ هندو تعليم حاصل ڪري، سرڪاري نوڪرين تي قابض ٿي ويا هئا، جڏهن ڪان سنڌ بمبئي علائقي ڪان جدا ٿي صوبن ۾ حڪومت قائم ٿي تہ باوجود انهن خامين جي، جن هيٺ سنڌ علحده ٿي هئي. جهڙوڪ اسيمبلي ميمبرن جو گهٽ تعداد، جدا چونڊون، هندن کي نمائندگيءَ ۾ ويئيج (ڪثرت) جنهن جو مکيہ ڪارڻ مسلم اقليت وارن صوبن جا مسلمان هئا)، تہ بہ سنڌي مسلمانن تعليم لاءِ سهوليتن پيد اٿيڻ ڪري ان طرف توجهہ ڏنو، ۽ هزارها شاگرد تعليم حاصل ڪري نوڪرين جي لائق بنجي ويا. پر هندو اڳيئي انهن جاين تي قابض هئا، ان ڪري مسلمان اميدوارن کي اڳوٽن نوڪرن جي پينشن تي وڃڻ، مرڻ يا نين جاين پيدا ٿيڻ تي اميد هئي تہ ڪين نوڪريون ميسر ٿينديون. پاڪستان جي قائم ٿيڻ ۽ هندن جي لڏي وڃڻ ڪري، هزارها نوڪريون خالي ٿي پيئون. تعليم يافتہ سنڌي مسلمانن کي اميد هئي تہ ڪم از ڪم صوبي سنڌ جي نوڪرين ۾ ڪين رکيو ويندو، پر

ائين نہ ٿيو. انهيءَ سامراجي عناصر منظم طريقي سان بيشمار نوڪري پيشہ مهاجرن کي پاڪستان ۾ گهرائي، اهي جايون کين سپرد ڪيون، ۽ اهڙي طرح مکيہ عهدن جي چارج مهاجر عملدارن جي هٿن ۾ اچڻ ڪري، هنن نيون خالي ٿيندڙ يا پيدا ٿيل جاين تي بہ مهاجرن ۽ پنجابين کي رکڻ شروع ڪيو. سنڌي ساڳي حالت ۾ بيروزگار رهڻ لڳا يا کين ننڍين خسيس جاين تي نوڪري ڏني ٿي ويئي. هنن اسلام جي علمبردارن ايتري قدر پاس خاطري ڪئي، جو سنڌي ايم. اي پاس ڪيل سنڌي پرائمري اسڪول ماستريءَ لاءِ محتاج هئا، ۽ ميٽرڪ پاس ٿيل مهاجر اعلىٰ عهدن تي فائز ڪيا ويا. مرڪزي نوڪرين ۾ تہ پنجن هزارن پويان سنڌين کي هڪ بہ نوڪري نہ ڏني ويئي.

اهڙين حالتن هوندي جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ احتجاج ڪيو تہ ان کي علاقائي تعصب رکندڙ، پاڪستان دشمن وغيره لقب ڏئي، ماٺ ڪرائي ٿي ويئي. ان لاءِ ڪيترن سياستدانن کي ديڄارڻ يا کين شخصي لالچ ڏيئي، سندن زبان بند ڪرائي ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح سان پاڪستان جي قيام بعد سنڌي گهر ۾ مظلوم ٿي ويا. انهيءَ پاليسيءَ ڪري سنڌين کي بہ طرفو نقصان ٿي پهتو. هڪ تہ ان ڪري هو بيروزگار رهجي ٿي ويا. ٻيو تہ سموري انتظام جي واڳ غير سنڌي آفيسرن جي حوالي ٿيڻ ڪري، سياسي طرح غير سنڌي ملڪ تي مسلط ٿي ويا هئا.

سول سروس مرڪزي حڪومت جي ماتحت هئڻ ڪري انهن عملدارن سنڌ سرڪار جي وزيرن جي پرواهہ نہ ٿي ڪئي. پر باوجود ان جي بہ جيڪڏهن سنڌي وزيرن سنڌين لاءِ قدم کنيو ٿي تہ سندن زبردست مهاجر ۽ پنجابي عملدارن مرڪزي حڪومت وٽ خبر رسائي ڪري، انهن وزيرن کي پروڊا ۽ ايبڊو جي قانونن هيٺ (جي ناهيا ئي ان مقصد لاءِ هئا) خارج ڪرائڻ لاءِ مواد ميسر ڪيو ٿي.

ضلعي جي روينيو ۽ پوليس جي مکيہ عهدن جون چارجون غير سنڌي عملدارن جي حوالي ۾ ڏنيون ٿي ويئون. اڪثر ڪاتن جا وڏا عملدار غير سنڌي رکيا ويا هئا. ويتر ون يونٽ قائم ٿيڻ بعد تہ سنڌي عملدارن کي چونڊي چونڊي نقصان رسايا ويا، ۽ هو ملڪ ۾ اڇوتن جي زندگي بسر ڪرڻ لڳا.

يٿي صاحب کي حڪومت جي واڳ ڏيڻ وقت هنن انهيءَ قيمت ۾ جو ذليل ڪم هن کان ڪرايو، سو اهو هو تہ پاڪستان ۾ ڪل 13 سو عملدارن کي نااهل قرار ڏيڻ وقت ان جو پورو اڌ ڪن سنڌين کي هنن خارج ڪرايو.

8. انگريزي دور حڪومت کان اڳ سنڌ ۾ ٽالپر گهراڻي جي حڪومت هئي. انهن ڏينهن ۾ هندو اڪثر تجارت جو ڌنڌو ڪندا هئا. زراعت جو پيشو، مسلمانن جي حوالي ۾ هئڻ ڪري انگريزن جي آمد وقت هندن جي هٿ ۾ چند

ايڪڙ زمين بہ ڪانہ هئي. پر انگريزن جي دور حڪومت ۾ هندن وياج خوري، واپار ۽ نوڪريءَ مان پيسو ڪمائي زمين خريد ڪئي. جنهنڪري پاڪستان بڻجڻ تائين هندو 25 لک ايڪڙ زمين هٿ ڪري ويا. اها زمين آبادگارن کي واپس موٽائڻ لاءِ سنڌ جي بمبئي علائقي کان جدائيءَ بعد، سنڌ اسيمبليءَ ۾ قانون انتقال ايراضي ۽ قرضن گھٽائڻ جا بل پيش ڪيل هئا. جي پاس ٿيڻ بعد جڏهن جناح صاحب ۽ لياقت علي خان وٽ منظوريءَ لاءِ پيش ٿيا تہ هنن مهاجرن کي وسارڻ خاطر، انهن بلن جي منظوري نہ ڏني. بلڪ لڏي ويل هندن جي ڇڏيل سموري زمين جا 20 لک ايڪڙ هئي، مهاجرن کي ڪليمن ۾ ورهائي ڏنائون. جن مان اڪثر ڪوڙا ڪليم هئا. سنڌي آبادگارن جي حق جو ڪوبہ خيال نہ ڪيو ويو. جن مان ڪي تہ اهي هئا، جن جي هندن کان زمين ورتل هئي ۽ کي بي زمين هاري هئا.

ڀٽي صاحب ووٽن وٺڻ وقت سنڌي ووٽرن کي ڪوڙا دلاسا ڏيئي ڇڏيا هئا تہ اقتدار ۾ اچڻ بعد هو هرهڪ هاريءَ کي 16 ايڪڙ زمين ڏيندو. سواءِ انهن جي جن کي سندس ڏوڪيبازيءَ ۽ بدڪرداريءَ جو پتو هو، عام ماڻهن برغلجي ڪيس ووٽ ڏنا تہ من هو سندس واعدو پورو ڪري. پر هن صاحب مهاجرن کي اهڙيءَ طرح مليل زمين کي هٿ نہ لاتو آهي، نہ پنجابي عملدارن کي ڏنل زمين موٽائي ورتي آهي.

ان ساريءَ ڪارگذاريءَ جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ سنڌ ۾ نہ رڳو هندن جي ڇڏيل سموري زمين غير سنڌين کي ڏني ويئي آهي. بلڪ بي سرڪاري يا زميندارن کان ورتل زمين جو گھڻو حصو پڻ غير سنڌين جي حوالي ٿي ويو آهي. اڄڪلهہ سنڌ ۾ غير سنڌين جي عام ڪالونائيزيشن ٿي رهي آهي.

9. سنڌ ۾ ڪيتري آباديءَ لائق زمين، پاڻيءَ جي گھٽتائي سبب غير آباد پيئي آهي. ان کي آباد ڪرائڻ لاءِ سنڌ سرڪار پنهنجي پيسي مان بہ نوان بيراج هرهڪ ڪوٽڙي بيراج ۽ گڊو بيراج ٻڌائي، لکها ايڪڙ زمين کي پوک هيٺ آڻڻ جو انتظام ڪيو. جنهن تي اٽڪل 160 ڪروڙ روپيا سنڌ سرڪار جو خرچ آيو. سنڌين کي اميد هئي تہ زراعت پيشہ 50 لک بي زمين هارين کي اهي زمينون ڏنيون وينديون. پر ائين نہ ڪيو ويو. بلڪ انهن بيراجن تي سرڪاري خرچ سان لکها ايڪڙ زمين هموار ڪرائي غير سنڌي عملدارن ۾ تقسيم ڪئي ويئي. باقي زمين کي نيلام ڪيو ويو. جنهن صورت ۾ نيلام ڪندڙ عملدار اڪثر غير سنڌي هئا، ان ڪري هنن اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، تہ انهيءَ نيلام ڪيل زمين جو گھڻو حصو غير سنڌين جي حوالي ٿيو. جتي سنڌي زميندار، انهن غير سنڌي آبادگارن جي وچ ۾ يا پر ۾ اچي ويا تہ انهن جو پاڻي بند ڪرايو ٿي ويو، هنن کي زمين ڇڏڻي ٿي پيئي. اهڙيءَ طرح سان

غير سنڌين کي گهڻي ڀاڱي ملڻ ڪري، باغات يا ٻي نقد فصل جي پوکڻ جي سهوليت نصيب ٿئي ٿي.

مون ۽ ٻين جڏهن به ان ظلم خلاف آواز اٿاريو ٿي، ته ان لاءِ نظربنديءَ يا جيل جون سزائون ڏنيون ٿي ويون. مرحوم حيدر بخش جتوئيءَ انهن حالتن بابت هڪ ڪتاب لکيو ته ان ڪتاب کي ضبط ڪيو ويو، ۽ هن صاحب کي جيل ۾ موڪليو ويو. جتي هن کي ايتري قدر تڪليف ڏني ويئي، جو ٻاهر اچڻ کان پوءِ هو جلد وفات ڪري ويو.

گورنر محمد موسىٰ حيدرآباد ۾ نواب شاهه ۾ سندس تقريرن ۾ صاف ظاهر ڪيو هو ته حيدر بخش جتوئيءَ ۽ جي. ايم. سيد کي جيلن ۾ انڪري رکيو ويو هو، جو هنن ون يونٽ جي مخالفت ٿي ڪئي، ۽ غير سنڌين کي سنڌ ۾ زمين ڏيڻ تي اعتراض ٿي ڪيو (ڪيس ته زمين مليل هئي) جڻ ته زمين سنڌ مهاجر پنجابي سامراج جي جاگير هئي. اُن ۾ سنڌين کي ڪوبه حق نه هو.

10- سنڌ جي زبان هزارن ورهين جي قديم ۽ ترقي يافته زبان هئي. بمبئي کان سنڌ جي جدا ٿيڻ بعد، سنڌ سرڪار ان جي ترقيءَ لاءِ ادبي بورڊ قائم ڪري ان کي منظم طرح سان زور ونائڻ گهريو ٿي. ليڪن پاڪستان بڻجڻ تي نئين آيل حڪمران طبقي ان زبان کي ختم ڪري، سندن ٻاهران آندل اردو زبان کي سنڌين تي مسلط ڪرڻ گهريو ٿي. ان لاءِ جڏهن کهڙي صاحب کان انڪاريءَ جو جواب ملين، ته هنن انهيءَ کي ڪڍي، پير الاهي بخش جهڙي ضمير فروش ماڻهوءَ کي لالچ ڏيئي وزارت ۾ آڻي، ان کان ساريءَ سنڌ ۾ اردوءَ کي لازمي نهرايو ۽ پاڪستان جي قومي زبان اردو مقرر ڪيائون ان کان پوءِ رٿابنديءَ سان سرڪار پرستيءَ هيٺ اردوءَ کي زور ونائي سنڌي زبان سان ماتيجي ماءُ وارو برتاءُ ڪرڻ شروع ڪيو ويو. سنڌي ادبي بورڊ جي گرانٽ کي ون يونٽ وقت گهٽايو ويو. ان بورڊ تي پهرين غير سنڌي سرڪار آفيسر رکيا ويا. پوءِ سرڪاري چاڙتا ميمبر نامزد ڪري، ان جي پيسي سان هٿ چراند ڪئي ويئي جنهن ڪري بورڊ طرفان تجويز ڪيل ڪم جهڙوڪ:

1) سنڌيءَ کان سنڌي ڊڪشنري.
2) انگريزي مان سنڌي ڊڪشنري.
3) سنڌ جي تاريخ لکائڻ.
4) سنڌي انسائيڪلوپيڊيا لکائڻ.
5) ٻين ٻولين جي ڪلاسيڪل ڪتابن جا ترجما ڪرائڻ.
6) سنڌ جي هيريٽيج تي ڪتاب لکائڻ.
7) سنڌي ڊراما لکائي، انهن کي اسٽيج ڪرائڻ ۽ فلمون نهرائڻ.
8) سنڌي لوڪ ادب جي سروي ڪرائڻ.

9) سنڌ ۾ جديد سائنسي ۽ هنري لفظن جو ترجمو ڪرڻو.
10) سنڌي شارٽ هينڊ لکڻ، سنڌي ٽائيپ تيار ڪرائڻ.

وغيره رهجي ويا. ان جي مقابلي ۾ انجمن ترقي اردوءَ کي هندن طرفان ڇڏيل وڏيون جايون سپرد ڪري، لکها روپيا گرانٽون ڏيئي، اردو بورڊ قائم ڪري، اردوءَ جي همت افزائي ڪئي ويئي. ڪراچي يونيورسٽي مان سنڌي زبان کي خارج ڪرائي، ان جي جاءِ تي اردوءَ کي رکيو ويو. ڪراچي شهر مان سنڌي زبان کي پرائمري تعليم جي درجي تان هٽائي اردوءَ کي زوريءَ سنڌي ڳالهائيندڙ ماڻهن تي مسلط ڪيو ويو، جاين گهٽين تي غير سنڌي نالا لکائي، سنڌي روايات کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. سنڌ ۾ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تان سنڌي زبان کي تمام گهٽ وقت ڏنو ويو. پر جيڪو ڏنو ويو، ان لاءِ گهٽ رقم خرچ سبب سنڌيءَ ۾ اهڙا نڪما پروگرام نڪتا ٿي، جو ٻڌڻ جي لائق نه هئا. سنڌين مجبور ٿي آل انڊيا يا سياون وغيره اسٽيشنن تان سنڌي پروگرام ٻڌڻ کي ترجيح ٿي ڏني جاٽي واٽي هنن سنڌي فنڪارن ۽ شاعرن کي ريڊئي ۽ ٽيليويزن کان ڏور رکيو ٿي ويو، ۽ رواجي فنڪارن ۽ شاعرن کي ترجيح ڏيڻ ڪري سنڌي پروگرام بيڪار ٿي پيا ٿي.

(11) سنڌين کي اميد هئي ته پاڪستان بڻجڻ بعد جمهوري طرز حڪومت مطابق ملڪ ۾ جمهوريت جي بحاليءَ، قومپرستيءَ جي پرچار، سوشلزم ۽ سيڪيولرزم جي پروپيگنڊا جي اجازت ڏني ويندي. ليڪن جنهن صورت ۾ پاڪستان حڪومت تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين جو قبضو ٿي ويو هو، تن اهڙي پاليسي اختيار ڪئي جو ڪابه ڳالهه جا سندن راءِ يا مفاد جي خلاف هئي، يا سنڌين جي فائدي ۾ هئي، ان کي سختيءَ سان اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي خلاف ظاهر ڪري دٻايو ٿي ويو. قومپرست سياستدانن کي بنا ڪيس هلائڻ جي ورهين جي ورهيه جيلن يا نظربندين ۾ رکيو ويو، سندن رسالا، اخبارون بند ڪيون ويئون، سندن ڪتاب ضبط ڪيا ويا. سنڌي اديبن کي بنا ڪيس هلائڻ جي جيلن ۾ موڪليو ويو، ڪارا قانون پاس ڪري، قومپرستي کي غير قانوني ٺهرايو ويو. پريسن تي اهڙي چوڪسي رکي ويئي، جو هنن ڪوبه سنڌ جي فائدي يا حڪمران طبقي جي مفاد خلاف مضمون، ڪتاب، رسالو ڇپڻ کان انڪار ٿي ڪيو. جن پريسن ڪجهه مواد ڇپيو ٿي ته انهن جون پريسون ضبط ڪيون ٿي ويئون. عدالتي ڪاتي کي هيسائي، ڪمزور ڪري، پنهنجا ڇاڙتا جج رکي، قانوني چاره جوئيءَ کي بيڪار بنايو ويو. شاعرن، مضمون نويسن، قومپرست ڪارڪنن کي حڪومت جي ظلم جو نشانو بنائي، تڪليفون ڏنيون ٿي ويون. قومپرست پروفيسرن ۽ ماسترن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو ۽ شاگردن کي مارون ڏياري، ريسٽيڪيٽ

ڪرائي، ڪانئن اسڪالرشپون کسي، کين ناپاس ڪري، تنگ ڪيو ويو. ايتري قدر جو موجوده پٽي صاحب جي دور حڪومت ۾ شاگردن جي عيوض ان جي مائٽن کي مارون ڏياري، جيلن ۾ رکيو ويو تي، يا پوليس ٿاڻن تي بنا سبب جي هفتن جا هفتا لاڪ اپ ۾ رکيو تي ويو، جن شاگردن ۾ قومپرستيءَ جو مادو پيدا ٿيل هو، انهن کي لالچائي خريد ڪري، پنهنجي اصولن کان ڦيرايو تي ويو. يا جيلن ۾ موڪلي سزائون ڏنيون تي ويئون، يا سرڪاري غنڊن هٿان مارون کڏيائي، چپ تي ڪرائي ويئي. ڪن شاگردن جڏهن ضمانت لاءِ درخواست تي ڏني تہ ماجسٽريٽن تي زور بار آڻي، ضمانت جون درخواستون رد ڪيون تي ويئون. ايتري قدر جو جڏهن ڪن شاگردن جي ضمانت سپريم ڪورٽ منظور تي ڪئي، تہ ٻيا ڪوڙا ڪيس ڪري، انهن کي وري جيلن ۾ رکيو تي ويو. پر جي ٻئي ڪيس ۾ بہ وڏين ڪورٽن صمانت تي ڪنئي تہ ٽيون ڪيس داخل تي ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح کي شاگرد اهڙا هئا، جن تي جيل ۾ وڃڻ بعد ڪيسن جو تعداد بہ 8 تائين وڃي پهتو هو. جيلن ۾ شاگردن کي ڏنب ڏنا ويا، ساڻن بيون نازيبا حرڪتون، ڏوهاري قيدين يا جيل عملي يا پوليس وارن کان ڪرايون تي ويئون. غنڊن شاگردن کي پئسا ڏيئي، حڪمران طبقي جو حامي بنائي، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد شاگردن ۾ اضافو ڪيو تي ويو. حالت ايتري قدر وڃي بيني تي تہ اسڪالرشپ ڏيڻ کان اڳ ڪاليج پرنسپال يا وائيس چانسلر لاءِ حڪمران طبقي جي شاگردن جي سفارش وٺڻ لازمي نهرائي ويئي هئي.

هڪ مهاجر ڪمشنر سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي ون يونٽ خلاف ۽ سنڌي ٻوليءَ جي فائدي ۾ جلوس ڪڍڻ تي لٺين سان مارون ڏياري، پاڻيءَ ۾ اڇلارايو هو. ان ڪانپوءِ انهن کي جيلن ۾ وجهي، طرح طرح جي تڪليف ڏني هئي، تہ ان جي خلاف ڪجهہ بہ قدم نہ کنيو ويو. پٽي صاحب حڪومت جي واڳ وٺڻ بعد سنڌين کي ڏوکو ڏيڻ لاءِ اعلان ڪرايو تہ جنهن جاءِ تي سنڌي شاگردن کي ان مهاجر ڪمشنر مارون ڏياريون هيون، ان جاءِ تي سرڪار اٺ لک روپين جي خرچ سان يادگار نهرائيندي. پر مٿان مهاجر پنجابي زور بار پوڻ ڪري هن نہ رڳو ان يادگار جي نهرائڻ کي رد ڪيو، پر مورڳو ان عملدار کي سزا ڏيڻ جي عيوض پروموشن ڏيئي، هڪ وڏي مکيہ عهدي تي رکيو.

12. پاڪستان ٻنجڻ ڪانپوءِ مرڪزي حڪومتن جي واڳ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجي نمائندن سول سروس ۽ ملٽري جنتا جي هٿن ۾ هئي. تن وقت بہ وقت مرڪزي وزارتن کي اسيمبلين ۾ اڪثريت هئڻ جي باوجود پئي بدلايو. لياقت علي خان کي قتل ڪيو ويو. خواجہ ناظم الدين کي ڪڍيو ويو. ان ڪانپوءِ محمد علي بوگرا کي آڻي، وري ان کي هٽايو ويو. پوءِ محمد

اسماعيل چندريگر، محمد علي چوڌري، حسين شهيد سهروردي، سر فيروز خان نون سڀ انهيءَ گروهه جي محلاتي سازشن ڪري وزارتن ۾ آندا ويا ۽ ڪڍيا ويا. ان ڪانپوءِ سڪندر ميرزا ۽ جنرل ايوب خان صوبائي ۽ مرڪزي اسيمبلين کي ختم ڪري، ملڪ سان مارشل لا لاڳو ڪري، انهيءَ فوجي جنتا جي آڌار تي حڪومت برپا ڪئي، 20 ڏينهن ڪانپوءِ وري سڪندر ميرزا کي ڪڍي، جنرل ايوب کي صدر ڪري، حڪومت هلائڻ لاءِ نامزد ڪيو.

انهيءَ دور ۾ صوبائي اسيمبليون، ميونسپالٽيون، لوڪلبورڊ وغيره جا سڀ چونڊيل ادارا ختم ڪري، هٿرادو نامزد ڪيل ڪاميٽيون بنائي ڪم هلايو ويو. ساڳئي وقت مسلسل پروپيگنڊا ڪري، دنيا ۽ ماڻهن کي ٻڌايو ويو ته پاڪستان جا عوام جمهوريت هلائڻ لاءِ نااهل هئا. اڪثري تجربيڪار سياستدانن کي سياست ۾ حصي وٺڻ کان نااهل قرار ڏنو ويو. جنرل ايوب جي دور ۾ ڪامورن مسلسل پروپيگنڊا جي ذريعي جنرل ايوب کي ملڪ جو نجات دهنده ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪامورن کي حڪومت هلائڻ جو اهل ۽ لائق سمجهي، انهن کي ملڪ جو ڪرتا ڌرتا بنائي ڇڏيو.

ان وقت اخبارن تي پابنديون وجهي، يا خريد ڪري، ان آمرانه دور کي باعث رحمت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. جن به اخبارن انهيءَ پاليسيءَ جي پنيرائي نه ڪئي ته انهن اخبارن کي يا ضبط ڪيو ويو، يا ان جي ايڊيٽرن کي جيلن ۾ موڪليو ويو.

13. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ مهاجر پنجابي سامراج جي مدارالمهام ملٽري ۽ سول سروس جنتا، نه صرف مرڪزي حڪومتن ۾ ڦير گهير پئي ڪئي، پر صوبائي اسيمبلي کي به ڪيڏوٽو بنائي رکيو ويو. سنڌ ۾ وزارتن کي بنا سنڌ اسيمبلي ميمبرن جي اجازت ۽ مصلحت جي، مٿان دست اندازي ڪري، هڪڙين کي ڪڍي، ٻين کي آڻي جو دستور عام ڪري ڇڏيو هو. پهرين محمد ايوب کهڙي وزيراعليٰ سنڌ جڏهين سندن مرضيءَ مطابق ڪم نه ڪيو ته ان کي ڪڍي، جيل ۾ موڪلي، هڪ بي ضمير ميمبر پير الاهي بخش کي وزيراعليٰ نامزد ڪري، ان کان سنڌ دشمنيءَ جا ڪم ڪرايائون. آخر جڏهن پير الاهي بخش سندن ڪٿن ڪمن ڪري، ميمبريءَ مان اليڪشن ٽربيونل جي فتوىٰ ڪري، خارج ٿي وزارت کان نڪتو ته ان جي جاءِ تي يوسف هارون کي وزيراعليٰ ڪري نامزد ڪيو ويو، جو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به نه هو ان کي ڪجهه وقت آزمائي، پوءِ ڪيس آسٽريليا جو ايلچي ڪري موڪلڻ بعد قاضي فضل الله کي وزيراعليٰ ڪري ڪم هلائڻ لڳا. ان ڪانپوءِ جڏهن ڏٺائون ته کهڙو صاحب ڪم هلائڻ لاءِ زياده ڪارآمد ٿي سگهيو ٿي، ۽ هنن به حالتن کي

ڏسي کين رضامند ڪرڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪئي هئي، تہ ماضيءَ کي وزارت تان هٽائي، کهڙي کي ٻيهر وزيراعلیٰ نامزد ڪيائون.

کهڙي جي ان وزارت کي اڃا ٿورو وقت مس گذريو هو، تہ جملي سنڌي ميمبرن ۾ اختلاف پيدا ڪري، پاڻ ۾ ويڙهائي، کهڙي قاضي فضل الله ۽ ٻين وزيرن تي پروڊا درخواستون وجهارائي، ٽربيونل مقرر ڪرائي، انهن کي وزارت مان خارج ڪري، سنڌ ۾ شيخ دين محمد نالي هڪ ڪٽر پنجابي گورنر هيٺ راڄ هلائڻ شروع ڪيائون. جنهن سنڌ جي زمينن تي پنجابين کي ڪالونائيز ڪرڻ ۾ ڪا گهٽتائي نہ ڪئي. ان ڪانپوءِ نين چونڊن تائين سنڌ ۾ گورنري راڄ قائم رهيو. 1953ع ۾ سنڌ ۾ نيون چونڊون ٿيون جنهن ۾ چونڊن بعد پيرزادي عبدالستار کي مرڪزي اسيمبليءَ مان هيٺ لاهي، بنا سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر هئڻ جي، سنڌ جو وزيراعلیٰ مقرر ڪيو ويو. ان جي وزارت ۾ پير علي محمد شاهہ راشدي ۽ قاضي محمد اڪبر کي وزير ڪري رکيو ويو.

ٿوري وقت ۾ سامراجي پاليسي ”ويڙهائي راڄ ڪرڻ“ مطابق انهن وزيرن ۾ اختلاف وجهارايو ويو. جنهن تي پير علي محمد شاهہ راشدي ۽ قاضي محمد اڪبر وزارت ڪان ٻاهر نڪري ويا. ان ڪري پيرزاده وزارت لوڏن ۾ آئي، تہ ان کي بچائڻ لاءِ هن کي اجازت ڏني ويئي تہ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن مان سيني اٺر وارن کي وزارت ۾ کڻي، پنهنجي وزارت کي مضبوط ڪري. اهڙيءَ طرح هن وزيرن جو تعداد ڇهن مان وڌائي 13 ڪيو نيٺ ٿوري وقت ڪانپوءِ اهي سامراج حڪمران پيرزادي وزارت مان بہ هيٺين ڳالهين ڪري ناراض ٿي پيا.

(الف) مرڪزي اسيمبليءَ ۾ آئين ناهڻ وقت مرڪز جي اختيارن جي سوال.

(ب) مغربي پاڪستان ۾ صوبن کي ختم ڪري، ون يونٽ ناهڻ ۽

(ت) غلام محمد هڪ پنجابي گورنر جنرل جا اختيار گهٽ ڪرڻ واري سوال تي پيرزادي، سرڪار جنتا جي مخالفت ڪئي، جنهن ڪري باوجود سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبرن جي اڪثريت جي مدد هئڻ جي، ڊسمس ڪري، کهڙي کي جو هن وقت تائين عهدي جي لالچ ڪري نئينءَ مان سندن پوئلڳ ٿي چڪو هو، پروڊا جي قانون موجب ڇهہ سال سياست ۾ حصي وٺڻ ڪان خارج هجڻ، سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر نہ هئڻ جي باوجود سنڌ جو وزيراعلیٰ نامزد ڪري، ان ڪان سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي جيل ۾ وجهارائي، پوليس ۽ ڏنڊي جي زور سان سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جو نهراءَ پاس ڪرايو ويو. ان وقت جن سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن ۽ قومي ڪارڪنن کي جيل ۾ موڪليو ويو هو، انهن مان آئون بہ هڪ هوس.

ون يونٽ ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ سان جيڪي ويل وهايا ويا ۽ ظلم ڪيا ويا، انهن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

1) سنڌ سرڪار جي خزاني جا بچت ٿيل 33 ڪروڙ روپيا، جي سنڌ جي ترقياتي ڪمن لاءِ مخصوص ڪيل هئا، مغربي پاڪستان صوبي جي ڪتب آندا ويا ۽ پنجاب صوبي جي هڪ سؤ ڪروڙ رپين قرض ڪي، ون يونٽ جي گڏيل خزاني مان پريو ويو.

2) سنڌ سرڪار جي وزيرن ۽ سيڪريٽريٽ جا فرنيچر غاليچن سوڌا سنڌ مان ڪڍائي لاهور نيا ويا، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي لائبريري بہ اوڏانهن موڪلي ويئي.

3) صوبي سنڌ ۾ صوبائي خرچ مان ٺهرايل بہ نون بيراجن مان هرهڪ ڪوٽڙي بيراج ۽ گڊو بيراج تي نڪتل زمينون آهستي آهستي ڪري ملٽري ۽ سول سروس جي عملدارن کي جن ۾ اڪثريت پنجابين جي هئي، ورهائي سنڌ ۾ انهن کي وسايو ويو. سڄي سنڌ کي ائين پنجاب جي هڪ ڪالوني بنائڻ لاءِ ڪالونائيزيشن آفيسر مقرر ڪيا ويا.

4) سنڌ ۾ مکيہ عهدن ڪمشنر، ڊپوٽي ڪمشنر، ڊي.آئي.جي، ايس. پي وغيره جي جاين تي غير سنڌي عملدارن کي رکي، سنڌ جي قومپرستيءَ جي تحريڪ کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

5) سنڌ جي نالي کي هر جڳهہ تان مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ايتري قدر جو حيدرآباد سنڌ ريلوي اسٽيشن تان سنڌ جو نالو ڪڍايو ويو. ريلوي اسٽيشنن جي نالن، رستن جي پٽرن، ووٽرن جي لسٽن کي اردو زبان ۾ لکارائي، سنڌي زبان کي ختم ڪرڻ لاءِ قدم کنيا ويا.

6) سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ منظم سازش هيٺ سنڌي ادبي بورڊ ۽ شاهہ عبداللطيف ڪلچرل بورڊ لاءِ سنڌ سرڪار طرفان مقرر ڪيل رقمون گهٽايون ويون. سنڌ يونيورسٽي ۽ ڪاليجن کي اهڙيءَ طرح هلايو، جو انهن جي چارج غير سنڌي استادن جي حوالي ۾ ڏيئي، نظريي پاڪستان جي حامين کي زور ونائي، سنڌي قومپرستيءَ جي رجحان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. جن سنڌي شاگردن احتجاج يا مخالفت ڪئي ٿي، انهن کي پوليس کان مارون ڏياري، جيلن ۾ موڪلي، ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

7) سنڌ ۾ نہ صرف وڏن عهدن تي غير سنڌي عملدار رکيا ويا، پر ويندي پٽيوالن تائين بہ غير سنڌي عملي جي ڀرتي ٿيڻ شروع ٿي. سنڌ جي حقن جي حفاظت لاءِ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سوال پڇڻ يا اخبارن ۾ مضمون لکڻ کي ناپسنديءَ جي نگاهہ سان ڏٺو ويو.

8) سنڌ جي واپار ۽ ڪارخانن لاءِ، غير سنڌين کي ليسن ۽ پوسٽون ڏيئي، سنڌين جي حقن کي ماريو ويو. اهڙيءَ طرح اقتصادي طرح سنڌين جي ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪون وڌيون ويئون. سنڌ مان فقط چند انهن ماڻهن کي پرمٽون ڏنيون تي ويون، جن سنڌن دلالي تي ڪئي. پر جنهن صورت ۾ انهن کي انهيءَ ڏس ۾ مهارت ڪانه هئي. نه واپار ڪرڻو هو ۽ نه ڪارخانو هلائڻو هو. پر فقط پنهنجي آقائن جي دلالي ڪرڻي هئي. جنهن لاءِ اهي ليسن ڪين قيمت طور ڏنا تي ويا. تنهنڪري انهن وري اهي پرمٽون ۽ ليسن ٿير سنڌين ڪان پئسا ونئي، انهن کي وڪرو ڪري ڏنا تي.

9) سنڌ ۾ زمين جي وڪري ۽ نيڪالي لاءِ اهڙا طريقا اختيار ڪيا ويا، جنهن ڪري سنڌ کان ٻاهر جي ماڻهن کي زمين خريد ڪرڻ جي سهوليت مهيا ڪئي ويئي تي.

10) اڪثر اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ ڪاتا، مغربي پاڪستان جي بنياد تي نوان ادارا ناهي، انهن جي حوالي ڪري، سنڌن واڳ غير سنڌي عملدارن جي هٿ ۾ ڏني ويئي. جن منظم طريقي سان هر منصوبي ۾ سنڌ کي پوئتي اڇلائڻ جي ڪوشش ڪئي تي. سنڌ جي ترقيءَ لاءِ صوبي سنڌ جي ڏينهن ۾ ناهيل اسڪيمن کي رد ڪري، هينين ادارن ذريعي سنڌ کي مهاجر پنجابي ڪالوني سمجهي انهيءَ جو استحصال ڪرڻ شروع ڪيو ويو.

1. پي. آءِ. ڊي. سي — P.I.D.C
2. پي. آءِ. سي. آءِ. سي — P.I.C.I.C
3. آر. ڊي. سي — R.D.C
4. واپڊا — WAPDA
5. اين ايس آءِ سي — N.S.I.C

پاڪستان ۾ سنڌين جي حقن سان جيڪا هٿ چراند تي آهي، ان جو ڪجهه احوال شاگردن طرفان مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي کي پيش ڪيل عرضداشت ۾ ڏيکاريا، حقيقتن جي احوال مان پڻ پڌرو تي سگهي ٿو:

(1) ”سنڌ ۾ مهاجر پنجابي سرمائيدارن جي هزار ڪن فرمن سنڌي ملازم اتي ۾ لوڻ برابر به نه رکيا ويا آهن. اهڙن ملازمن ۾ سنڌي هڪ سؤ ڪن مس هوندا.

2) سنڌ ۾ اٽڪل چار سؤ ڪن خانگي ۽ سرڪاري انڊسٽريز آهن، جن ۾ ڏهن لکن کان به مٿي مزدور، ٽيڪنيشن ۽ ٻيو عملو ڪم ڪندڙ آهي. جن ۾ هڪ هزار ڪن سنڌي مس نوڪرين ۾ آهن ائين نه آهي ته سنڌي مزدوري ۽ ٻئي

عملي لاءِ ملي ڪونه تا سگهن پر مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي پاليسي اها آهي ته سنڌين کي حتي الامڪان نوڪرين کان پري رکجي.

3) سنڌ ۾ خانگي بئنڪن (جي هاڻ قومي ملڪيت ۾ ورتيون ويون آهن) جهڙوڪ: حبيب بئنڪ، يونائيٽيڊ بئنڪ، مسلم ڪمرشل بئنڪ وغيره جون سون جي اندر برانچون آهن. جن ۾ ڪارڪنن جو تعداد ڏهن هزارن کان به مٿي آهي. جن ۾ سنڌي ٻه اڍائي سو ڪن مس آهن. هاڻ ته ويتر انهن قومي ملڪيت ۾ ورتل بئنڪن ۾ سنڌين کي نوڪري ملڻ مشڪل ٿي پوندي، جو اسٽيٽ بئنڪ ۽ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان ۽ مرڪزي سرڪار جي مالي کاتي تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو قبضو آهي، جي سنڌين جا دشمن آهن.

4) اهڙيءَ طرح سيني بئنڪن جي ڏيتي ليتيءَ جو زياده تر وهنوار به غير سنڌين سان رهي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو غير سنڌي واپار ۽ ترقي ڪندا وڃن ٿا ۽ سنڌي پوئتي پئجي ويا آهن.

5) ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ مرڪزي سرڪار اٽڪل 50 ڪروڙ روپيا مهاجرن جي آبادڪاريءَ تي خرچ ڪري، ڪين گهر ٺهرائي ڏنا آهن. ازانسواءِ بي انداز سرمايو قرضن طور ڪين ڏيئي، ڪين جاين ٺهرائڻ لاءِ بهترين سهوليتون مهيا ڪيون آهن. پر سنڌ جي اصل رهاڪن جي آبادڪاريءَ لاءِ ڪوبه قدم نه کنيو ويو آهي. سنڌ جي اصل رهاڪن جو چوٿون حصو خانه بدوش، نيم خانه بدوش، ڇڙوڇڙ جهوپڙين ۾ رهندڙ غليظ ڳوٺن ۾ رهي ٿو. پر پاڪستان سرڪار جي معتصب ۽ بغض رکندڙ روش ڪري، انهن لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويو آهي. اُهي ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ سنن گهرن، تعليم، علاج، مٺي پاڻي، رستن ۽ جديد زماني جي سهوليتن جهڙوڪ بجلي، گيس، سينيما وغيره کان محروم آهن.

ڪراچيءَ جو لياري ڪوارٽر، ڪڏو، غريب آباد، چنيسر ڳوٺ، پٽيه وليج، آسپاس ۾ بروهين، مڪرانين، ڳبولن، ڳدن، برفتن جا ڳوٺ ساڳيءَ طرح پراڻين ۽ زبون جهوپڙين ۾ زندگي بسر ڪري رهيا آهن. نه رڳو ايترو، پر وقت بوقت ڊيولپمينٽ اختياريءَ وارا انهن ڳوٺن کي لڏائڻ لاءِ قدم کڻندا، ڪين ٻاهر ڌڪيندا، مهاجرن لاءِ ميدان صاف ڪندا وڃن ٿا، ته جيئن ڪراچيءَ کي آسانيءَ سان مهاجر ڪالوني بنائي سگهن.

هڪ طرف سنڌ جا 30 لک رهاڪو نيم خانه بدوش زندي گذاري رهيا آهن، ته ٻئي طرف مهاجرن لاءِ ڪڏي جي ٻاهران ناظم آباد، ڪورنگي، لياقت آباد، ڊرگ روڊ، سعود آباد ۽ ٻين ڪالونين تي ڪروڙ ها روپيا خرچ ڪيا ويا آهن. تازو ڪي. ڊي. اي جي ڊائريڪٽر بيان ڏنو آهي ته پٽي صاحب جي حڪومت بهارين جي رهائش لاءِ گهر ٺهرائڻ واسطي اٺ ڪروڙ روپيا منظور ڪيا آهن.“

ان ڪان پوءِ شاگردن پنهنجي عرضداشت ۾ پٽي صاحب کي هينئين طرح خطاب ڪيو آهي:

”جناب صدر! اوهان کي خبر هوندي تہ هرهڪ قوم ۽ ملڪ جي افراد وٽ هينيان پنج ورثا، سندن قيمتي ميراث ٿين ٿا، هن جي حفاظت هو سندن فرض منصبي سمجهي ڪندا آهن:

1) سياسي آزادي.
2) اقتصادي سرمايو.
3) قومي ڪلچر.
4) تاريخي روايات.
5) زبان.

اوهان کي معلوم هوندو تہ جڏهين کي گروهہ يا قومون، ٻين قومن کي فتح ڪري کين غلام بنائينديون آهن، تہ انهن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ لاءِ هينيان حربا استعمال ڪنديون آهن.

1) تشدد جي ذريعي هنن کي تابع رکنديون آهن.
2) محڪوم ڪرڻ بعد اصلي باشندن جي اقتصادي ورثن ۽ سرمائي تي قبضو ڪنديون آهن.
3) غلط نظريا ايجاد ڪري، سخت پروپيگنڊا ذريعي محڪوم ماڻهن جا ذهن مسخ ڪري، غلاميءَ لاءِ رضامند ڪنديون آهن.
4) مڪاني ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي، خود مطلب ۽ بزدل ماڻهن کي پنهنجو ايجنٽ بنائي ڪم وٺنديون آهن.
5) اصل باشندن جي هزارن ورهين جي زبان ۽ ڪلچر کي ختم ڪري، پنهنجي زبان ۽ ڪلچر مٿن مسلط ڪنديون آهن.“

انهيءَ ڪان پوءِ شاگردن پنهنجي عرضداشت ۾، مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين بابت هينئينءَ طرح وضاحت ڪئي آهي:

(الف- پهريون هيءَ سوال فيصل ڪرڻو آهي تہ سنڌ جدا ملڪ ۽ سنڌي جدا قوم آهن يا نہ“

هن حقيقت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ سنڌ هزارن سالن کان هڪ جدا ملڪ جي صورت ۾ آزاد رهي آهي، جنهن کي پنهنجو سياسي وجود، پنهنجا تاريخي روايات، زبان، ڪلچر ۽ اقتصادي مفاد رهيا آهن. انگريزن جي اچڻ کان اڳ سنڌ جي جدا آزاد حڪومت وجود ۾ هئي، سنڌ هميشه سندس آزادي قائم رکڻ لاءِ ڪوشان پئي رهي آهي.

يونانين جي قبضي کان پوءِ وري ان تي مڪاني ماڻهن حڪومت ڪئي. ان کان پوءِ وري کين عرب سامراج محڪوم ڪيو. جن کان بہ هنن وري آزادي

حاصل ڪري، پنهنجون مڪاني حڪومتون برپا ڪيون. ان ڪان پوءِ بہ ڪيترين ٻاهرين جنگجو قومن مٿس حملا ڪيا ۽ قبضا ڪيا، جو هنن وري پنهنجيون حڪومتون، سومرن، سمن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي هٿ هيٺ قائم ڪيون.

آخر ۾ انگريزن ان کي فتح ڪري، سندن انڊين ايمپائر ۾ شامل ڪري، ان کي بمبئي علائقي مان ملحق ڪري ڇڏيو. جنهنڪري ان جي ترقي ۽ تعمير ۾ رنڊڪ پئجي ويئي. گهڻي جدوجهد بعد 20 سالن جي ڪوشش سان 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئي علائقي کان علحده ڪري، جدا صوبي جي صورت ڏني ويئي. سنڌين اڃا مواصلات، تعليم، صحت ۽ زرعي سڌارن وغيره لاءِ ڪجهہ قدم مس کنيا هئا، تہ هندوستان جي آئيني سڌارن جي چڪر ۾ سنڌ کي مذهب جي نالي ۾ پاڪستان جو حصو بنايو ويو.

سنڌين کي آل انڊيا مسلم ليگ جي لاهور واري ٺهراءَ ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي پاس ڪيل ٺهراءَ جي آڌار تي آسرو هو تہ ان کي پاڪستان جي دائري اندر آزاد ۽ خودمختيار رياست بنايو ويندو. ليڪن ائين نہ ٿيو.

1) هزارها سالن جي جدا ملڪ کي هڪ اهڙي نظام حڪومت ۽ مذهب ۽ پاڪستان جي ڌوڪي هيٺ محڪوم ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ هو دائمي اقليت ۾ رهي، ٻئي اڪثريت واري صوبي جي مفاد لاءِ ڪتب اچي رهيو آهي. پاڪستان جي وحدت، سالميت ۽ يڪجهتيءَ جي ڌوڪي هيٺ، سنڌ جي رهاڪن کي مهاجر پنجابي اڪثريت جي فيصلن سان ٻڌو ويو.

2) مغربي پاڪستان ۾ سنڌ مان وصول ٿيندڙ جملي پيدائش ڪسٽمس، انڪم ٽيڪس، ايڪسائيز ڊيوٽي، سليس ٽيڪس وغيره مان اٽڪل 35 ڪروڙ روپيا ٿئي ٿي، سا ٻين صوبن جي ماڻهن ۽ مفاد لاءِ خرچ ڪئي وڃي ٿي.

3) سنڌن جداگانہ قوم جو مهاجر پنجابي مستقل مفاد خاطر خودساختہ نظرئي پاڪستان جي آڙ ۾ انڪار ڪيو وڃي ٿو.

4) پاڪستان جي يڪجهتيءَ جي نالي ۾ سنڌ جي هزارن ورهين جي وسيع زبان تي 300 ورهين جي نوزائيده غير ملڪي اردو زبان کي مسلط ڪري، سنڌ جي زبان ڪلچر کي نقصان رسايو وڃي ٿو. سنڌي ادب فوڪ لور ۽ تاريخ جي، سرڪاري ادارا جهڙوڪ ريڊئي، ٽيليويزن، يونيورسٽي، سئنيما ۽ ڪلچرل ادارن ذريعي گهٽتائي ڪئي وڃي ٿي، ۽ انهن کي ريٿي، ڌارئين ڪلچر جي برتريءَ جي ڌاڪ وهاري وڃي ٿي.

5) سنڌ مان تاريخي جاين، ڳوٺن، شهرن، رستن بلڪ ان جي ڪيترين جاگرافيائي هنڌن جا نالا مٽائي، يا مسخ ڪري، نوان نالا رکي، ان جي تاريخي، تهذيبي ۽ قدرتي وجود کي مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

6) سنڌ ۾ ڪثير تعداد ٻهاري گهرائي، ۽ پنجابي شهرين مان ڪالونائيز ڪرائي، منظم منصوبي ماتحت، ان جي اصل رهاڪن کي اقليت بنائڻ جي سازش سٽجي رهي آهي.

7) سنڌ کي ٽڪرا ڪري، هڪ حصي کي مهاجرستان بنائڻ لاءِ منصوبا هلي رهيا آهن.

8) پاڪستان ۾ سنڌين کي مليل نوڪرين جا هينيان انگ اکر ثابت ڪندا، ته سنڌين جي پاڪستان ۾ رهڻ ڪري، ڪهڙي نه زبون حالت ٿي آهي:

(الف) پاڪستان مرڪزي حڪومت جي سرڪاري نوڪرين ۾ سنڌين کي پنجن هزارن پويان هڪ نوڪري مس مليل آهي.

(ب) صوبي سنڌ اندر جملي نوڪرين ۾ سنڌين کي 40 سيڪڙو نوڪريون مس مليل آهن.

(ت) قيام پاڪستان بعد منظم سازش ذريعي، مسلم اقليت وارن مسلم ڪامورن کي ترڪيب ڏيئي پاڪستان آٽي، انهن کي مکيه عهدن تي مسلط ڪري، انهيءَ ذريعي اهڙي پاليسي هلائي ويئي آهي، جنهن جو نتيجو هينئين طرح نڪتو آهي:

(i) مرڪزي حڪومت جي سيڪريٽريٽ ۾ پنجن هزارن پويان سنڌين کي مس هڪ جاءِ مليل آهي.

(ii) بچاءَ کاتي ۾ ڏهن هزارن پويان سنڌين کي هڪ نوڪري مس حصي ۾ آيل آهي.

(iii) پرڏيهي معاملات جي کاتي مان تقريبن سنڌين کي محروم رکيو ويو آهي، سواءِ ٿورن سفيرن جي. هن کاتي جي عملي مان چئن هزارن پويان هڪ سنڌيءَ کي نوڪري مس مليل آهي.

(iv) مالي کاتي ۾ سنڌي اٽي ۾ لوڻ برابر آهن.

(9) مهاجر پنجابي سامراجين، سنڌ جي اقتصاديات تي قابض ٿيڻ لاءِ هينيان قدم کنيا آهن:

(الف) ون يونٽ ناهي، مارشل لا لڳائي، پورا پندرهن سال سنڌ جي جملي اقتصادي ۽ مالي وسيلن کي پنهنجي سامراجي مقصدن لاءِ استعمال ڪندا رهيا آهن.

(ب) ٽن وڏين ندين جو پاڻي پارت کي ڏيئي، هڪ هزار ڪروڙ روپين جي خرچ سان نوان بيراج، تربيلا ۽ منگلاڊيم ٻڌائي، سنڌ کي بجليءَ ۽ پاڻيءَ جي فائدي کان محروم ڪيائون.

(ت) مغربي پاڪستان صنعتي ۽ ترقياتي ڪارپوريشن تي خرچ ڪيل ٻه سو ڪروڙ روپين مان سنڌجي ترقياتي اسڪيمن تي صرف ڏهه ڪروڙ روپيا خرچ ڪيائون.

(ث) سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ غير سنڌي استادن جي اڪثريت رکي وئي آهي، جن امتحانن ۽ پڙهائڻ ۾ سنڌي شاگردن کي نقصان پهچايو آهي.

(ج) ڪراچي ۽ ٻين وڏن شهرن جي ميونسپالٽين ۾ عملي جي اڪثريت مهاجرن جي حوالي ڪئي وئي آهي. جن سنڌين لاءِ شهرن ۾ آباد ٿيڻ تقريبن ناممڪن بنائي ڇڏيو آهي.

(ح) ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي سينئر ۽ جونيئر ڪلاس آفيسرن ۾ 13 غير سنڌي ۽ ٻه سنڌي آهن. ساڳي حالت حيدرآباد، سکر، وغيره ميونسپالٽين جي آهي. ڪلاريڪل ۽ مينيل اسٽاف ۾ سنڌي پنج سيڪڙو مس آهن.

(10) هن وقت، سنڌ ون يونٽ کان جدا ٿيڻ بعد سرڪاري ملازمن ۾ سنڌي عملي جي حالت هينئنءَ ريت آهي.

(i) سنڌ سيڪريٽريٽ جي ڪلاس ون ۽ ٽو جي جملي 66 آفيسرن مان 19 سنڌي آهن.

(ii) اسٽيٽ بئنڪ جي ڪلاس ون ۽ ٽو جي جملي 959 آفيسرن مان 3 سنڌي آهن، ۽ ان جي هينين عملي مان ساڍن ٽن هزارن ۾ 20 سنڌي آهن.

(iii) نيشنل بئنڪ جي ڪلاس ون ۽ ٽو جي جملي 1200 سؤ آفيسرن مان 5 سنڌي آهن، ان جي هينين عملي ۾ ساڍن ٽن هزارن مان چاليهه سنڌي آهن.

(iv) ريلوي ڊپارٽمينٽ ۾ هڪ هزار تي هڪ سنڌي آهي.

(v) پوسٽ ۽ ٽيليگراف ۾ = = =

(vi) ٽيليفون ۾ = = = =

(vii) پورٽ ٽرسٽ ۾ = = =

(viii) ڪسٽمس کاتي ۾ = = =

(ix) ريڊيو ۽ ٽيليويزن ۾ = = =

(x) پي آءِ ڊي سي ۾ = = =

(xi) سرڪاري ڪارخانن ۾ هڪ هزار تي هڪ سنڌي آهي.

(xii) تعليم کاتي ۾ = = =

(11) اهو سڀ ان ڪري ٿيو آهي، جو مهاجر عملدارن هينيان حربا استعمال ڪري، نوڪرين جي ڀرتي ڪئي آهي.

(الف) سنڌين جي جداگانه ڪوٽا کي ختم ڪري، آل پاڪستان جي بنياد تي کليل مقابلي ۾ نوڪريون ڏنيون، سنڌين لاءِ ڪوٽا مقرر ڪرڻ جي گهر

ڪندڙن کي علاقائي تعصب رکندڙ، نظرئي پاڪستان جا مخالف، اسلام دشمن عناصر سڏي، ماٺ ڪرائي وجي ٿي يا سزائون ڏنيون وڃن ٿيون.

(ب) اردوءَ کي قومي زبان تسليم ڪري، سنڌين کي غير مساوي حيثيت ۾ رکيو ويو آهي. ان لاءِ ڀهريائين ڪراچي شهر جي تعليمي ۽ انتظام دنيا مان سنڌين کي بيدخل ڪيو ويو.

(ت) ڪراچي شهر جي گهٽين ۽ رستن تان اڳوڻا نالا مٽائي، انهن تي نوان غير سنڌين جا نالا رکيا ويا آهن. نون تعمير ٿيل رستن، گهٽين ۽ جاين تي ٻـ سنڌي نالو اتفاق ان رکيو وڃي ٿو. نوٽن، آفيسن، بورڊن، ٽڪيٽن ۽ سنڌ جي رستن جي پٿرن وغيره تي اردوءَ ۾ نالا لڳايا ويا هئا.

(ث) شهرن ۾ سنڌيءَ ۾ تقرير ڪرڻ تي غنڊن کي چوري ٿوڪزني ڪرائي وڃي ٿي.

(ج) موٽرن تي زوريءَ اردوءَ ۾ نالا لکايا وڃن ٿا، نـ تـ انهن جا شيشا ڀڳا ويا ٿي.

هر فاتح قوم جڏهن محڪوم قوم تي سندن سامراجي زبان ۽ ڪلچر مڙهيندي آهي، تـ اهو ذهني سامراج سڏبو آهي.

(12) پاڪستان جي قيام کان پوءِ سنڌين کي اميد هئي تـ ٻاهران لـڏي آيـل مهاجر سنڌين جي قومي وجود ۾ سمائجي، سنڌي قوم جا فرد بنجي، هڪ ٿي، اهڙيءَ طرح سان هو سنڌي زبان، سنڌي ڪلچر ۽ سنڌ جا مفاد اپنائي ويندا. ليڪن تجربي مان پتو پيو آهي تـ مهاجر منظم طريقي سان سنڌين جي جداگانـ قومي وجود کان انڪار ڪري، پنهنجي زبان ۽ ڪلچر سنڌين مٿان مڙهي سنڌين جي هزارها ورهين جي زبان، ڪلچر ۽ قومي وجود کي ختم ڪرڻ گهرن ٿا

(13) سنڌين کي اميد هئي تـ پاڪستان جي قيام بعد ٻاهران آيل مهاجرن جي نامناسب روش ڪري، جي: سنڌي هندو هتان سنڌ مان لـڏي پارت ويل هئا، سي حالتن درست ٿيڻ بعد موٽائي سنڌ ۾ آڻبا. جو انهن ۾ بهترين انجنيئر، ڊاڪٽر، پروفيسر، مصنف، اديب، سائنسدان ۽ شاهه ۽ سچل جا چاٽو وغيره شامل هئا، جي سنڌ جي تعمير، ترقي، ادب ۽ زبان کي فروغ ڏيئي سگهن ها. پر هنن نو آيل ماٺهن ملڪ ۾ سندن خلاف نفرت پکيڙي، باقي رهيل هندن کي فساد ڪرائي لڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. ازانسواءِ ڀارت سان پاڪستان جا ناتا خراب ڪري، باهمي تعلقات جو دروازو بند ڪري ڇڏيو آهي.

جن سنڌ جي مسلمانن سندن اهڙي پاليسيءَ جي مخالفت ٿي ڪئي، انهن کي پاڪستان جا دشمن، اسلام جا مخالف ۽ انتشار پسند سڏي سزائون ڏنيون ٿي.

(14) سنڌين کي اميد هئي تہ آزاديءَ جي حصول بعد مشرق ۽ مغرب جي مختلف تهذيبن، عملن، مذهبن ۽ فلسفن جو امتزاج ڪري، دنيا جي سامهون هو اتحاد ۽ امن لاءِ سنڌ جي قديم مشن جي پيغام پهچائڻ جو ڪم سرانجام ڪندا. پر تجربن بعد ثابت ٿيو آهي تہ هي نوان آيل ماڻهو نفرت، فسطائيت ۽ تشدد جا مجسما هئا. سندن طبقاتي مفاد جي بحاليءَ ۽ استحصال خاطر هي امريڪن سامراج جا ايجنٽ ٿي ساري برصغير کي انتشار، بدامنيءَ ۽ غير جي غلاميءَ ۾ ڌوڪڻ ڪان نٿا رهن.

مهاجرن جي مکيہ ليڊر مسٽر لياقت علي خان وزيراعظم پاڪستان سنڌين سان هينيان ظلم ڪيا. جنهن ڪي سندس سنڌ دشمن پاليسيءَ ڪري، انهيءَ طبقي قائد ملت جو لقب ڏنو.

(1) هن عوام جو توجهہ ملڪ جي حقيقي مسئلن جهڙوڪ: غربت دور ڪرڻ، ملڪي معيشيت کي زور وٺائڻ، امن بحال ڪرڻ، ماڻهن ۾ اتحاد پيدا ڪرڻ ڪان هٽائي، مهاجرن جي اقتصادي استحصال سياسي برتري، ڪلچرل غلبي قائم ڪرڻ خاطر ڀارت سان مخاصمت جي پاليسي شروع ڪري، ان کي دشمن ملڪ سڏي، لشڪر وڌائڻ طرف توجهہ ڏياريو. اها پاليسي اجا تائين حڪمران طبقو هلايو اچي ٿو.

(2) هن مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي قائدي واري پاليسيءَ کي زور وٺائڻ لاءِ امريڪن بلاڪ سان جنگي عهدناما ڪري، روس ۽ هندستان سان هڪ طرف دشمني پيدا ڪئي، تہ ملڪ کي پاور بلاڪس جي اختلافن ۾ ٻئي طرف ڦاسايو. جنهن ڪان ملڪ اجا تائين آزاد ٿي نہ سگهيو آهي.

(3) هن مهاجرن سان سنڌ کي ڪالونائيز ڪرڻ لاءِ کوکراپار، سمنڊ ۽ واگهہ رستي ڪان اچڻ لاءِ دروازا کولي ڇڏيا. جيتوڻيڪ بينگال، پنجاب، سرحد جي حڪومتن مهاجرن جي زياده اچڻ تي بندش وجهي ڇڏي هئي.

(4) هن پنهنجن ماڻهن هٿان نوابشاهہ، جيڪب آباد، ڪراچيءَ ۾ فساد ڪرائي، انهن کي لڏائڻ لاءِ سازش سٽي. جنهن جو مقصد اهو هو تہ اهڙي طرح سان هندن جي لڏائڻ ڪري، جي گهر، زمين ۽ ڪارخانا ۽ ٻي ملڪيت هو ڇڏي ويندا، سي هيءَ مهاجرن جي آبادڪاريءَ لاءِ ڪتب آڻيندو ۽ ٻاهرين ماڻهن کي سنڌ ۾ اچڻ لاءِ اسباب پيدا ڪندو.

(5) هيءَ ئي ماڻهو هو، جنهن ڪراچيءَ کي مهاجرن جو مرڪز بنائڻ لاءِ جناح صاحب کي گمراهہ ڪري، اها سنڌ ڪان کسي مرڪزي حڪومت ۾ پنهنجي هٿ هيٺ رکائي. جنهن ڪري سنڌين جي ڪروڙها روپين جي خرچ سان تعيمر ٿيل شهر سندن هٿن مان نڪري ويو، ۽ هن کي ان مهاجرن جو مرڪز بنايو، جنهن کي هاڻ مهاجرستان بنائڻ لاءِ ڪوششون ٿي رهيون آهن.

(6) هن ڪراچيءَ جي زوريءَ سنڌ کان جدا ڪرڻ بعد سنڌين کي ڌوڪي ڏيڻ خاطر ۽ انهن جي مخالفت کي جهڪي ڪرڻ لاءِ واعدو ڪيو هو، تہ ڪراچي مرڪزي حڪومت جي حوالي ٿيڻ کان پوءِ سنڌ سرڪار طرفان ان ۾ خرچ ڪيل رقم جو تخمينو ڪرائي، اهو معاوضو مرڪز طرفان ادا ڪيو ويندو ۽ پوءِ سنڌ کي جدا گاديءَ جي شهر بڻائڻ لاءِ مدد ڏني ويندي. ليڪن جڏهن سنڌ طرفان انهن رقمن لاءِ گهر ڪئي ويئي، تہ چيائين تہ "فتح ڪيل ملڪ جو عيوضو ڪونہ ٿيندو آهي." ان جي معنيٰ اها ٿي نڪري تہ مهاجرن سنڌ کي فتح ڪري، ڪراچي شهر ورتو هو ۽ سنڌ هاڻ انهن جي غلام هئي. غلام مالڪ جي ملڪيت هئڻ ڪري، ڪنهن ملڪيت جي معاوضي لاءِ گهر ڪري نٿي سگهيو.

(7) مهاجر پنجابي سامراج جي هن مکيہ ڪارڪن جڏهن سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي ختم ڪرڻ لاءِ ڪليو ڪلايو پرچار شروع ڪرايو تہ سنڌ مسلم ليگ جي صدر سيد حاجي علي اڪبر شاهہ هڪ وفد وٺي، ساڻس ملڻ لاءِ ويو، ۽ ڪيس سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي حفاظت لاءِ درخواست ڪئي. ان تي هن شاهہ صاحب کي چيو تہ، "سنڌين جو ڪلچر گڏهہ هڪلڻ ۽ اُٺ ڪاهڻ آهي، ۽ سنڌي زبان جاهلن جي زبان آهي. ان جي حفاظت ڪهڙيءَ طرح ڪري سگهبي؟" ان جواب مان هن مهاجر سامراج جي نمائنده وزيراعظم جي سنڌين لاءِ نفرت ۽ ڌڪار جو پتو پئجي سگهي ٿو.

انگريزن سنڌيءَ کي زور وٺايو ۽ سنڌ ۾ نوڪري ڪندڙ هر هڪ عملدار لاءِ سنڌي سکڻ لازمي ٺهرايو. انگريزي ڪتابن ذريعي هرهڪ عملدار لاءِ سنڌي سکڻ لازمي ٺهرايو. انگريزي ڪتابن ذريعي سنڌي زبان ۽ ادب کي بهترين شمار ڪيو. ليڪن هي نفرت جا مجسما اسلام جي نالي ۾ سنڌ تي قبضو ڪري، گهمنڊ ۾ اچي، مٿي ذڪر ڪيل جملو اچارين، تہ ان تي پاڪستان جي حڪومت لاءِ سنڌين کي نفرت پيدا ٿئي، تہ اها ڳالهہ بيجا نہ آهي.

(8) هن مهاجرن جي اعليٰ منصوبي مطابق، نہ صرف سنڌ کي ڪالوني بنائي، تسلط هيٺ رکڻ لاءِ قدم کنيا پر آهستي ڪري ٻين صوبن کي بہ مهاجر سامراج هيٺ آڻڻ جي سٽ سٽي.

هن ٻيو وار بينگال تي ڪيو. مولوي فضل الحق بينگال جي جهوني ڪارڪن کي، جنهن جي طاقت بينگال جي طاقت هئي، ڪمزور ڪرڻ لاءِ جناح صاحب کي هن جي خلاف ڪري، منجهن ناراضگي پيدا ڪئي. جناح صاحب انگريزن جي آڌار ۽ مسلم اقليت وارن چالاڪ سياستدانن جي پروپيگنڊا ڪري، گهٽي شهرت ۽ طاقت حاصل ڪري ويو. جيتوڻيڪ هو ملڪ خاطر نہ جيل ۾ ويو هو ۽ نہ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ ڪو نمايان حصو ورتو هئائين. مولوي فضل الحق جي مقابلي ۾ هن جون خدمتون گهٽ درجي جون هيون.

ليڪن هن کي انگريز گورنر ۽ فرقي پرست گروهن جي آڏار تي پوئتي اڇلڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ان ڪانپوءِ ٻيو نمبر قوم پرست بينگالي سياستدان حسين شهيد سهروردي هو. هو گڏيل بينگال جي روهاڱي کان اڳ وزيراعليٰ ٿي رهيو هو. ليڪن زبرڪ مهاجر نگاهن تاڙي ورتو هو، تہ جنهن صورت ۾ اهو پاڪستان جي اڪثريت واري صوبي جو مکيہ سياستدان هو ۽ مهاجر طبقي ۽ جناح صاحب جو "جو حڪم" تي رهڻ وارو نہ هو، ان ڪري هن کي جناح صاحب سان ٽڪرائي، بينگال جي وزارت اعليٰ تان هٽائي، سندس جاءِ تي خواجي ناظم الدين کي آندو ويو. خواجہ صاحب نهايت شريف ۽ امن پسند ماڻهو هو. ليڪن ڪمزور هئڻ ڪري هن مهاجرن جي سياسي نظرئي ۽ سياسي تسلط هيٺ رهي ڪم ڪيو. ان ڪان پوءِ سهرورديءَ کي آئين ساز اسيمبليءَ مان خارج ڪرائي، هن کي هر طرح بدنام ڪيو ويو. اهي سڀ ڪم مرڪزي حڪومت جي هٿ هيٺ سرزد ٿيا. ان مان پتو پئجي سگهي ٿو تہ مهاجر طبقي صوبائي حڪومتن کي سندن سامراج جون ايجنسيون ڪري هلائڻ گهريو ٿي.

(9) لياقت علي خان بينگال ۾ بهاري مهاجرن کي گهٽي تعداد ۾ لڏائي، سرڪاري نوڪرين، هندن جي جائداد ۽ ڪارخانن تي، اتي بہ قابض ڪرڻ جي پاليسي شروع ڪئي، ۽ جناح صاحب کي گمراهہ ڪري، هن کان بينگال جهڙي قوم پرست صوبي ۾ پاڪستان جي قومي زبان اردوءَ کي بنائڻ جي غير جوابدارانہ تقرير ڪرائي. جنهن ڪان مشتعل ٿي، اپرندي بينگال ۾ لساني فساد ٿيا. جنهن جو آخري نتيجو بنگلاديش جدا ٿيڻ ۾ نڪتو. انهن بهار مسلمانن بينگال کي سندن سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچر غلبي لاءِ ڪتب آندو ٿي. اهل بينگال جي پاڪستان خلاف مخالفت جو مکيہ ڪارڻ انهن ماڻهن جي پاليسي ۽ ڪارناما هئا.

لياقت علي خان آئين ساز اسيمبليءَ ۾چونڊيو بينگال مان هو. پر ان جو عيوضو ڪين اهو ڏنائين تہ اهل بينگال کي ويڙهائي، انهن کي مهاجر پنجابي سامراج جي رحم ڪرم تي ڇڏڻ جو آغاز ڪيائين.

(10) لياقت علي خان سنڌ ۽ بينگال تي نظر عنايت ڪرڻ بعد، پنجاب طرف متوجهہ ٿيو. اهل پنجاب سان مسلم اقليت وارن صوبن جي مستقل مفاد جيڪي ڪفر ماجرايون ڪيون آهن، اهو لنبو داستان آهي. ليڪن لياقت علي خان جي دور حڪومت انهن سان جي ويل وهايا، ان جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

ان وقت پنجاب صوبي جو وزيراعليٰ نواب افتخار حسين ممدوٽ هو. هو سادو، ايماندار مسلم ليگي ڪارڪن هو. گهٽ لياقت هئڻ ڪري هن جو

سمورو ڪاروبار پنجاب سول سروس جي پاليسيءَ مطابق هلندو هو. جا ڳالهه مهاجر سامراج جي هن مدارالمهام کي پسند نه آئي. چاڪاڻ ته پنجابي ڪامورا باوجود خامين جي، وري به پنجابي قوم پرستيءَ جو مادو رکندا هئا. ان ڪري نواب ممدوٽ کي ڪڍي ميان ممتاز محمد دولتانه کي وزيراعليٰ نامزد ڪيو. ميان ممتاز محمد دولتانه نهايت هوشيار، قابل ۽ اعليٰ تعليم يافته سياستدان هو. ليڪن هن ۾ هينيون خاميون هيون:

1. منجهس پنجابي قوم پرستيءَ جو مادو گهٽ هو.

2. حد درجي جو خود مطلب هئڻ ڪري، هو سهوليت سان مهاجر سامراج جو ايجنٽ ٿي، ڪم ڪرڻ لاءِ تيار هو.

(3) هن ۾ اقتدار جي حصول جي خواهش ايترو وڌيل هئي، جو انهيءَ راهه ۾ هن کي اصول وسري ٿي ويا.

4. جيترو ظاهري فهم ۽ فراست سان هو آراسته هو، اوترو وفاداري ۽ اصول پرستيءَ کان پري هو.

لياقت علي خان جي ان حرڪت پنجابي مستقل مفاد ۾ بيچيني پيدا ڪئي. بيو ڪم جيڪو لياقت علي خان ڪرڻ گهريو ٿي، سو ميان غلام محمد خان وزير مال پاڪستان سرڪار کي ڪڍڻ جو هو. ميان غلام محمد خان ۾ ڪيترائي عيب هئا. پر هن ڳالهه کان انڪار ڪري نٿو سگهجي، ته هو سول سروس پنجاب جو قائل ۽ خوددار ماڻهو هو. جنهن ڪري مهاجر عملدار طبقي جي ڪک جو ڪنڊو پئي محسوس ٿيو ان جا ڪيترا دوست ۽ ساٿي به هئا، جهڙوڪ قربان علي خان، مشتاق احمد خان گرماني، بخت خان وغيره. جنهن ڪري جڏهن اهل پنجاب لياقت علي خان مان جان آزاد ڪرائڻ جي ٻي واهه نه ڏٺي، ته مجبور ٿي پنهنجي دشمن کي قتل ڪرائي، نه صرف اهل پنجاب جي جان آزاد ڪرائي، پر ساري پاڪستان جي اصل رهاڪن تي به احسان ڪيو. اهڙيءَ طرح اهل پنجاب، مهاجرن جي ڪم از ڪم سڌي اقتدار کان آزادي حاصل ڪري ورتي. ان کان پوءِ مهاجرن جو سمورو توجهه سنڌين کي زيردست رکڻ طرف مائل ٿيو.

(11) لياقت علي خان پاڪستان جي ٻن مکيه صوبن بينگال ۽ پنجاب جي سياستدانن ۾ آئين ۽ ٻين انتظامي مسئلن بابت غلط فهميون پيدا ڪري، انهن جو اندروني شيرازو ڪمزور ڪيو ۽ انهن کي مختلف طريقن سان پاڻ ۾ بدظن ڪري، ٻنهي صوبن جي وچ ۾ طبعي ويڇي کان وڌيڪ سياسي اختلاف پيدا ڪري ڇڏيا. بنگالين کي چيو ويو ته هو تعداد ۾ زياده هئا، ان ڪري ڪانئن پوءِ هو ئي اقتدار جي واڳن جا حقدار هئا. پنجابي ۾ اهو اثر پيدا اکيو ويو ته

لياقت، پيسي، سياسي شعور فوجي برتريءَ ۽ سول سروس ۾ هو اهل بينگال کان وڌيڪ لائق هئڻ ڪري، پاڪستاني حڪومت هلائڻ جا حقدار هئا.

انهن غلط فهمين آئين پاس ڪرڻ ۾ رنڊڪ وجهي، لياقت عليءَ کي وڌيڪ وقت ڏنو ته آمرانه طور حڪومت هلائيندو رهي.

(12) لياقت علي خان صوبي سرحد ۾ عوامي نمائندي ڊاڪٽر خان صاحب جي قوم پرست وزارت کي سندس منصوبي ۾ شريڪ ٿيڻ ان جي جاءِ تي خان عبدالقيوم خان کي صوبي سرحد جو وزيراعليٰ نامزد ڪيو. جنهن مهاجر سامراج جو اوزار بنجي، پختون قوم پرست عوامي تحريڪ کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي.

انگريزن جي آخري دور ۾ جڏهن آزاديءَ جي تحريڪ زور تي هئي، ان وقت خان عبدالغفار خان جي خدائي خدمتگار تحريڪ گهڻيون قربانيون ڏنيون هيون ۽ پٺاڻن ۾ قومي شعور پيدا ڪيو هو. خان عبدالقيوم خان ان تحريڪ جو فرد هو، پر هن کي اقتدار ۾ اچڻ جي بک ايتري قدر وڌيل هئي، جو ان جي لالچ ۾ هن ابن الوقت ٿي، خدائي خدمتگار تحريڪ سان غداري ڪري، خان عبدالغفار خان ۽ خدائي خدمتگارن تي سختيون ڪيون.

(13) 1930ع کان آل انڊيا مسلم ليگ، بلوچستان کي ٻين صوبن جهڙا سڌارا ڏيڻ ۽ اتي جمهوري نظام حڪومت رائج ڪرڻ جا نعراءَ پاس ڪيا. ليڪن جڏهن مسلم ليگ پاڪستان جي حڪومت جي چارج ورتي، ته بلوچستان ۾ قوم پرست ڪارڪنن جو زور ڏسي، لياقت علي خان نه صرف بلوچستان ۾ جمهوري حڪومت رائج نه ڪئي، پر اتي جي ڪارڪنن کي جيلن ۾ موڪلي، طرح طرح جون تڪليفون پهچايون.

(14) لياقت علي خان جي چوٽيءَ ۽ ڪرڙيءَ ۾ اختلاف هو. هن هڪ طرف اسلامي آئين ۽ نظام اسلامي رائج ڪرڻ جا نعرا هڻي ماڻهن جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن کان هٽائڻ گهريو ته ٻئي طرف سندس بيگم صاحبه مينا بازارن جو رواج وجهي، بي پردگيءَ کي زور وٺايو. جنهن ڪري جماعت اسلاميءَ جهڙي رجعت پسند جماعت کي وجهه ملي ويو ته پاڪستاني حڪومت جي پاليسيءَ کي بدنام ڪري، ۽ نوجوان وري مذهب جي نالي ۾ استحصال ڏسي مذهب کان ٽڏا ٿيڻ لڳا.

(15) لياقت علي خان مهاجر سامراج جي نقطه نگاهه کان نظريي پاڪستان جي بنياد تي فسطائي سياست، فرقيواريت ذهنيت ۽ رجعت پسنديءَ جي خيالن کي زور وٺائي، پاڪستان جي سياست کي جمهوريت، سيڪيولرزم، قوم پرستي ۽ سوشلزم جي جديد اصولن کان پري رکيو. هن هر ترقي پسند

ڪارڪن ڪي هندستان جو ايجنٽ، علاقائي ذهنيت رکندڙ، دهريو. پاڪستان دشمن ۽ انتشار پسند سڏي بدنام ڪيو ۽ سزائون ڏنيون.

(16) هن پاڪستاني مسلمانن جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن جهڙوڪ معيار زندگي بلند ڪرڻ، جمهوري نظام قائم ڪرڻ، تحرير ۽ تقرير جي آزادي، ننڍين قومن جي اندروني خودمختياري ۽ هڪ ٻئي سان رواداريءَ جي برتاءَ کان هٽائي، نون نعرن طرف ڇڪايو. جهڙوڪ:

(i) هندستان کان پاڪستان کي خطرو.

(ii) ڪميونزم کان پاڪستان کي خطرو.

(iii) علاقائي تعصب وڌڻ ڪري، پاڪستان جي ڪمزور ٿيڻ جو خطرو.

(iv) قوم پرستي ۽ سيڪيولرزم کان اسلام جو خطرو وغيره.

(v) لياقت علي خان زبان جو ڪچو، طبيعت جو سفلو مزاج ۽ آمر وزيراعظم هو.

(الف) هن خان عبدالغفار خان ۽ سندس ساٿين کي هندستان جو ايجنٽ ۽ غدار ملڪ سڏي، جيل ۾ موڪليو. هيءَ حڪومت جي عارضي گهنڊ ۾ ان ڳالهه کي ڏسي نه سگهيو ته خان بادشاهه پٺاڻن جي حقن جو علمبردار هو. ان جي مخالفت، پٺاڻ قوم جي مخالفت برابر هئي.

(ب) هن بينگال جي اعلىٰ قوم پرست ليڊر حسين شهيد سهرورديءَ کي هندستان جو جاسوس ۽ ڪتو سڏي، آئين ساز اسيمبليءَ کان خارج ڪرايو.

(ت) هن مولوي فضل الحق کي هندن جو غلام سڏي، سياست کان ٻاهر ڪيرايو. هن اقتدار جي نشي ۾ غرق ٿي اهو ڪونه ڏٺو ته بينگال جي انهن ٻنهي اعلىٰ ليڊرن جو توهين ۽ مخالفت ڪرڻ ڪري، هو اهل بينگال جي دلين ۾ پاڪستان جي مخالفت جي هوا پيدا ڪري رهيو هو.

(ث) هن جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سندن ساٿين کي هندن جا ايجنٽ ۽ غدار قوم سڏي، پهرئين کي جيل ۾ موڪليو ۽ سندن نئين ملڪ جي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ هنن طرفان آڇيل خدمات کي حقارت جي نظر سان ٺڪرائي ڇڏيو.

هن کي طاقت جي نشي ۾ اها خبر نه پيئي ته اهي مڪاني ليڊر وقتي طور ڪيترا به ڪمزور هئا، ليڪن سنڌ جي حقوق جا روح روان هئا. سنڌ جي بمبئي کان علحدگيءَ لاءِ ڪم ڪيو هئائون، جنگ آزاديءَ ۾ حصو ورتو هئائون. هي ابن الوقت خود مطلب ڪارڪن نه هئا.

(ج) لياقت علي خان بلوچستان جي مخلص ڪارڪن خان عبدالصمد خان، شهزاده عبدالڪريم ۽ ٻين قوم پرست ڪارڪن کي صوبي جي حقوق لاءِ آواز اٿارڻ سبب جيل ۾ موڪليو. هن غرور جي انڌ ۾ اچي، اهو ڪونه سوچيو

تہ اهي ماڻهو بلوچ ۽ پختون قوم جا روح روان هئا. ٻنهي قومن جي روح کي کهڙيءَ طرح دٻائي سگهيو ٿي!

(18) لياقت علي خان نهايت ئي ڳڻ چور ۽ طوطي چشم ماڻهو هو. جناح صاحب جي حياتيءَ ۾ هن جي خوشامد ڪندو رهيو ان جي انتقال بعد جناح صاحب جي همشيره فاطمہ جناح جي زندگي تلخ ڪري ڇڏيائين.

(19) هي حد درجي جو منافق ماڻهو هو. هڪ طرف اسلامي آئين ۽ نظام اسلاميءَ جي نالي ۾ عوام جو توجهہ حقيقي مسئلن کان هٽائي، مهاجر سامراج لاءِ ميدان هموار ڪندو رهيو، ٻئي طرف مولانا شبير عثمانيءَ جڏهن هن کي چيو تہ آئيني ۽ مذهبي مسئلن ۾ هن کان مشورو نتو ڪيو وڃي، تہ هن ان کي چيو تہ، ”اوهان جي آئين ساز اسيمبلي ۾ شموليت ۽ دعائون ڪافي آهن. وڌيڪ ڪم اسان پاڻهي ڪنداسون“.

(20) هي ايترو ڪريل ذهنيت جو ماڻهو هو، جو چوڌري خليق الزمان کي هن مسلمان ملڪن پئن اسلامزم جي پرچار لاءِ ٻاهر موڪلي، هن جي پويان شخصي اختلافن جي بنا تي، انهن ملڪن ۾ پاڪستاني سفيرن کي هدايتون ڪيون تہ چوڌري صاحب سان تعاون نہ ڪيو وڃي.

(21) هن مهاجرن جي اهڙي حوصلہ افزائي ڪئي، جو هو پاڻ کي سنڌ جا فاتح سمجهي، سنڌين کي حقارت سان ڏسي، انهن سان بدسلوڪي ڪرڻ لڳا. تنهن ڪري سنڌين کي مهاجرن لاءِ جا همدردي پيدا ٿي هئي، سا ختم ٿي ويئي ۽ سنڌي مهاجرن کي سنڌ جو دشمن، استحصالي، مجسمہ نفرت ۽ فرعون صفت سمجهڻ لڳا.

(22) هن جناح صاحب جي انتقال بعد غير آئيني طرح، پارٽي ۽ اسيمبليءَ جي ميمبرن کان مشوري ڪرڻ کان سواءِ خواجہ ناظم الدين کي بينگال مان آڻي گورنر جنرل مقرر ڪيو، ۽ مرڪزي حڪومت ۾ ٽيون حصو مهاجر وزيرن کي رکيو. جهڙوڪ: پاڻ، محمد اسماعيل چندريگر، اشتياق حسين قريشي، ڊاڪٽر محمود حسين ۽ ٻين اهڙن طريقن سان خواجہ صاحب کي حڪومت جي معاملن ۾ بيدخل ڪري ڇڏيائين.

(24) هن ڪاموري ڪلاس جي طاقت وڌائي چند ڪامورن جي همت افزائي ڪئي. جنهن ڪري اڳتي هلي ملڪي سياست ۾ دست اندازي ٿي. سڪندر ميرزا، چوڌري محمد علي ۽ جنرل ايوب خان هن جا منظور نظر هئا.

(25) هن جمهوريت کي ڪمزور ڪري، فسطائيت کي زور وٺائڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ سرگس ڪيائي، پنهنجي ٻنگلي جي پر ۾ ماڻهو گڏ ڪرائي، مسولنيءَ وانگر دريءَ مان ٻيهي ماڻهن کي تقرير ڪندي چيو تہ آئيندي

پاڪستان جي سياست جو نشان مڪو هوندو. ان جي پوئلڳيءَ ۾ ٻين شهرن مان ٻه سرگس نڪتا. جن ۾ هن جا پوئلڳ جيپن ۾ مڪو ڏيکاريندا هليا ٿي.

(26) هن پاڪستان تي اسلامي ريپلبڪ جو نالو رکي، ان ۾ شرابخوري، جوا، گهوڙي ڊوڙ، سمگلنگ ۽ مينا بازاريون جاري رکيون. اهڙيءَ طرح سان عام ماڻهن تي اهو اثر ٿيو ته اسلام جو نالو صرف ڏوڪي لاءِ ورتو ٿي ويو. ليڪن پاڪستاني حڪام جو اسلام جو روح سان ڪو واسطو ڪونه هو. بلڪ هنن جا افعال عين اسلامي حڪام جي خلاف هئا.

(27) هن پاڪستان جي مڪاني زبانن کي نظرانداز ڪري پنهنجي ٻاهران آندل اردو زبان کي قومي زبان طور مٿن مڙهڻ جي پاليسيءَ تي عمل ڪيو. جنهن مان هيٺيان نقصان پهچي رهيا آهن:

1. اردو پاڪستان جي ڪنهن به ملڪ جي قومي زبان نه هئي، ان ڪري ان کي تسليم ڪرڻ سان مهاجرن جي قومي سامراجيت کي تسليم ڪرڻ جي مترادف هو.

2. مهاجرن جي جدا قوميت کي تسليم ڪرڻ، سنڌ جي ورهاست جو پيش خيمو هو.

3. اردوءَ کي پاڪستان جي قومي زبان تسليم ڪرڻ، سنڌين کي سندن قومي ورثن جهڙوڪ: سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ڪلچر ۽ زبان جي حفاظت تان هٿ ڌوئڻ جي برابر هو.

4. انهيءَ زبان بينگالين کي پاڪستان کان جدا ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو.

5. انهيءَ زبان اردوءَ جي نالي ۾ سنڌ جي سرزمين تي 4 مارچ 1967ع تي سنڌي شاگردن کي مارون مليون.

6. انهيءَ زبان جي بحاليءَ لاءِ سنڌين جي دڪانن، جاين کي ڦريو ۽ ساڙيو ويو ۽ سنڌين کي قتل ڪيو ويو.

6. هيءَ زبان مهاجر-پنجابي طبقي جي جملي سازشن جي ڪنجي هئي. ان زبان کي زوريءَ ملڪ مٿان مڙهڻ، سنڌين کي پاڪستان سان ڪليل بغاوت ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ جي برابر هو.

سنڌ جي شاگردن سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ مسٽر ممتاز علي خان ڀٽي کي پڻ اهڙي قسم جي هڪ عرضداشت پيش ڪئي هئي. جنهن ۾ هنن سنڌ جي مسئلن جي وضاحت هن ريت ڪئي هئي.

اسان کي معلوم آهي ته پاڪستان جي نهڻ کان پوءِ پهريون دفعو جمهوري طرز تي نمائنده حڪومت پيپلس پارٽيءَ جي نهي آهي جنهن جو صدر خوش قسمتيءَ سان هڪ سنڌي آهي.

اسان کي ھي بہ معلوم آھي تہ پيپلس پارٽيءَ ۾ اڪثريت پنجابي نمائندن جي آھي. جنھن ۾ جي. اي رحيم، معراج محمد خان ۽ ڪوثر نيازيءَ جھڙا سامراجي ذھنيت رکندڙ، ڪٽر ترقي پرست ۽ سنڌ جا دشمن موجود آھن.

اسان کي ھيءَ بہ معلوم آھي تہ اھل پنجاب جي اڪثريت تي ھن وقت مھاجر نظرين ۽ فرقي پرست ذھنيت جو ڀوت سوار اھي.

اسان کي ھي بہ معلوم آھي تہ پيپلس پارٽي پاڻ کي غير فرقيوار ۽ ترقي پسند اصولن جي حامي جماعت ڪوٺائڻ جي باوجود، اقتدار ۾ رھڻ خاطر مھاجرن جي ايجاد ڪيل نظرئي مسلم قوم ۾ ويساھ رکڻ لاءِ مجبور آھي.

(5) اسان کي ھي بہ معلوم آھي تہ باوجود ان جي پيپلس پارٽي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت رکي ٿي، سندس موجوده حڪومت جا نمائنده، سواءِ سروس ۽ فوجو عملدارن کي حقيقي طاقت جو مرڪز سمجھي، ان جي حڪم پنيان ھلن ٿا.

(6) اسان کي ھي بہ معلوم آھي تہ صدر صاحب ۽ ان جا ساٿي ظاھري طور جمھوريت ۽ سوشلزم ۾ ويساھ رکڻ جي دعوىٰ ڪن ٿا، ليڪن ان جي باوجود ھو اسلامي آئين، اسلامي نظام حڪومت ۽ نظرئي پاڪستان جو راڳ اچاريندا رھن ٿا. اھو صرف ان ڪري آھي، جو کين پتو نہ آھي تہ سوشلز م ۽ جمھرويت، سواءِ قوم پرستيءَ ۽ سيڪيولرزم جي حاصل نہ ٿي سگھندا.

(7) اوھان کي معلوم ھوندو تہ پاڪستان ۾ چار قومي زبانون ھر ھڪ سنڌي، پنجابي، پختون ۽ بلوچي صدين کان موجود آھن.

(8) اوھان کي ھي بہ معلوم آھي تہ انھن چئني زبانن مان سنڌي ترقي يافتہ ۽ شاھوڪار زبان آھي. ان اصول مطابق پاڪستان جي قومي زبان ٿيڻ جو حق سنڌيءَ کي ھو. پر باوجود انھيءَ علم جي اوھان جي پارٽيءَ الف- اقتدار ۾ رھڻ خاطر ب- اھل پنجاب جي ناراضپي جي ڊپ کان، ۽ ت- مھاجر ۽ ترقي پرست ماڻھن جي راضپي خاطر، غير ملڪي زبان اردوءَ کي قومي زبان مقرر ڪري، سنڌيءَ جي مستقبل کي خود سنڌ ۾ خطري ۾ وجھي ڇڏيو. اوھان سنڌي ٻوليءَ کي رڳو سنڌ جي سرڪاري زبان بنائڻ کان بہ ڏجي ويا.

(9) اوھان کي معلوم ھوندو تہ سنڌين جي باشعور ماڻھن جي اڪثريت سنڌ اسيمبليءَ ۾ ٻوليءَ بابت پيش ٿيل بل کي تسلي بخش ٿي سمجھيو، پر اوھان جي مشڪلاتن ۽ ڪمزورين کي مدنظر رکندي، ھو ان تي خاموش رھيا.

(10) اوھان جي پارٽي ميمبرن ان بل تي اسيمبليءَ ۾ زوردار تقريرون ڪري 62 ميمبرن مان 51 ميمبرن جي اڪثريت سان بل کي پاس ڪرايو.

(11) اوھان کي معلوم آھي تہ مھاجر اردودان ميمبرن اسيمبلي ۾ ان بل جي مخالفت ڪئي ھئي ۽ بل پاس ٿيڻ بعد ڪراچيءَ ۽ ڪن شھرن ۾ لساني فساد

ڪرايا جن ۾ سنڌين جي گهرن ۽ دڪانن کي ڦرڻ، باهيون ڏيڻ، سنڌين جي بي عزتي ڪرڻ ۽ انهن جا قتل جا واقعات سرزد ٿيا. هنن صدر پاڪستان ذوالفقار علي خان ڀٽي اوهان (ممتاز علي خان) وزيراعلىٰ سنڌ ۽ گورنر سنڌ مير رسول بخش خان ٽالپر جي شان ۾ فحش نعرا ڀتين تي لکڻ، سنڌن قبرون ٺاهي انهن جي بي عزتي ڪئي، پتلا ٺاهي ساڙيا ويا، سنڌن نالا ڪتن تي رکي انهن جا سرگس ڪڍيا. صدر صاحب جي اهليه ۽ نياڻيءَ جي ذات خلاف ناشائسته ڪارٽون ۽ نعرا، ڀتين ۽ پوسٽرن تي لکيا ويا.

اهو سڀ ان ڪري ڪيو ويو، جو اوهان سنڌي هئا، ان ڳالهه سنڌ جي ٻچي ٻچي ۾ رد عمل پيدا ڪيو. جيڪڏهن پيپلس پارٽيءَ جي ڪارڪنن جي، صدر صاحب جي حڪم موجب مهاجرن کي مدد نه پهچي ها، ته سنڌي انهن گستاخ مهاجرن جي گت نهايت خراب بنائين ها. اسان کي اميد هئي ته اوهان جي قومي غيرت جوش ۾ اچي، انهن بدڪردار ۽ نمڪ حرام پناهگيرن کي سندن گناهن جي سزا ڏيندي. ليڪن اسان جي تعجب جي حد نه رهي، جڏهن يڪايڪ 8 جولاءِ 1972ع تي راولپنڊيءَ مان صدر صاحب، آئيني طرح پاس ٿيل بل تي غور ڪرڻ لاءِ چند ماڻهن کي راولپنڊيءَ ۾ گهرايو. جن ۾ فساد ڪرائيندڙ پناهگير ليڊر به شامل هئا، انهن کي سرڪاري خرچ تي گهرايل هو.

اسان کي خبر نه آهي ته ڪهڙا ڪارڻ هئا، جنهن ڪري صدر صاحب اهو غير جمهوري قدم کڻي، سنڌ اسيمبليءَ جي معاملي ۾ دست اندازي ڪئي. پر جيتري قدر معلوم ٿي سگهيو آهي، ان مان ائين پتو پوي ٿو ته پناهگيرن سندن بيپناهه پروپيگنڊا ذريعي اهل پنجاب کي، جماعت اسلاميءَ ۽ پي. ڊي. پي معرفت حڪومت جي برخلاف ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري صدر کي ڊپ پيدا ٿيو ته اهي گڏجي، سندس حڪومت جو تختو اٿلائي ڇڏيندا. ان ڪري گادي بچائڻ لاءِ صدر صاحب بقول رئيس امروهي، "منت سماجت ڪري، مهاجرن جا شرط مڃي، انهن اڳيان پيش پئي، آرڊيننس ذريعي ان بل جي افاديت کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو." پوءِ اوهان سنڌين کي ڏوڪي ڏيڻ لاءِ ظاهر ڪيو ته:

"اڳوڻو بل سلامت رهيو ۽ سنڌين جا حق سلامت رهندا. زبان جو مسئلو خاطرخواهه نموني فيصل ٿي ويو."

ليڪن جيڪڏهن دل ۾ ٿئيو ته صاف چئون ته ان کان وڌيڪ منافقي ۽ ڏوڪيبازي ٿي نٿي سگهي. جيڪڏهن طاقت جي نشي ۾ اوهان سنڌين جو رايو ٻڌڻ لاءِ تيار نه هجو، سواءِ پناهگيرن جي طريقي جي يعني فسادن جي، ته اها ڳالهه ٻي آهي، ليڪن ان آرڊيننس واري قدم کڻڻ ڪري جي هيٺيان نڪتا آهن تن کان انڪار ٿي نٿو سگهي:

1) صدر جي ان دست اندازيءَ ڪري، مرڪزي حڪومت جي سامهون صوبائي اسيمبليون ۽ پراونشل آٽونامي فارس ٿيو پون. ڇاڪاڻ ته ان حالت ۾ ڪثرت راءِ سان پاس ڪيل بل کي مرڪزي حڪومت، قلم جي نوڪ سان ختم ڪري سگهي ٿي. جا ڳالهه انتها پسند ۽ غيرتمند سنڌين کي، اهو ڏسي ته پاڪستان رڳو مهاجر ۽ پنجابي سامراج جي اثر هيٺ هلي رهيو آهي، خود پاڪستان خلاف ٿي، آزاد سنڌ جي تحريڪ اُڀارڻ لاءِ ڪافي اسباب پيدا ڪري ٿي.

2) اهو قدم صوبائي اسيمليءَ ۽ حڪومت تي بي اعتباريءَ جو فيصلو هو. جيڪڏهن اوهان جي وزارت کي ذرا به غيرت هجي ها، ته اهڙي حڪم کي قبولڻ عيوض استعيفائون ڏئي وڃي ها.

3) ان فيصلي جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته ڪثرت ۽ ان جا فيصلا ڪابه حيثيت نٿا رکن. جيڪڏهن چند با اثر ۽ شرير ماڻهو ڪا ڳالهه جمهوري ۽ آئيني طريقن سان حاصل ڪري نٿا سگهن، ته گوڙ فساد ڪري، اوهان جهڙن اقتدار جي بکين کي ڊيڄاري، ساڳي ڳالهه زور سان مڃائي سگهن ٿا.

4) ان مسئلي جي نمايان پهلو کي نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي، ته ان ساري معاملي ۾ سنڌي سياستدانن جي وڏي بي عزتي ٿي چڪي آهي. هو سنڌن واجبي سوال کي ڪثرت راءِ سان اسيمبليءَ ۾ پاس ڪرائڻ بعد چند غنڊن جي ڪارروائين ڪري، ماڻهو به مارائين ٿا، گهر ۽ دڪان به ساڙائين ٿا، گاريون به جهلين ٿا ۽ اسيمبليءَ ۾ ڏهن سرن قربان ڪرڻ جي هام هڻڻ جي باوجود، نيٺ پناهگيرن جا شرط مڃي، ان جي آڏو پيش به پون ٿا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌين مان اوهان وارو ڪلاس، وڏو بي غيرت ۽ بزدل آهي.

5) محمد ايوب کهڙي کي سنڌين ون يونٽ قائم ڪرڻ وقت نهايت برو ان ڪري سمجهيو هو، ته هن عهدي ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ خاطر، سنڌ کي غيرن جي هٿ ۾ وڪڻي ڇڏيو پر اوهان هن حالت ۾ اقتدار کي بچائڻ خاطر، اهو ساڳيو ذليل واپار ڪرڻ قبوليو آهي، جنهن مان هيٺيان نتيجا نڪتا آهن:

(الف) سنڌ کي عملي طور ٻن زبانن جو صوبو تسليم ڪيو ويو آهي.

(ب) ائين ڪرڻ سان مهاجرن کي جدا قوم مڃڻ جو اصول تسليم ڪيو ويو آهي. جنهن ڪري هو سنڌ کي ورهائڻ لاءِ گهر ڪري رهيا آهن.

(ت) سنڌ ۾ مکيه عهدن تي غير سنڌي عملدارن کي رکڻ جو اصول قبول ڪيو ويو آهي، ۽ سنڌ ۾ رهي قوم پرست سنڌي عملدارن کي تبديل ڪيو ويو آهي.

گوڙ ڪندڙ مهاجرن جي رضامندي خاطر ٻن هزار سنڌين کي جيل ۾ موڪليو ويو آهي، ۽ مهاجرن کي آزادي ڏني ويئي آهي ته هو پرچار ڪندا رهن.

(ج) پناهگير ڌوهارين لاءِ سندن تيل نقصان جي عيوضي طور ۾ 2 لک روپيا منظور ڪيا ويا آهن.

(ح) مهاجرن کي ٺڏي ڪرڻ لاءِ صدر ذوالفقار علي ڀٽو ساري سنڌ ۾ گشت ڪري، سنڌين کي هدايت ڪرڻ ويو، تہ مهاجر چا بہ ڪن تہ بہ سندن نالو نہ ورتو وڃي. جڻ تہ ڌوهاري سنڌي هئا. پر باوجود ان جي، سندس گشت پوري ٿيڻ تي، مهاجرن سندس هر طرح جي بي عزتي ڪئي. ايتري قدر جو سندس اڳيان اگهاڙو ٿي ڏيکاريائون.

(خ) مهاجرن کي رضامند ڪرڻ لاءِ باوجود مٿي ذڪر ڪيل حالتن جي صدر ذوالفقار علي خان ڀٽي، ٽيليويزن تان مهاجرن کان ٻانهون ٻڌي، معافي وٺڻ وقت هنن کي اهو شرم وڌو تہ جي ٻيو خيال نہ ٿئين تہ من اهو ننگ پوين، جو (هن جون بہ پيٽون مهاجرن جي گهرن ۾ هيون) هو سندن مائٽ هو.

(د) ٻيا مخفي شرط، جي پناهگيرن طرفان ظاهر ڪيو وڃي تو تہ قبوليا ويا آهن، سي اجا ظاهر نہ ٿيا آهن. (ان کان پوءِ ظاهر ٿي چڪا آهن.) انهن ۾:

(i) ڪراچيءَ کي جدا صوبو بنائي، مهاجرن جي حوالي ڪرڻ.

(ii) سنڌ وزارت ۾ مهاجرن کي نمائندگي ڏيڻ.

(iii) گورنر جو عهدو مهاجرن کي ڏيڻ.

(vi) غير سنڌي ڪامورن کي سنڌي زبان نہ ڄاڻڻ جي باوجود نوڪرين ۾ هلائيندو اچڻ وغيره.

(ذ) مهاجرن کي سنڌ جي نوڪرين ۾ 50 سيڪڙو نوڪرين ڏيڻ جو اصول قبول ڪرڻ.

(ر) اهو شرط بہ قبوليل آهي تہ آدمشماريءَ جا فارم اهڙيءَ طرح ڇپايا ويندا، ۽ اها اهڙيءَ طرح شمار ڪرائي ويندي. جو پناهگيرن کي سندن آباديءَ جي تعداد ۾ اضافي ڪرڻ لاءِ سهوليت ٿئي.

(ز) پناهگيرن جي صوبائي ۽ مرڪزي نوڪرين ۾، موجوده برتريءَ ۽ اڪثريت کي برقرار رکڻ قبوليو ويو آهي.

(س) ريڊيي ۽ ٽيليويزن تي پناهگيرن کي ڇوٽ ڏيئي سنڌي زبان، ڪلچر، ۽ مفاد کي نقصان پهچائڻ لاءِ رستو ڪليل ڇڏيو ويو آهي.

(ش) اهو بہ قبوليو ويو آهي تہ سنڌي زميندارن کان زمينون کسي، هارين کي ڏنيون وينديون، پر مهاجرن کي سنڌي هندن جي بي واجبي طرح ڏنل ملڪيت کي هٿ نہ لاتو ويندو.

(ص) اهو بہ طئي ڪيو ويو آهي تہ اهڙا طريقا استعمال ڪيا ويندا، جو سنڌ يونيورسٽيءَ کي بند ڪري، سنڌين کي اعليٰ تعليم کان بي بهرو ڪيو ويندو

۽ ان جي برخلاف مهاجرن جي تعليمي حيثيت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ، وڏيون رقمون سنڌ ۾ اردوءَ جي فروغ لاءِ گرانٽ طور ڏنيون وينديون.

(ض) هيءَ به فيصلو ڪيو ويو آهي ته مهاجرن جي رضامنديءَ خاطر جماعت اسلاميءَ سان مخفي ناهه ڪري، انهن جي پاليسيءَ مطابق سنڌي قوم پرستيءَ جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ هر طرح جا قدم کنيا ويندا.

خدا ڪري اهو سڀ ڪجهه سچ ثابت نه ٿئي، ليڪن ذوالفقار علي خان ڀٽي جي گذشته روايات جي آڌار تي قوي گمان پيدا ٿين ٿا ته جنهن صاحب ايوب خان کي خوش ڪرڻ خاطر ڪيس لينن، ڪمال، اتاترڪ، صلاح الدين ايوبي ۽ ابرهام لنڪن چيو، ۽ شاهه لطيف هٿان هار پارائڻ جو اهل سڏيو هجي، جنهن صاحب جنرل يحيٰ خان ۽ سندس ملٽري جنتا کي خوش ڪرڻ خاطر ڪين بينگالين کي اقتدار نه ڏيڻ ۽ سڌي قدم کڻڻ جي صلاح ڏني هجي ۽ بينگال ۾ مارشل لا ڊيڪليئر ڪري قتل عام ڪرائڻ تي چيو هجي ته ”شڪر خدا جو بروقت قدم کڻي، يحيٰ خان پاڪستان بچائي ورتو.“ جنهن صاحب مهاجرن کي خوش ڪرڻ لاءِ محمد بخش ڏامراهه، حفيظ قريشي، مولوي رباني ۽ جي. ايم. سيد وغيره کي جيل ۾ موڪلي، نوجوان قوم پرست شاگردن کي لاڙڪاڻي جي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ هٿان ڏنڀ ڏياريا هجن سو جڏهن سندس اقتدار لاءِ خطرو ڏسي، ته سنڌ جي آٽونامي زبان، ڪلچر ۽ اقتصادي مفاد کي مهاجر پنجابي سامراجين جي هٿن ۾ وڪرو ڪري ته اها ڳالهه اختيار ۾ اچي سگهي ٿي.

اهي سڀ ڪتا ڪم موجوده صدر ۽ ان جي پارٽي انهيءَ لاءِ ڪري رهي آهي، ته سندس حڪومت کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد زياده عرصي تائين اقتدار ۾ رهڻ ڏين. ليڪن هن حقيقت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته هن ماڻهن کي ساڻس مخالفت، سندس سنڌي هئڻ تي آهي. جيستائين ڀٽو صاحب بي غيرت ٿي، لالچ خاطر سنڌي مفاد کي نقصان پهچائي سنڌن حڪم مڃيندو ايندو، ان وقت تائين هو ڪيس ڪرسيءَ تي سلامت رکندا ايندا، پر جهڙيءَ طرح هن کهڙي صاحب کان ون يونٽ ڪرائي پڻ مهينن کان پوءِ هن کي وزارت اعليٰ تان هٿائي ڇڏيو، اهڙيءَ طرح ساڳي حالت ڀٽي سان به ڪندا، ان حالت ۾ هو نه پاڻ بچائي سگهندو، نه پاڪستان کي......“

سنڌي شاگردن صدر (هاڻ وزيراعظم) ذوالفقار علي خان ڀٽي کي سنڌ سان ٿيل ظلمن جو ذڪر ڪري، سنڌن عرضداشت ڪندي، ان جي 24 صفحي تي هيٺين طرح عرض ڪيو هو:

جناب صدر صاحب! جناح صاحب پاڪستان قائم ڪي، اسان کي ههڙيءَ حالت ۾ آندو آهي. هاڻ اوهان تي ڇڏيل اهي ته اڳين جي نقش قدم تي هلي، ان

کي تباهه ڪرڻ لاءِ راهه هموار ڪريو يا تاريخ جي تجربي مان سبق حاصل ڪري، ملڪي مسئلن کي نئين انداز ۾ فيصل ڪريو.

اسان اوهان کي هيٺين لياقتن جا مالڪ سمجهي، اميد رکون ٿا ته ماضيءَ کي درگذر ڪري نئين انداز ۾ پاليسي مرتب ڪندا:

اوهان جو سنڌ ۾ جنم ورتل آهي، تنهن ڪري سنڌي قوم جا فرد آهيو.
هر مسئلي کي دنيا جي حقيقتن ۽ جديد نقط نگاهه کان ڏسڻ جا اهل آهيو.
صحيح جمهوري قدرن ۾ ويساهه رکڻ جي دعوىٰ ڪريون ٿا.
پهريان چونڊيل غير سرڪاري صدر آهيو.
سياست عمليءَ جا ماهر آهيو.

ان حالت ۾ اسان حق بجانب ٿينداسون، ته اوهان کي عرض ڪريون ٿا ته:

1) سنڌين جي جدا قومي وجود کان انڪار ڪندڙ مهاجر پنجابي سامراجي قوتن جي ظلم کان اسان کي بچائڻ ۾ مدد ڪريو.
2) مرڪزي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ جي نالي ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي غلاميءَ کان سنڌين کي بچايو.
3) ڀارت جي وهمي دشمنيءَ جي نالي ۾ لشڪر وڌائي، وري ملٽري رول قائم ٿيڻ جي راهه بند ڪرڻ لاءِ ڪو قدم کڻو.
4) ملڪي پاليسي مذهبي تعصب ۽ نفرت جي عيوض محبت دانشمندي، سيڪيولرزم ۽ غير جانبدار بنيادن تي قائم ڪري، صحيح سوشلزم جي قيام لاءِ راهه هموار ڪيو.
5) اردو زبان جي ذهني سامراجيءَ کان سنڌين کي بچايو پر جيڪڏهن ڪن مجبورين سبب، اڳوڻن ملڪن وانگر اوهان به:
    1) نظريه پاڪستان.
    2) هندوستان دشمني.
    3) باهمي نفرت.
    4) مذهبي نظام حڪومت.
    5) مضبوط مرڪز.

جو راڳ اچاريندا رهندا ته اوهان کي هيٺين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو:

1) ڪٽر قوم پرستي پيدا ٿي، صوبا مرڪز جي خلاف ٿي، پاڪستان جي ٽوڙڻ لاءِ تيار ٿي ويندا.
2) مرڪز ۾ مهاجر پنجابي تسلط جي قبضي کان تنگ ٿي ملڪ ۾ بغاوتون پيد اٿي پونديون.

3) مذهب جي نالي ۾ استحصال ثيڻ ڪري، نوجوان مورڳو مذهب کان بيزار ٿي پوندا.

4) سنڌي اهڙي پاڪستان ۾ رهڻ کان آزاد ٿيڻ زياده پسند ڪندا، جنهن ۾ هو ڪالوني طور هلايا وڃن.

پر پيٽو صاحب گادي بچائڻ لاءِ مجبور هو ته مهاجر پنجابي سامراج جو "شو بواءِ" ٿي ڪم هلائيندو رهي.

نه رڳو هن متي شاگردن جي ذڪر ڪيل عرضداشت تي خيال نه ڪيو، پر انهيءَ عرضداشت کي ضبط ڪري، جنهن پريس جي نالي اهو ڇپائي ڏيکاريل هو، ان کي ضبط ڪري، ان جي مئنيجر کي جيل ۾ وڌو ويو.

اهڙين حالتن هيٺ، غور سان ڏسجي ٿو ته معلوم ٿئي ٿو ته جن اميدن ۽ آسرن تي سنڌين کي پاڪستان جي قيام تي رضامند ڪيو ويو هو، انهن جي برثواب نه ٿيڻ ڪري، هنن لاءِ ان ڪانسواءِ ڪو چارو نه رهيو آهي، ته ان کي ٽوڙي، آزاد سنڌ ديش قائم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي.

# فصل ٽيون

اڳئين فصل ۾ ۾ ٻڌائي آيو آهيان تہ ڪهڙين اميدن ۽ آسرن سان پاڪستان قائم ٿيل هو، ۽ بعد ۾ اهو ڪهڙيءَ طرح مهاجر پنجابي سامراج جو اڏو بڻجي، پاڪستان جي مختلف قومن لاءِ طوق غلامي بنجي پيو هو.

هن فصل ۾ آئون خاص طرح سنڌ سان پاڪستان جي قيام بعد جيڪي ويل وهايا ويا آهن، تن جو مختصر ذڪر ٻڌائيندس، تہ ڪهڙن سببن ڪري اهي سنڌي، جي هڪ وقت ان جي قيام لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئا، سي ساڳيا ان کي ڍاهي **سنڌو ديش** قائم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا آهن.

لطيف سائين فرمايو آهي تہ:

جو تو مٺيو پانئيو، سو اصل ڪوڙو ڪچ.

وري فرمائين ٿا تہ:

تو جو پانيو هار، سو ٿيو سورن سندو سڳڙو.

بلڪل بعينہ اسان کي اها حالت ٿي آهي. اسان جا تن دل داغ ٿي پيا آهن، ڪهڙيءَ جڳهہ ملم پٽي ڪري، ان جي چٽائڻ جي ڪوشش ڪنداسون. ڪاش ڪو صاحب دل هجي، جو اسان جي حالت زار جو داستان ٻڌي! هي الفاظ ٻاهرين سامراجين ۽ ان جي ايجنٽ خود مطلب ۽ بيغرت سنڌي سياستدانن لاءِ نہ آهن.

(1) سڀ کان وڏو ظلم جو سنڌين سان پاڪستان جي قيام بعد ڪيو ويو آهي، سو سنڌن هزارها ورهين جي جداگانہ قومي وجود کان انڪار جو آهي.

هن وقت مهاجر پنجابي حڪمران طبقو ۽ سندن سنڌي ايجنٽ ائين چئي رهيا آهن تہ سنڌي قوم آهي ئي ڪانہ ۽ ان جو نالو وٺڻ ۽ اهڙو اظهار ڪرڻ بہ ڏوهہ آهي.

خدا جي مار پوي اهڙي پاڪستان تي، ان جي حڪمران طبقي تي، ۽ ان جي ايجنٽن تي، جي نہ صرف سنڌين جي آزادي ختم ڪري، انهن کي غلام رکي، سنڌ جي جملي وسائل ۽ پيداوار تي قابض ٿي راضي نٿا رهن، پر ان جي قومي وجود کان انڪار ڪري انهن کي هڪ خود ساختہ نظريي پاڪستان جي نالي ۾ هزارن ورهين جي ورثن، ملڪ، زبان، ڪلچر، قومي روايت، سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي وساري، هنن جي ڪفر نما اسلامي تشريح مطابق سندن غلاميءَ هيٺ رضاخوشيءَ سان مات ڪري ويهڻ لاءِ مجبور ڪري رهيا آهن.

اها ڳالهہ محب وطن ۽ سنڌين لاءِ مڃڻ ناممڪن آهي. سنڌ تي تاريخ جي عرصي ۾ ڪيترن ئي ڌارين سامراجن جا حملا ٿيا ۽ قبضا ٿيا، پر ههڙو ظلم

ڪنهن ڪونہ ڪيو. عرب سامراج سنڌين جي ساري زندگيءَ تي نئين مذهب جي آثار تي گهڻو اثر ڪيو، انهن سنڌي زبان ۾ ڪيترا لفظ داخل ڪيا ۽ ان جو رسم الخط بدلايو، مڪاني ماڻهن ڪي ذاتين ۽ نالن بدلائڻ ۾ حرص ڏياريو، ڪيترن سنڌين انهن جي خوش ڪرڻ لاءِ نسل بدلائي، پاڻ ڪي عربي النسل سڏائڻ تي فخر ڪيو. اهي سڀ ڳالهيون قديم روايات جي خلاف سنڌين الله ۽ رسول جي نالي ۾ قبول ڪيون. ليڪن پهريائين ابن قاسم جي هٿ هيٺ جڏهن ڪين غلام بنايو ويو ۽ سندن راجائن جن زالون، ڌيئون، ڳوناڻن جون هزارها زالون ۽ مرد غلام ڪري بغداد ۽ دمشق جي بازارن ۾ وڪيا ويا، ۽ ان زماني جا 20 ڪروڙ روپيا ڦري ڪري، سنڌي معيشيت کي تباھ ڪيو ويو. تہ سنڌي حيرت ۾ پئجي ويا تہ چا الله ۽ رسول جي متابعت اهو بدلو هو!

اسان مان ڪيترن جا وڏا اتان آيل هئا، جن پنهنجي مذهبي نسلي ۽ ڪلچرل برتريءَ جو غريب ڳوناڻن تي سڪو ويهارڻ شروع ڪيو. آهستي آهستي تي سندن دماغ مسخ ڪري ڇڏيا ۽ انهيءَ ساري ڪايا پلٽ تي انهن کي رضامند رهڻ سيکاريو. ولايت جي ڪبر سنڌ ۾ مينا سڏجڻ ۾ آئي. پر اهو دور گهڻو وقت نہ هليو. ٻاهران آيل ماڻهن مڪاني ماڻهن مان شاديون ڪيون. ليڪن اهي مڪاني عورتون اهڙيون غيرتمند هيون، جن سندن اولاد تي عربي نالن جي عيوض سنڌي نالا رکڻ شروع ڪيا. ٻارن کي سنڌي زبان سيکاريائون ۽ شادين غمين جون رسمون رواج ساڳيا رکيائون. جيتوڻيڪ ملن ۽ مولوين انهن دستورن کي ترڪ ڪرڻ لاءِ کين گهڻو سمجهايو، پر هنن انهيءَ تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. صرف وڏا ماڻهو انهيءَ مرض جو شڪار ٿيا. سنڌ ۾ مکيہ سادات ڪتنب لڪياري ۽ مٽياري هئا. سيد لڪياري ساداتن جو ڏاڏو سنڌ ۾ عرب کان آيو. ان جي پٽن جا نالا وڳڻ ۽ چڳو رکيا ويا. اهڙيءَ طرح سيدن پنهنجن ٻارن تي پارپيو، ٻولڻ، ننڊو، ٻکر وغيره نالا رکيا. مٽياري ساداتن ميون، جهنڊو، جيو، تورپيو، چتن، ناٿن وغيره نالا پنهنجي اولاد تي رکيا. سومرا ۽ سما مسلمان ٿيا، ليڪن اڪثري نالا ساڳيا قائم رکيائون. جيئن تہ چنيسر، دودو، ڀونگر، تماچي، پنهون، ننڊو، ڪرن، آري، ٻاگهي، جيتل، لاڏي، مارئي، سسئي، سهڻي وغيره سندن ٻولي سنڌي رهي. ذاتيون ساڳيون سومرا، سما، مهاڻا، ڪوسا، چانڊيا وغيره رهيون.

نيٺ مڪاني قبيلن عربن کي نيڪالي ڏئي پنهنجون حڪومتون بحال ڪيون. ان ڪانپوءِ جيڪي ڌاريا سامراج آيا جهڙوڪ پناڻ، مغل، انگريز، تن سنڌين تي سياسي ۽ اقتصادي تسلط قائم ڪرڻ بعد زبان ۽ ڪلچر جا صرف تورا اثر ڇڏيا.

ليڪن سنڌ جي تاريخ ۾ سڀ کان وڏو ظلم سنڌين سان هن دور ۾ ٿيو آهي. ڪين مورڳو قوم بدلائڻ جي تلقين ڪئي وڃي ٿي. ائين، غلط ۽ خودساخته اسلامي تشريح سان سندن ذهن مسخ ڪري ڪين هزارن ورهين جي ملڪ ۽ قوم کي بدلائڻ جي تعليم ڏني وڃي ٿي. سندن شهرن گهٽين ۽ رستن تي ڌاريا نالا رکي، سنڌين جي تاريخي يادگارن کي ميساريو وڃي ٿو. سندن هزارن ورهين جي جهونيءَ زبان کي مهاجر پنجابي سامراجي زبان اردوءَ جي ڌٻالت هيٺ ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿي رهي آهي. سندن سيني معاشي وسيلن تي پورو پورو تسلط قائم ڪيو ويو آهي. ڪين رڳو سنڌي سڏائڻ جي اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ منع ڪئي وڃي ٿي.

ظاهر ائين پيو ڪيو وڃي جڻ پاڪستان پاڪ آهي، سنڌ پليت آهي! اردو اسلامي زبان آهي، ۽ سنڌي ڪفر جي زبان آهي! سنڌي حڪومت ڪرڻ ۽ آزاد رهڻ جا نه لائق آهن ۽ نه حقدار آهن. هي يزيدي لشڪر جا ڪارندا، ابن قاسم جا وارث بنجي، سنڌين تي وري الله ۽ رسول جي نالي ۾ راڄ ڪرڻ جو جواز پيدا ڪري رهيا آهن. هنن اول مذهب جي نالي ۾ سنڌين کي نشو پياري، قائداعظم، پاڪستان، مسلم قوم، اسلامي آئين ۽ نظام اسلاميءَ جا دلاسا ڏيئي، برغلائي، پنهنجو سامراج قائم ڪيو. ليڪن هاڻ سنڌين تان اهي اثر لهندا وڃن ٿا. سنڌي سمجهڻ لڳا آهن ته هنن سامراجين اهي ڳالهيون مٿن سندن راڄ مسلط ڪرڻ لاءِ ايجاد ڪيون هيون. جي سندن غلاميءَ جو ڳٽ هيون ۽ انهن کي لاهي اڇلائي ڇڏڻ سندن فرض نصبي هو.

پر اها ڳالهه پوريءَ طرح تڏهين ڪامياب ٿي سگهندي، جڏهن سڌي پاڻ کي جدا قوم سڏائي، مسلم قوم ۽ پاڪستاني قوم جي ڏکي جي ديوار ڊاهي ڦٽو ڪندا.

(2) بيو ظلم جو سنڌين سان ڪيو ويو آهي، سو اهو آهي ته **سنڌوديش** جو هزارن ورهين کان تاريخ جي صفحن ۽ برصغير جي جاگرافيءَ تي علحده حيثيت رکندو آيو آهي، ان کي متائي هڪ هترادو نالي واري پاڪستان ملڪ جو حصو بنايو وڃي ٿو. سنڌي ان کان انڪار ڪن ٿا. بلڪ پاڪستان جي لفظ کي پنهنجي غلاميءَ جو نشان سمجهي نفرت ڪرڻ لڳن ٿا.

انهيءَ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سنڌ کي ون يونٽ ۾ داخل ڪري، سنڌ جو نالو هرهنڌ تان متائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر جڏهن ڏٺائون ته اهو ڏوڪو گهڻو وقت جٽاءُ ڪري نه سگهندو، ته ان کي ڊاهي، نالي خاطر سنڌ جو علحده صوبو بنائي، ان کي مضبوط مرڪز جي ماتحت رکي، هڪ بي غيرت ۽ غدار سنڌيءَ کي سندن شو بواءِ بنائي، سنڌ جو استحصال ڪري رهيا آهن. ڄڻ ته سنڌ سندن پيءُ جي ذاتي جاگير هئي. انهن حالتن کي بدلائڻ لاءِ سنڌين گهڻائي حيلا

هلايا آهن. مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سمجهاڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر هو روز بروز چري ويران وير وڌ ۾ صم ”بڪم“ عمي جي فرمودي مطابق انڌ جي گهوڙي تي سوار تي، سنڌين جي غيرت ۽ آزاديءَ ڪي گهتي، حڪومت هلائي رهيا آهن. انهن ڳالهين ڪي مدنظر رکي، هاڻ سنڌي هن راءِ تي پهتا آهن ته پاڪستان واري ڪفر جي قلعي ڪي مسمار ڪري، ان تي **سنڌوديش** جي عمارت تعمير ڪرڻ ڪان سواءِ ڪو چارو ڪونه اٿس ۽ صبح شام پاڪستان تي لعنت جو مينهن وسائيندا رهن ٿا.

(3) ٻاهران آيل مهاجر پنجابي اسلام جي نالي اسان ڪي ڏوڪو ڏين ٿا. پر ساڳئي وقت سنڌين ڪي حقارت جي نظر سان ڏسي انهن سان مسلمان ڀاءُ جهڙو نه، پر ينگين جهڙو برتاءَ ڪري رهيا آهن. چون ٿا ته:

”سنڌي جاهل هئا، تن ڪي هنن اچي سڌاريوآهي“
(جنگ اخبار)

”سنڌي غلام هئا، تن ڪي هن اچي هندن جي چنبي مان آزاد ڪرايو آهي.“ (جنگ اخبار.

”سنڌين ڪي اسلام جي معلومات نه هئي، تن ڪي هنن اچي اسلام سيکاريو آهي.“ (جنگ اخبار)

”سنڌي قوم ئي نه آهن.“ (ملا مودودي)

”سنڌين جي تهذيب گڏهن هڪلڻ ۽ اُنن ڪاهڻ جي هئي.“(لياقت علي خان)

”سنڌي زبان جاهلانه زبان هئي.“ (لياقت علي خان)

”هو پاڻ اها برتر، پاڪ ۽ اعلىٰ قوم هئا، جو خود خدا به هنن ڪان پڇي پوءِ ڪم ڪندو آهي.“ (علامه اقبال)

ليڪن هاڻ سنڌين جي باغيرت ڪارڪنن تي ظاهر ٿيندو وڃي ته هي ٻاهران آيل مهاجر پنجابي مستقل مفاد (Vested Intrests) سنڌين جا جاني دشمن، غاصب، ظالم ۽ ڪافر مطلق آهن. انهن ڪي جيستائين ملڪ نيڪالي نه ڏبي، ان وقت تائين سنڌ سلامت آهي، سنڌي قوم سلامت رهندي.

1) هن سنڌي سياستدانن وڏيرن جي خودمطلبي ۽ باهمي اتفاق جو فائدو وٺي، ڪين ويڙهائي، صوبائي آٽونامي ءَ ڪي فارس بنائي ڇڏيو آهي. مختصر طور ان جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

پهرين صوبائي چونڊن ۾ مسلم ليگ پارٽيءَ اندر اڪثريت محمد ايوب کهڙي ڪي حاصل ٿي، ليڪن باوجو ان جي جناح صاحب سنڌ جو وزيراعلىٰ سر غلام حسين ڪي نامزد ڪيو. ٿوري وقت ڪان پوءِ سر غلام حسين ڪي سنڌ جو گورنر مقرر ڪري، کهڙي ڪي سنڌ جو وزيراعلىٰ نامزد ڪيائين ان ڪان پوءِ کهڙي ڪي جيل ۾ موڪلي ابن الوقت پير الاهي بخش ڪي آڻي، پير الاهي بخش جي ڪورٽ مان خارج ٿيڻ ڪان پوءِ يوسف

هارون کي آڻڻ جو اسيمبليءَ جو ميمبر بہ نہ هو، يوسف هارون ڪانپوءِ قاضي فضل الله کي آڻڻ ان کي ڪڍي وري کهڙي کي آڻڻ، وري کهڙي مان ناراض ٿي ان کي خارج ڪرائڻ ۽ سنڌ تي هڪ ڪٽر پنجابي دين محمد جو گورنري راڄ مڙهڻ، پوءِ مير غلام علي جي '**جو حڪم**' خصلت کي پسند ڪري ان کي ميدان ۾ آڻڻ هن کان ناراض ٿي مرڪي وزير عبدالستار پيرزادي کي وڏيڪ فرمانبردار سمجهي سنڌ جي وزارت جو قلمدان سونپڻ ۽ ڪيس ٻارهن وزيرن تائين وزيرن ۾ ورهائڻ جو اختيار ڏيئي هن جي وزارت کي مضبوط بنائڻ، اهو سڄو داستان مٿئين فصل ٻئي ۾ بيان ٿي چڪو آهي. هي سڄو ڊرامو آگسٽ 1947ع کان 1955ع تائين فقط هڪ مختصر اٺن سالن جي عرصي ۾ ڪيڏيو ويو. ترت ئي مهاجر پنجابي سامراجين جي بدبختيءَ سببان سنڌن ان نئين منظور نظر پيرزادي عبدالستار جي دور وزارت چند اهڙيون ڳالهيون ٿيون جن کان ڪين سيني اڳين "**جي حضورين**" کان وڏيڪ موجود لڳيون مثال طور:

(الف) هن جي وزارت جي وقت ۾ ڪراچي وري صوبي سنڌ کي موٽائي ڏيڻ جو ٺهراءَ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ڪيو.

(ب) مرڪزي حڪومت طرفان سنڌين سان نوڪرين، واپار، ڪارخانن وغيره ۾ ماٽيجي ماءُ وارو برتاءَ ورتو ٿي ويو، ان تي سنڌ اسيمبليءَ احتجاج جو ٺهراءَ پاس ڪري سنڌي لاءِ حق گهريا، جا ڳالهہ بہ مرڪزي حڪومت برداشت نہ ڪئي.

(ت) سنڌي جدا قوم آهن. ان بابت سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ٿيل ٺهراءَ ڪجهہ ترميمن سان پاس ٿيو. ان تہ مورڳو مهاجر پنجابي سامراج جي گهر ۾ رولو وجهي ڇڏيو.

(ث) سنڌي زبان کي ترقي وٺائڻ لاءِ جو ادبي بورڊ قائم ٿيل هو، ان کي بل ذريعي قانون جي خاص حيثيت ڏيئي، هڪ خاصي رقم حوالي ڪرڻ جي تجويز سنڌ اسيمبليءَ اڳيان پيش ٿي. جا ڳالهہ بہ مهاجرن لاءِ ناقابل برداشت هئي.

(ج) سنڌ جي ثقافت کي زور وٺائڻ لاءِ ڀٽ شاهہ تي سنڌ ڪلچرل مرڪز قائم ڪري، ان لاءِ رقمون منظور ڪيون ويون. جا ڳالهہ بہ حڪمران طبقي جي ناراضگيءَ جو باعث بني.

(ح) سنڌ ۾ ٻن بيراجن گڊو بيراج ۽ ڪوٽڙي بيراج جي تعمير جو ڪم تيزيءَ سان شروع ڪري، انهن جي تڪميل لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي. جيئن تہ اهل پنجاب سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ کي ڪتب آڻڻ جو ارادو رکيو ٿي، تن ان ڳالهہ کي ناپسند ڪيو. پنجاب طرفان سنڌونديءَ جو پاڻي ڪٽي وڃڻ ڪري ڊپ هو تہ سنڌ جي آباديءَ لاءِ پاڻيءَ جي قلت محسوس ٿئي، ان ڪري سنڌ سرڪار پنهنجي گڏ ڪيل پيسي مان بارش جي پاڻي کي گڏ ڪرڻ واسطي نئين گاج، نئين سن، نئين بارڻ ۽ ٻين تر ۽ ڪوهستان ۾ نئين تي ڊيم (بند) ٻڌائي،

آباديءَ جي انتظام ڪرڻ واسطي اسڪيمن تيار ڪرڻ واسطي اسٽاف مقرر ڪيو.

(خ) مرڪزي حڪومت طرفان ملٽريءَ جي آفيسرن ۽ ٻاهرين کي زمينن ڏيڻ لاءِ سنڌ تي زور بار پوڻ لڳو. جنهن لاءِ هن وزارت سنڌي عام راءِ جي مخالفت هئڻ ڪري، ڪجهه پس پيش ڪئي. اها ڳالهه به مرڪزي حڪام کي ناپسند پيئي.

(5) آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مهاجر پنجابي سامراجين مرڪز کي گهڻا اختيار ڏئي، صوبن کي کوکلو ڪرڻ جي سازش سٽي هئي، ان جي خلاف پيرزادي بنگالي ميمبرن سان شامل ٿي ووٽ ڏنا، ۽ گورنر جنرل غلام محمد خان، جو پنجابي سامراج جو مدارالمهام هو، ان جي اختياري گهٽائڻ لاءِ آئين ۾ ترميم ڪرائي. ان ويتر ٻرندڙ باهه تي تيل جو ڪم ڏنو.

انهن ڳالهين تي ناراض ٿي، مهاجر پنجابي سامراج، جنهن ۾ هن وقت تائين پنجابي لياقت علي خان جي مرڻ بعد اڳواٽي حاصل ڪري ويا هئا، تن سنڌ جي سموري وسائل کي ڪتب آڻڻ لاءِ مغربي پاڪستان جي سيني صوبن کي ملائي ون يونٽ جي تجويز تيار ڪئي، ۽ مسٽر پيرزادي عبدالستار کي چيائون ته صوبي سنڌ کي ختم ڪري، ون يونٽ ۾ داخل ڪرڻ لاءِ رضامندو ڏيکاري. ان تي پيرزادي صاحب سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن سان مشورو ڪيو. جن اهڙيءَ تجويز جي مخالفت ڪئي. جنهن تي پيرزادي صاحب سامراجين جي ون يونٽ ناهڻ جي تجويز سان شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو. مرڪزي حاڪمن ڪمال بيشرميءَ جو مظاهرو ڪندي، وري ساڳئي مسٽر کهڙي ۽ ٻن ڪتن وزيرن کان ون يونٽ ناهڻ جي مدد جو واعدو وٺي، پيرزادي وزارت کي سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڪثريت جي مدد هئڻ جي باوجود ڊسمس ڪري، کهڙي کي جو ان وقت ڇهن سالن لاءِ پروڊا هيٺ سياست کان خارج ٿيل هو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به نه هو، وزيراعلى نامزد ڪري ون يونٽ نهرائڻ لاءِ حالتن جي سازگار بنائڻ جي ڪوشش ڪئي.

کهڙي صاحب وزارت نهڻ بعد پاڻ سان پير علي محمد شاهه راشدي، قاضي محمد اڪبر ۽ حاجي مولا بخش سومري کي وزارت ۾ شريڪ ڪيو. هن مهاجر پنجابي سامراج جي حڪم هيٺ سنڌ اسيمبليءَ جي ڪن ميمبرن کي جيل ۾ وڌو، ڪن کي پوليس ۽ ايس. پي. آر جي آڌار تي ڊيڄاري ون يونٽ جو نهراءُ سنڌ اسيمبليءَ کان پاس ڪرايو. ڪوٽڙي بيراج تي سنڌ کي ون يونٽ ۾ آڻائيندڙ پنجابي گورنر جنرل غلام محمد جو نالو رکيو.

سنڌ جي خزاني ۾ سنڌ لاءِ تيار ڪيل اسڪيمن واسطي سيڙايل رقم کي ون يونٽ سرڪار جي حوالي ڪيو. سنڌ سيڪريٽريٽ ۽ وزيرن جي آفيسن جو

سامان ون يونٽ سرڪار ڏي موڪليو. پر افسوس جو اها سنڌ سان غداري به کهڙي ڪي ڪم نه آئي. انهيءَ سامراجي گروهه جن جي چوڻ تي هن اهو ڪوتو ڪم ڪيو هو، ڪيس ڪڍي، ڊاڪٽر خانصاحب کي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ اڪثريت نه هئڻ جي باوجود وزيراعلىٰ نامزد ڪيو. انهيءَ دور ۾ جيڪي سنڌ کي نقصان پهتا، تن جو جابجا ذڪر مٿي ڪيل آهي. ليڪن ڳالهين کي دهرائڻ جو خطرو ڪٽي به، هتي هڪ هنڌ پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ ان جو تورو اختيار پيش ڪجي ٿو:

1) سنڌ جي جدا حيثيت کي ختم ڪري، جملي اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ ڪاتا، نون ادارن جي ماتحت آٽي، انهن جي واڳ غير سنڌي عملدارن جي هٿ ۾ ڏيئي، سنڌ جي اقتصادي وسائل جو استحصال شروع ڪيو ويو. واپدا، پڪڪ، اي. ڊي. سي، پي. آءِ. ڊي سي، وغيره ادارا، انهيءَ سازش جي پيداوار آهن.

2) ون يونٽ سرڪار ۾ سينئر ۽ لائق آفيسرن جي موجود هئڻ جي باوجود، غير سنڌي جونيئر عملدار مکيه جڳهين تي رکيا ويا. جن منظم منصوبي جي ماتحت سنڌ کي پنجاب جي ڪالوني بنائڻ جي ڪارروائي شروع ڪئي.

3) انهيءَ دور اندر سنڌ ۾ هر ڪاتي جا هيڊ غير سنڌي عملدار رکيا ويا، باوجود لائق سنڌي آفيسرن هئڻ جي. انهن ڌارين عملدارن نه صرف سنڌ تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيا، پر سنڌي قوم پرستيءَ جي جذبي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌي شاگردن کي مارون ڏيارڻ، سنڌي قوم پرست لٽريچر ضبط ڪرڻ، يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ ڪٽر مهاجر پنجابي يا بي غيرت سنڌي عملدار رکڻ، انهيءَ ڏس ۾ سنڌن مکيه ڪم هئا. انهيءَ وقت ضلعي جو ڪليڪٽر يا ايس. پي ڪو ڇٽو سنڌي رکيو ويو.

4) 1945ع ۾ سنڌونديءَ ۽ ان جي مددگار ندين جي پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ سنڌ ۽ پنجاب سرڪارين جي وچ ۾ هڪ عهدنامو ٿيل هو، جنهن مطابق ٻنهي صوبن لاءِ پاڻيءَ جي ڪوٽا مقرر ڪئي ويئي هئي. نون بيراجن يا بندن (ڊيم) کي ٻنهي سرڪارن جي رضامندي کانسواءِ ٺوٺاٺو يا ٻڌٽو نه هو. پر ون يونٽ سرڪار ٺهڻ بعد مهاجر پنجابي سامراج، پاڻ کي ساري الهندي پاڪستان اندر اقتدار ۾ ڏسي، عهدنامي جي ڀڃڪڙي ڪري، پنجاب ۾ نوان بيراج ۽ ڊيم ٻڌائڻ شروع ڪيا. اهڙيءَ طرح ڪيل عهدنامي جي ڀڃڪڙي ڪري، سنڌ کي سندس جائز پاڻيءَ جي حق کان محروم ڪيو ويو.

5) سنڌ سرڪار سنڌ ۾ آبادڪاريءَ کي زور وٺائڻ لاءِ 33 ڪروڙ روپين جي تخميني جون کي اسڪيمون تيار ڪيون هيون. ون يونٽ ٻنجڻ بعد انهن کي

رد ڪري، اها سموري رقم پنجاب ۾ خرچ ڪئي ويئي. بلڪ پنجاب جا اڳ ۾ ڪنيل هڪ سو ڪروڙ روپيا قرض به ون يونٽ جي گڏيل سرڪار کان پرايا ويا.

6) ون يونٽ سرڪار ٽن ندين ستلج، راوي ۽ بياس جو پاڻي، جنهن تي سنڌ جو به حق هو، بنا سنڌ جي اجازت جي ۽ اڱوٺي سنڌ جي عهدنامي جي پيچڪڙي ڪري، ڀارت جي حوالي ڪيو ۽ ان جي عيوض هڪ هزار ڪروڙ روپيا حاصل ڪري، پنجاب ۾ تونسا بيراج، تربيلا ڊيم ۽ منگلا ڊيم بڌائي، سنڌ کي سندس جائز پاڻيءَ کان محروم ڪري، پنجاب واسطي پاڻي ۽ بجلي حاصل ڪئي.

7) W.P.I.D.C طرفان جملي خرچ ڪيل ٻن سؤ ڪروڙ روپين جي رقم مان، جنهن جو گهڻو حصو سنڌ جي پيداوار ۽ متاستا مان حاصل ڪيل هو، اڪثر رقم پنجاب ۾ خرچ ڪئي ويئي. سنڌ ۾ ان سڄيءَ رقم مان صرف ڏهه ڪروڙ کن روپيا خرچ ڪيا ويا. جڻ ته پاڪستان مهاجر پنجابين جي جاگير هئي. ان جي پيسي کي جهڙيءَ طرح ڪتب آڻين، سو سندن وس ۾ هو.

8) سنڌ جي لکها ايڪڙ زمين گدو بيراج، سکر بيراج ۽ مڪي ڍنڍ جي ايراضين ۾ پنجاب عملدارن جي حوالي ڪئي ويئي. انهيءَ زمين جي سڌارڻ جو خرچ به سرڪار طرفان ڪيو ويو.

9) سنڌ ۾ زمين جي وڪري ۽ ورهاست جي پاليسي اهڙي ناهي ويئي، جو ان جي ڪري سنڌ جا لکها ايڪڙ زمين غير سنڌين جي حوالي ۾ اچي ويا ۽ سنڌ باقاعدي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي ڪالوني بنجي ويئي، جنهن جو هو استحصال ڪرڻ لڳا.

10) جيئن ته واپار ۽ انبسترين جون پوستون لاهور مان نڪريون ٿي ۽ اتي مهاجر پنجابي عملدار انهن ڪمن جي چارج ۾ هئا. ان ڪري واپار ۽ ڪارخانن لاءِ غير سنڌين جي سرپرستيءَ ڪري سنڌ جي اقتصادي ڪاروبار تي سند تسلط قائم ڪيو ويو.

11) سنڌجي متين تعليمي ادارن ۾ اڪثريت غير سنڌي استادن جي مقرر ڪئي ويئي. جن منظم طريقي سان سنڌي زبان، ڪلچر ۽ قوم پرستيءَ جي مخالفت ڪري، سنڌي نوجوان شاگردن کي خودساخته نظرئي پاڪستان سان مهاجر پنجابي سامراج جي غلاميءَ لاءِ مانوس ڪرن واسطي سندن ذهن مسخ ڪرڻ شروع ڪيا.

12) ڪراچي ميونسپالٽي ۽ ٻين مکيه شهرن جي ميونسپالٽين ۾ لياقت علي خان ۽ مرڪزي حڪومتن جي پاليسيءَ ڪري، مهاجرن کي سهوليتون ڏيئي، ڪالونائيز ڪيو ويو هو هاڻ هنن سموري عملي، تعليمي ادارن تي هڪ طرف قبضو ڪيو هو ته ٻئي طرف هو واپار، دڪانن، بينڪن تي قابض ٿي ويا.

آهستي ڪري شهرن مان قديم نالا مٽائي، نوان نالا رکي، سنڌجي قديم روايات کي ختم ڪرڻ لڳا.

13) مهاجرن جي همت افزائيءَ ڪري، ڪراچي شهر ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي زبان کي خارج ڪرايو ويو.

14) ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي اها حالت آهي، جو اتي ڏهن ڪلاسن ۽ ٽو عملدارن مان صرف ٻه سنڌي عملدار هئا ۽ هزارها عملي ۾ صرف نالي خاطر سنڌي ملازم هئا. ساڳي حالت حيدرآباد، ميرپورخاص، سکر وغيره ميونسپالٽين جي ڪئي ويئي آهي.

15) ون يونٽ جي قيام بعد سنڌ جي نالي مٽائڻ لاءِ اهو طريقو اختيار ڪيو ويو، جو حيدرآباد سنڌ اسٽيشن تان سنڌ جو نالو مٽايو ويو. عملدارن کي هدايتون ڪيون ويون، تہ جتي سنڌ جو نالو ڪنهن اداري يا بئنڪ سان لاڳو هجي تہ ان کي مٽايو وڃي.

16) سنڌي ٻوليءَ سان اهڙو برتاءُ اختيار ڪيو ويو، جو اسٽيشن تان سنڌي ۾لکيل نالا بدلائي، اردوءَ ۾ لکايا ويا. جنهنڪري ڪيترا نالا ڪل جهڙا ٿي پيا. جهڙوڪ: 'رڻ پٽياڻيءَ' کي 'رن پٽاني' لکيو ويو. 'الهڏني ساند' کي 'الاڊينا ساند' لکايو ويو. رستن جي پٽرن تي سنڌيءَ ۾ لکيل نالا بدلائي، اردوءَ ۾ لکايا ويا. اسٽيشنن تي ريلوي جا ٽائيم ٽيبل بہ بدلائي اردوءَ ۾ لکايا ويا. ووٽرن جون لسٽون جي هميشه سنڌيءَ ۾ ڇپبيون هيون، سي اردوءَ ۾ ڇپائڻ شروع ڪيون ويون، جنهنڪري ڪيترا سنڌي نالا بدلجي ويا. چاڪاڻ تہ اردوءَ ۾ 26 اکر هئا ۽ سنڌي ۾ 52 اکر هئا. هڪ اکرن وارا لفظ اردوءَ ۾ لکجي نٿي سگهيا. اشتهار سنڌي اخبارن جي عيوض اردوءَ کي ڏياريا ويا. ريڊيي تان خود سنڌ ۾ سنڌيءَ کي براڊ ڪاسٽنگ پروگرام جي جملي ٽائيم مان 5 سيڪڙو مس ڏنو ويو ٿي. سيلون، گوا، بمبئي، بيڪانير، يج ۽ دهليءَ تان سنڌيءَ ۾ پروگرام ايندا هئا، پر ملتان، لاهور، راولپنڊيءَ ۽ پشاور تان سنڌي پروگرامن جي منع هئي.

17) سنڌ جي دشمنن کي اهميت ڏيئي، محب وطن سنڌين کي سزائون ڏنيون ويون. سنڌين کي اميد هئي تہ آزاديءَ ملڻ بعد اڳين سامراج جي يادگار نشانن کي مٽايو ويندو جهڙوڪ: جيڪب آباد، جيمس آباد وغيره. پر مورڳو انهن کي مٽائڻ جي عيوض محلن، تعليمي ادارن، بندرن، رستن، لائبررين، مارڪيٽن وغيره تي سنڌ دشمن ماڻهن جا جهڙوڪ: احمد شاهہ ابدالي، محمد تغلق، محمود غزنوي، جناح، لياقت علي، محمد بن قاسم وغيره نالا رکي، سنڌين جي سيني تي مڱ ڏريا ويا.

18) سنڌ ۾ مقرر ٿيل ڪن غير سنڌي عملدارن اهو طريقو اختيار ڪيو، جو اردوءَ ۾ لکيل دروخواستن تي غور ڪيو ٿي ويو. سنڌيءَ ۾ لکيل درخواستن

ڪي ردي جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلايو ٿي ويو. حالانڪ انگريزي دور حڪومت ۾ سيني انگريز عملدارن کي حڪم هو ته هو سنڌي زبان سکي، ماڻهن سان سنڌيءَ ۾ گفتگو ڪن. پر هن نون سامراجي حڪمرانن، سنڌيءَ کي جاهلن جي زبان قرار ڏيئي، ان کي نفرت جي نگاهه سان ڏٺو. اهو طريقو ايتري قدر اختيار ڪيو ويو، جو اردوءَ کي اسلامي زبان سڏي، سنڌيءَ کي ڪافرن جي زبان هئڻ جا طعنا هڻڻ لڳا. موٽرن تان انگريزي يا سنڌي نمبر پليٽون مٽارائي، زوريءَ اردوءَ ۾ لکائڻ شروع ڪيائون. رستن تي غنڊا بيهاري ڇڏيائون، جي موٽرن جون پليٽون لاهي، ان تي اردو نمبرن جون دفتريون لکي، هٽي ڇڏيندا هئا. ٻي صورت ۾ موٽرن جا شيشا ڀڃي ٿي ڇڏيائون. وڏن شهرن ۾ جيڪڏهن ڪي ماڻهو سنڌيءَ ۾ تقرير ڪندا هئا، ته انهن کي زوريءَ اردو ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. نه ته ٻي حالت ۾ گهٽ وڌ ڳالهائي، گوڙ ڪري، ميٽنگون ڦٽائيندا رهيا.

19) سنڌ سرڪار سنڌي ثقافت کي زور وٺائڻ لاءِ ڀٽ شاهه تي ڪلچرل سينٽر برپا ڪيو هو. ون يونٽ کان پوءِ ان جي گرانٽ گهٽائي، ان جي بورڊ تي غير همدرد، مهاجرن جا چاڙتا ميمبر رکي، ميلن جي موقعن تي ڪوئايل ڪانفرنس کي نظرئي پاڪستان جي پرچار لاءِ ڪتب آڻڻ لڳا.

20) سنڌي ادبي بورڊ جي آزاد اداري کي ختم ڪري، سرڪار جي نامزد اداري جي حيثيت ڏيئي، ان جي گرانٽ گهٽائي، ان تي سرڪاري چاڙتا ميمبر نامزد ڪيا ويا، جن ادبي بورڊ جي ڪم ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي. ان جي پيسن سان خردبرد ڪئي وئي.قومپرست اديبن ۽ شاعرن جا ڪتاب ڇپڻ بند ڪيا ويا. ادبي بورڊ طرفان رٿيل سمورو پروگرام رد ڪري ڇڏيو ويو.

21) سنڌ جي هر کاتي ۾ مهاجر پنجابي عملدارن اها روش اختيار ڪئي، جو ويندي پٽيوالن تائين غير سنڌين کي نوڪرين ۾ رکي، سنڌين کي نوڪريءَ کان محروم ڪيائون.

22) هر کاتي ۾ جاين، رستن، واهڻ وغيره ڪمن جي تعمير لاءِ مقاطعا غير سنڌين کي ڏنا ٿي ويا.جن کي هڪ طرف اگهه وڌائي ٿي ڏنا ويا ته ٻئي طرف هنن اهڙو ردي ڪم ڪيو ٿي )جو ٿوري وقت کان پوءِ بيڪار ٿي ويو ٿي؛

23) سنڌين کي اهڙو مجبور بنايو ويو هو ، جو اڪثري ننڍي وڏي ڳالهه لاءِ کين لاهور وڃڻو پوندو هو. جنهن ۾ خرچ هڪ طرف ڪرڻو پين، ٻئي طرف سنڌين کي جنهن حقارت سان پنجاب ۾ ڏٺو ٿي ويو، سو صرف هڪ حساس دل سنڌي محسوس ڪري سگهيو ٿي. سنڌ سيڪريٽريٽ جا سوين ڪلارڪ ۽ ٻيو عملو لاهور موڪليو ويو هو. انهن مان گهڻا اتان جو ماحول سازگار نه ڏسندي، گهٽ تنخواهه ۽ جڳهين تي موٽي سنڌ ۾ آيا. ڪيترن نوڪري ڇڏي ڏني.

ڪيترا قبل از وقت پينشن وٺي موٽي ويا. ڪيترا ون يونٽ جي ٽٽڻ تائين اتي رهي، سنڌ جي غدار سياستدانن کي پٽيندا رهيا، جن کي عهدن خاطر پنجابين وٽ گروي ڪري، بي عزتيون برداشت ڪرايون هيون.

آءٌ هڪ ڏينهن پنجاب اسيمبليءَ جي چاڙهيءَ تي بيٺو هوس ته هڪ سنڌي عورت ڳوناٺي لباس ۾، مٿي تي هڙ ڪڇن جي ۽ ٻار ڪڇ ۾ ڪنيون بيٺي هئي. هوءَ ڪو فرياد ڪٺي آيل هئي. سنڌ ۾ ته ڪو ٻڌڻ وارو ڪونه رهيو هو. هن کي چيو ويو ته اسيمبلي اجلاس وقت ڪيترا سنڌي ميمبر ۽ وزير اسيمبلي هال جي ٻاهران، ممڪن آهي ڪيس ملي سگهن. انهن کي پنهنجي درد جو احوال پيش ڪري، هوءَ دادرسي ڪرائي سگهي ٿي. ليڪن پوليس وارن هن کي چاڙهيءَ کان پري روڪي ڇڏيو هو. سنڌ جي بي غيرت وزير ۽ ميمبرن ان وٽ وڃي هن کان احوال نه پڇيو هو. هن جي افسرده شڪل مان ان وقت، مونکي سنڌ ماتا جي مايوس ڪن شڪل نظر آئي ۽ هڪ پراڻي ڳالهه به ياد پيئي، جڏهين اسان پاڪستان ٻنجڻ کان ڪجهه وقت اڳ تنها مهاجر پنجابي سامراجي سازش جي خلاف سندن مدارالمهام جناح جي مخالفت ڪري رهيا هئاسون، ۽ سنڌ جي ڪاموري، زميندار ۽ پڙهيل طبقي اسان جو آواز نه ٻڌو ۽ غدار سنڌ جناح کي اسلام جو علمبردار بنائي اسان کي هنن شڪست ڏني هئي، ان وقت برادرم علي محمد شاهه راشديءَ مون کي چيو هو، ”ميان مرتضيٰ! سنڌ جو اڪثر وڏو ماڻهو بي غيرت ٿي چڪو آهي. ان کي سمجهائڻ لاءِ سندن خوشامد ڪرڻ يا عرضداشت ڪرڻ مان ڪجهه نه ورٺو آهي. سواءِ ان جي ته ڪين سخت مصيبتن ۾ گرفتار ڪرائي، پنهنجي مضبوطيءَ جو احساس پيدا ڪرايو وڃي.“

آءٌ ان طريقي جي خلاف هوس. هو ان ڪري ڪجهه وقت ڪانپوءِ مونکان علحده ٿي ويو ۽ ون يونٽ بنائڻ ۾ حصو ورتائين. اڄ مونکي اها ڳالهه ذهن ۾ ويني، ۽ راشديءَ جي گذريل مضمون جا هي لفظ پڻ دل تي اتري آيا ته، ”سنڌ سان هي جي ويل وهايا وڃن ٿا، سي سڀ مسلمانن جي اتحاد جي نالي ۽ پاڪستان جي حصول جي پويان ڪيا وڃن ٿا. جڻ ته اسلام جو حڪم آهي ته ان جي نالي ۾ جماعتون ناهي، ڪين بچڙائيءَ جو اڏو ڪري ڪتب آڻجي. ان تجويز (پاڪستان) موجب خود اسلام کي چورن جي جاءِ پناهه ڪري ڪتب آندو وڃي ٿو. جيڪڏهن پاڪستان سٺي شيءِ آهي ته اهو برائيءَ جي ذريعن سان حاصل ٿي نه سگهندو“. ”پاڪستان جي تجويز سنڌ جي ڏاگهه چاڙهڻ لاءِ ڪاٺين جو ڍير هئي....“ ”پاڪستان، بعد اسان کي پنهنجي ماضيءَ کي وسارڻو پوندو. مستقبل جي ترقيءَ جا سڀ خيال ترڪ ڪرڻا پوندا. پنهنجي قومي وجود کي ختم ڪرڻو پوندو. ڌاريا ماڻهو اوهان تي پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق آئين مڙهيندا،

سنڌ جي جملي پيداوار جا ذريعا پنهنجي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندا. سنڌ پنجاب جي ڪالوني ٿي ويندي.“

انهيءَ زماني ۾ علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ فرمايو هو تہ، ”پاڪستان بچاءَ گهر نہ پر قبرستان بنجي پوندو. مسلم بيمار لاءِ پاڪستان جي شفاخاني ۾ بچاءَ جو سامان ميسر ٿي نہ سگهندو. اُتي هو شايد آخري ڪلمي پڙهڻ ڪان سواءِ ختم ٿي وڃن. پاڪستان جي غلط نظرئي ۽ تنظيمي تحريڪ ذريعي قرآن پاڪ جي ڏسيل ساري پروگرام جي انحرافي ٿي رهي آهي.“

انهيءَ وقت انهن سيني نصيحتن کي ڪنهن نہ ٻڌو. انهن مان هڪ ناصح سنڌ جي خواب غفلت کي برداشت نہ ڪري وجي آرام جي ننڊ ستو، ۽ ٻيو ضد ۾ اچي ظالمن کي زور وٺائي، جلد کين ڪيفر ڪردار تي پهچائڻ لاءِ ميڪاولين طريقا اختيار ڪري رهيو آهي.

آئون هيڪلائي هيل سنڌو ديش جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي نوجوان ساٿين سان ڏونگر جا ڏولاوا جهاڳي رهيو آهيان. ڏاريا تہ ڏاريا ئي سنڌ جا مٺ نہ هئا، پر پنهنجن بہ ڏيرن وانگر ڏاڍا ڏک ڏنا آهن. محمد ابراهيم منشي، سنڌ جي عوامي شاعر جا هي الفاظ اڪثر ڪنن ۾ گونجندا رهن ٿا.

”مون پڪ سڄاتا پنهنجا هئا، ڪي ڏارين سان گڏ ڏاڙي ۾،
ٿي واٽ ڏسيائون ويرين کي، ويهي وانگيئڙن جي واڙي ۾.“

(24) آخر ۾ 8 آڪٽوبر 1958ع تي انهن سامراجين سنڌ جو روح آزاديءَ کي ڪمزور ڪرڻ خاطر ملڪ سان مارشل لا هيٺ پهريائين اسڪندر ميرزا کي صدر نامزد ڪيائون. پر سگهوئي 20 ڏينهن ڪان پوءِ ان کي ڪڍي، جنرل ايوب کي ان جي جاءِ تي صدر ڪري، ڪم هلائڻ شروع ڪيائون.

انهيءَ دور ۾ ملڪ مان جيڪي عقوبتون ٿيون، ان جو داستان لنبو اهي. ليڪن مختصر طور انهن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

چونڊيل اسيمبليون ۽ لوڪل باڊيز جا ادارا ختم ڪري، ان جي جاين تي يونين ڪاميٽيون ناهيون ويئون، جي سينيٽري ڪاميٽين وانگر ننڍين ايراضين ۾ معمولي ڪم ڪرڻ لڳيون. ان ڪان مٿي تعلقي يونينون هيون، جن تي اڏ ميمبر يونين ڪائونسلن جا نمائندا ۽ اڏ ميمبر سرڪاريءَ طرح ٺاڦيل مقرر ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح ضلعي ڪائونسلون ناهيون ويئون، جن جا چيئرمين ڊپٽي ڪمشنر ڪم هلائڻ لڳا. جن تي جملي ميمبر نامزد ٿيل هوندا هئا. انهن ميمبرن ۾ گهٽو حصو سرڪاري ملازمن جو هو. انهن سمورين بنيادي جمهوري ڪائونسلن جو سمورو ڪاروبار، ڪامورن جي معرفت هلايو ٿي ويو، ۽ ضلعن ۾ چند سرڪاري چاڙتن کي ورسائڻ خاطر گرانٽن جي ورهاست ٿيندي هئي. جن منظور ڪيل رقم جو گهٽو حصو خرد برد ڪري ٿي ڇڏيو. اهڙي طرح

ملڪ جي ترقي ۽ تعمير لاءِ ٻاهران حڪومتن کان امداد طور مليل رقمن جو گهڻو حصو سرڪاري ڪامورن ۽ ان جي چاڙتن زميندارن جي پاڪيٽ ۾ ويو ٿي. ان دور ۾ عوامي طاقت کي ڪمزور ڪيو ويو. عوامي نمائندگيءَ جو نالو نشان گم ڪيو ويو. اهو سڀ ان ڪري هيو ته پاڪستان بنيادي طرح غلط نظرين ۽ ارادن سان قائم ڪرايل هو. جنهن عمارت جو بنياد ڏنگو هوندو آهي، اها ڪيترو به متي وجي، پر سڌي ٿي نه سگهندي. اهڙيءَ طرح پاڪستان ۾ هڪ خرابيءَ کي ڇپائڻ لاءِ ٻي خراب ڳالهه ڪرڻي پئي ٿي.

مهاجر پنجاب مستقل مفاد سنڌن استحصال لاءِ پاڪستان قائم ڪرايو هو. ان لاءِ اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جا نعرا هڻي، وقت بوقت ماڻهن کي بيوقوف بنايو پئي ويو. جڏهن اهي طريقا ختم ٿيندا نظر آيا ته ملڪ سان مارشل لا لاڳو ڪري، ملٽري ۽ سول سروس سڌو سنواٽو ڪاروبار پنهنجي هٿن ۾ وٺي هلائڻ شروع ڪيو. هنن پنهنجي قبضي کي محڪم بنائڻ لاءِ قوم پرست سياستدانن کي جيل ۾ موڪليو ٻين سياستدانن کي ايبڊو جي قانون هيٺ نااهل بنائي، سياست ۾ حصي وٺڻ کان خارج ڪري ڇڏيو. سنڌ مان مون کي، قاضي فيض محمد، غلام محمد لغاري، شيخ اياز وغيره کي جيلن ۾ موڪليو ويو. قوم پرست لٽريچر جو پاڪستان کان اڳ يا جناح صاحب جي ڏينهن ۾ ڇپايل هو. ان کي ضبط ڪيو ويو. اخبارن تي پابندي وڌي ويئي. آزاد راءِ جي اظهار جي منع هئي. ڪن اخبارن کي سرڪاري هٿ ۾ ڪٽي، هرهنڌ اهو راڳ آلاپڻ شروع ڪيو ويو، ته پاڪستان جا رهاڪو جمهوري طرز حڪومت هلائڻ لاءِ لائق نه هئا. ملٽري عملدار سول سروس، بي عيب، لائق ۽ هر صفت موجود هئا. عدالتي ڪاتي کي هيسائي، لالچ ڏئي، اهڙو بيڪار بنايو ويو، جو انهن جي معرفت عدل حاصل ڪرڻ جي اميد ختم ٿي ويئي. ماڻهن جا بنيادي حق ختم ڪيا ويا. ملڪ تي پنهنجو تسلط مضبوط ڪرڻ لاءِ اهو مهاجر پنجابي سامراج، سنڌن نئين شو ٻواءِ جنرل محمد ايوب خان جي معرفت آرڊيننس ذريعي ڪارا قانون وقت بوقت ڊڪليئر ڪرائي راڄ هلائيندا رهيا.

سنڌ کي شڪار گاهه بنائي، ان ۾ ساليانه شڪارن لاءِ صدر ايوب ۽ ان جا مهمان اچڻ لڳا. انهن شڪارن وقت هزارها پوليس جو عملو حفاظت لاءِ ڪٽب آندو ويندو هو. شڪارن تي زميندار ۽ ڪامورن طرفان ماڻهن کان وصول ڪيل لکين روپين جو خرچ ڪيو ويندو هو جنرل ايوب خان جتي به ويندو هو، زميندارن ۽ ڪامورن معرفت هزارها ماڻهن کي استقبال لاءِ گهرائي، دلي دروازا کڙا ڪري، هن جو آڌارڀاءُ ڪيو ويندو هو. جيئن دنيا کي ڍوڪو ڏنو وڃي ته هي صاحب عوام جو مقبول ليڊر آهي. انهيءَ طريقي سان هڪ شخص کي آڏو ڪري، ان جي معتبر بنائڻ جو دستور وڌو ويو. ان خوشامد جي ڊوڙ ۾

نہ صرف زميندار ۽ ڪامورن کي ڪتب آندو ويو ، پر پين بہ ڪونہ گهٽايو. سنڌ جي مکيہ پيرن، پير صاحب پاڳاري ۽ مخدوم صاحب هالا، انهيءَ خوشامند مقابلي ۾ هڪ ٻين کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جنرل ايوب کي خوب شڪار ڪرايا، دعوتون ڏنيون.

سنڌي عوام ۽ خواص ۾ بزدلي ۽ ڊپ پيدا ڪري، خوشامدڙين جا ڌڻ پيدا ڪيا ويا. جن ضمير وڪڻي، نئين نظام حڪومت سان ها ۾ ها پئي ملائي. انهيءَ ڊوڙ ۾ جن مکيہ ماڻهن حصو ورتو، ان مان موجوده وزيراعظم پاڪستان هڪ هو. ان صدر ايوب کي، جنهن پاڪستان جي حڪومت سان حلف وفاداري کڻڻ جي باوجود ان کي ٽوڙي، غاصب ٿي، حڪومت جون واڳون هٿ ۾ ڪنيون هيون، جمهوريت کي ختم ڪيو ويو هو، پنهنجو ليڊر تسليم ڪري، ان جو وزير ٿي ڪم ڪيو. نہ رڳو ايترو پر ان جو طبلچي ٿي، هن هيٺين راين ۾ هرهنڌ اظهار ڪيو:

”صدر ايوب لينن، ابراهام لنڪن، ڪمال اتاترڪ صلاح الدين ايوبيءَ جو ثاني هو.“ پاڪستان لاءِ ان جو وجود نعمت عظميٰ هو“. ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جيڪڏهن هن وقت حيات هجي ها تہ هن کي هار پارائي ها.“

محترمہ فاطمہ جناح جا صدارتي چونڊ ۾ جمهوري راڄ قائم ڪرڻ جي ارادي سان ايوب خان جي مقابلي ۾ اميدوار بيٺي هئي ان جي هرهنڌ وڃي مخالفت ڪيائين ۽ منتون ڪري، رشوتون ڏيئي ان ڊڪٽيٽر کي هر حيلي سان طاقت ۾ رکڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين.

انهيءَ دور حڪومت ۾پاڪستاني عوام جي اخلاق ڪيرائڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ٿيو. بليڪ مارڪيٽي، سمگلنگ، هورڊنگ، اگهاڙپ جو وڌڻ، رشوتخوري، چوريون ۽ ڌاڙا عام جام ٿي پيا. آئون سمورو وقت جيل يا نظربنديءَ ۾ هوس، ۽ گهڻي غور ۽ فڪر بعد شدت سان محسوس ٿيڻ لڳم تہ پاڪستان واقعي مصيبت جو اڏو بنجي چڪو هو. ان جي اصلاح جو اميدون ختم ٿي ويئون هيون. ان کي ختم ڪرڻ ڪانسواءِ ڪوبہ چارو ڪونہ هو. انهيءَ دور حڪومت ۾ هٽلر جي فسطائي نظرئي جي تتبع تي ملڪ ۾ ڏنڊي جي زور تي حڪومت هلائي، مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي استحصال جاري رکڻ لاءِ هڪ طرف ڪم ڪيو ٿي ويو، تہ ٻئي طرف ٻين سيني پارٽين کي ختم ڪري، هڪ مسلم ليگي پارٽيءَ سان جا ايوب خان جي لونڊي ٿي ڪم ڪرڻ لڳي هئي، ڪم هلايو ٿي ويو. ان وقت ساري پاڪستان جي رهاڪن کي سندن هزارها ورهين جي مختلف تاريخي روايات، زبانن، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ۽ ڪلچرن جي باوجود زوري هڪ قوم بنائڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪئي ويئي.قومپرست تحريڪن جي ڪارڪنن کي جيلن ۾موڪلي، سندن اخبارون

بند ڪري، ڪتاب ضبط ڪري، هرهنڌ اسلام، مسلم قوم ۽ پاڪستان جو نعرو لڳايو ٿي ويو.

پر هنن دل جي اکين ڪان انڌن کي پتو نه پيو، ته ماڻهن جون دليون مٽيءَ يا ڌاتوءَ وانگر بيجان ڪونه هيون، جو ڪنڀار يا مشين جي قالب ۾ پلٽائڻ جي وسيلي هڪ نموني جي صورت اختيار ڪري وينديون. جي ائين هجي ها ته خدا سائين جدا رنگ، جدا شڪليون، جدا ملڪ ۽ ٻوليون ۽ قومون پيدا نه ڪري ها. انهيءَ بوقلمي رنگارنگيءَ مان سندس صفاتي حسن جو ڪمال ظاهر ٿي رهيو هو. انهيءَ قدرت جي پيدا ٿيل شين کي ڪي ڪم علم ۽ ڪوتاهه نظر زور زبردستيءَ مان هڪ بنائڻ جي ڪوشش ڪن، سا ڳالهه نه رڳو مشڪل هئي پر چريائي هئي.

البت دنيا ۾ اهڙا ڪيترا جاهل پيا آهن، جي قدرت جي ڪاروبار کي غلط سمجهي، پنهنجي ڪم علميءَ مطابق هڪ طرفو هلائڻ جو ارادو رکن ٿا. چوڻ ۾ اچي ٿو ته برادرم مرحوم محمد امين ڪوسو جڏهن عليڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هو ته ڊاڪٽرمحمد اشرف جي صحبت ۾ ڪڏهن اهڙن خيالن جو اظهار ڪندو هو، جو ڪجهه فرقي پرست پروفيسرن کي پسند نه پيو. ان ڪري هڪ ڏينهن ڪين عليڳڙهه يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر مسٽر عبدالحليم گهرائي چيو ”ڪوسا صاحب! ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته اوهان غلط خيالن جي پرچار ڪري مسلمان شاگردن تي خراب اثر ويهاري رهيا آهيو.“ ڪوسي صاحب هن کي جواب ڏنو ته، ”صاحب! اهو چوڻ صحيح نه آهي. ڀلا هنن ماڻهن کي خدا جو رسول راه راست تي آڻي، متحد ڪري نه سگهيو انهن تي مسڪين ڪوسي جو ڪهڙو اثر پئجي سگهندو؟“

بلڪل بعينه اها ساڳي حالت مسلمانن جي هئي. ڀلا جتي هزار اولياءَ ڪرام، صوفيائي عظام، علماءِ حق، سندن حياتيون مسلمانن کي درست ۽ متحد ڪرڻ لاءِ صرف ڪيون هيون، پر نه اهي مسلمانن کي همخيال بنائي سگهيا، نه متحد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا. هنن سوها فرقا، ڪيتريون قومون ۽ ملڪ پنهنجي علحده هستي قائم رکي پنهنجي طور طريقي تي زندگي بسر ڪري رهيا هئا، انهن کي ڪهڙي طرح جناح صاحب، لياقت علي خان، ايوب خان ۽ ٻئو هم خيال ۽ متحد بنائي سگهيا ٿي! اها ڳالهه سمجهه ڪان ٻاهر هئي، متي ذڪر ڪري ليڊرن جي ساري زندگي ٻي ڪهڙي به هجي، پر اسلامي اصول مساوات، اخلاق ۽ صداقت جي صفتن ڪان خالي هئي.

انهيءَ ساري عرصي ۾ هڪ طرف ماڻهن کي نظرئي پاڪ جي خود ساخته نقطه نگاهه سان متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته ٻئي طرف جدا قوميتن ۽ رياست کي هزارها ورهين جي جداگانه قومي زبانن، روايتن، ڪلچرن،

سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي باوجود هڪ خود ساخته، مصنوع جوڙجڪ پاڪستان ۾ ڪنو ڪري، پنجابي مستقل مفاد سامراج جي استحصال لاءِ ڪتب آندو تي. انهيءَ عرصي ۾ مهاجر پنجابي فوجين، سول ۽ مهاجرن ورسايو ويو. جن عزيزن خويشن ۽ پوئلڳن کي نوازي مالا مال بہ ايتري قدر ڪيو جو پاڪستان جي ملڪيت جو گهڻو حصو وجي 23 فيصد ۾ ڪنو ٿيو. مطلب تہ انهيءَ دور ۾ هو اها ڳالهہ جنهن سنڌ جي حقن جي گهر يا حب الوطنيءَ جي گفتگو تي ڪئي ويئي، سا ڏوهہ نهرائي، ان کي ڏڪاريو تي ويو ۽ سارو وقت نظرئي پاڪستان، اسلام جي مصنوعي تشريح ۽ مسلم قوم جي پرچار سان سڌين جا دماغ گمراهہ ڪيا تي ويا. ان حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ، آئون جڏهن ٿن مهينن لاءِ نظربندي، ڪان آزاد ٿيس تہ ميلن جي موقعي تي بزم صوفيائي سنڌ جي سهاري هيٺ ڪانفرنسون ڪونائي، اتي سنڌ جي محبت، هندو مسلم اتحاد، رواداري ۽ قومپرستيءَ تي تقريرون ۽ شعر پڙهائڻ لڳس، تہ مورڳو انهن ڪانفرنسن تي رڪاوٽون وجهي، وري مون کي نظربند ڪيو ويو.

مگر هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي تہ ان سموري معاملي ۾ سنڌ جو اڪثر وڏيرو، ڪامورو، واپاري ڊڄي يا خريد تي ڌاريي سامراج جو ايجنٽ ٿي، ڪم ڪري رهيو هو. ليڪن خدا جو شڪر آهي، تہ باوجود انهن ڳالهين جي سنڌ جو روح آزادي، قوم پرستي ۽ رواداري سلامت رکندو آيو آهي. قوم پرست تحريڪ جا حامي تہ ڪيترائي پيدا ٿيا، پر رسالن جو ڇپجڻ، مضمونن جو شايع ٿيڻ مشڪل مسئلو تي پيو. سنڌيءَ ۾ اخبارون اڳي ئي ٿوريون هيون، ليڪن جيڪي هيون، انهن جي مالڪن کي ڊيڄاري يا لالچائي، سرڪار پنهنجو ڪري ڇڏيو هو. نين اخبارن ۽ رسالن جي اجازت ملي نٿي سگهي. ڪيترا ڪتاب ڇپجڻ لاءِ تيار هئا، پر پريس وارن تي اهڙو دٻاءَ ويهاريل هو، جي انهن جي ڇپجڻ لاءِ تيار نہ هئا. حالت ايتري تہ بگڙي ويئي، جو مرحوم حيدر بخش جتوئيءَ کي سنڌ جي حقن لاءِ رسالا ڇپائڻ ۽ سنڌ جي تعريف ۾ شعر چوڻ ڪري جيل ۾موڪليو ويو ۽ سندس رسالن ۽ شعر کي ضبط ڪيو ويو. شيخ اياز کي سندس شعرن لاءِ قيد ڪيو ويو. مونکي 9 سالن تائين بنا ڪيس هلائڻ جي جيل ۽ نظربنديءَ ۾ رکيو ويو. سابق گورنر مغربي پاڪستان جنرل موسىٰ هڪ مجلس ۾ تقرير ڪندي ظاهر ڪيو، تہ حيدر بخش جتوئيءَ کي جيل ۾موڪلي هن حڪم ڏنو تہ ساڻس سختي ڪئي وجي، جيئن وجي. ڇاڪاڻ تہ هو سنڌ جو تعريف ۽ شعر لکي، علائقائي تعصب ڦهلائي رهيو هو. ان ڪانسواءِ ان تقرير ۾ اهو بہ ظاهر ڪيائين، تہ جي. ايم. سيد ون يونٽ جو مخالف هو. ان ڪري ڪيس وري نظربند ڪيو هئائين ۽ حڪم ڏنو هئائين، تہ بيماريءَ وقت علاج لاءِ بہ وڏي شهر ۾ وڃڻ جي اجازت بند ڪئي وجيس.

جيل ۽ سختيون سنڌ لاءِ سهي، وري ان لاءِ دانهون ڪرڻ نيڪ نظر نہ ٿو اچي پر انجو ڪجهہ ذڪر پيش ڪيو وڃي ٿو تہ پرهندڙن کي خبر پوي، تہ هنن مهاجر پنجابي مستقل مفاد اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ سنڌ تي تسلط قائم رکي ان جي استحصال لاءِ جيڪي ڪيو ٿي، ان جي خلاف آواز اٿارڻ تي هو ڪيترو خفا ٿي ٿيا ۽ سنڌ جي نالي وٺڻ وارن ڪان هنن کي ڪيتري نفرت هئي.

اوهان غور ڪري ڏسو تہ جيڪي ماڻهو سنڌ ۾ ڄاوا نپنا هئا، سنڌ جي پنجن هزارن ورهين جي شاندار ماضيءَ جو پتو هون، سنڌ جي ڪلچر،زبان، سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي محفوظ رکڻ سان دلچسپي هين، سندن مائٽن جا قبرستان ۽ درگاهون سنڌ ۾ هيون. ڪين سنڌ جي شاعرن ۽ درويشن سنڌ جي محبت جو سبق سيکاريو هو. ڪين مائرن کير پيارڻ وقت ۽ پينرن شاديءَ جي موقعي تي حب الوطنيءَ جا گيت ڳائي، وطن جي حب سان سرشار ڪيو هو. تن جڏهن ٻاهران آيل ڌارين کي نہ صرف سنڌ جي زمين، نوڪرين، دڪانن، ڪارخانن ۽ واپار تي قبضو ڪري، استحصال ڪندي ڏٺو. پران جي تاريخي روايات، ڪلچر ۽ زبان جي مٽائڻ لاءِ ڪوشش ڪندي ڏٺو ۽ انهن کي سنڌ جي نالي سان نفرت ڪندي سنڌي کي گڏهن هڪلڻ ۽ اُٺن ڪاهڻ وارا سڏيندي ۽ سنڌ جي حقن لاءِ گفتگو ڪرڻ وارن کي سزائون ڏيندي ڏٺو، سنڌ جي تعريف ۾ شعر چوڻ وارن کي ريڊيو اسٽيشنن، ٽيلويزن ۽ سرڪاري مجلسن مان نيڪالي ملندي ڏٺو، سنڌي اديبن، ماسترن، پروفيسرن ۽ ڪامورن کي صرف حب الوطنيءَ جي شبھ تي نوڪريءَ مان ڪڍڻ يا دوردراز مفاصلن تي بدلي ڪرڻ يا پروموشن مارڻ جون سزائون ڏيندي ڏٺو ٿي، نہ خود مطلب پير، مير، سياستدان ۽ وڏيرا ڪٽي انهن ڳالهين تي بي هس هئا، پر اسان مان ڪي اهڙا بہ هئا، جن جي دل ڏکي ٿي.

اسان پهرين چند حاڪمن کي ان لاءِ جوابدار ٺهرائي، انهن جي برخلافي ڪئي. ليڪن هر دور ۾ ساڳي حالت ڏسي، آخر انهيءَ ڪارنامي جي پويان لڪل هٿ کي سڃاڻي ورتوسون، تہ ان سموري ڪارگذاريءَ ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجي ڪارفرما هئا. اهي ان جاءِ تي هجن ئي نہ هئا، جيڪڏهن پاڪستان نہ بنجي ها. ائين پاڪستان جي گذريل 26 سالن جي ڪارگذاريءَ مان اسان کي پتو پئجي ويو آهي، تہ ان جي درست ٿيڻ جو امڪان ئي ڪونہ هو. ان جون حالتون ويران وير خراب ٿينديون ويون. جڏهن تجربي مان معلوم ٿيوسين تہ مهاجر پنجابي مستقل مفاد ڪنهن بہ طرح سنڌ دشمنيءَ ۽ استحصال ڪان باز نہ ايندا، تہ اسان جي دل مان پاڪستان جو ٻوٽوڪومائجي، سڪي ۽ سڙي ويو.

حڪمران طبقو سنڌن طاقت جي غرور ۾ انڌو هو، ۽ صحيح حالتن جو اندازو ڪري نہ سگهيو. ان طبقي ٽن طريقن سان سنڌين کي محڪوم رکڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي:

1) طاقت جي ذريعي دٻائڻ سان.
2) لالچ ڏيئي خريد ڪرڻ سان.
3) غلط پرچار ڪري دماغ مسخ ڪرڻ سان.

هنن اها ڳالهہ خيال ۾ نہ آندي، تہ سيني ماڻهن کي انهن طريقن سان محڪوم رکڻ مشڪل هو.

نيٺ تجربي بعد هنن مجبور ٿي ون يونٽ کي ڊاٺو، ۽ صوبا بحال ڪيا. هاڻ هو هڪ سنڌيءَ کي صدر (وزيراعظم) نامزد ڪري، ان جي معرفت سنڌ تي پنهنجو تسلط قائم رکڻ گهرن ٿا. پر ڪين خبر هئڻ گهرجي تہ جي سنڌ چنيسر، ڄام فيروز، نائونمل، جناح ۽ ڀٽا پيدا ڪيا آهن، تہ سنڌ دودي، دريا خان، مخدوم بلاول، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حيدر بخش جتوئي، هيمون ڪالاڻي ۽ جي. ايم. سيد کي بہ جنم ڏنو آهي. جي ڪيتري بہ ڏاڍ ۽ لالچ هيٺ دٻجي يا خريد ٿي، سنڌن سنڌو ماتا سان دغا ڪري نٿا سگهن.

تاريخ شاهد آهي تہ ڪجهہ وقت انهيءَ مستقل مفاد جذبات نعرن سان ايوب خان کان پڻ حڪومت ڪرائي، عوام کي بيوقوف بنايو. آخر ڪيترو وقت ماڻهو ڪوڙن نعرن ۽ دلاسن تي برغلائي سگهجن ٿا. نيٺ ماڻهن تان اهو جادو لٿوءِ بي آرامي ٿي. ان تي ايوب خان ماڻهن جو توجهہ هٽائڻ لاءِ ڪشمير جي آزاديءَ لاءِ جنگ شروع ڪري، ملڪ کي تباهيءَ جي ڪناري تي آندو، نيٺ اقوام متحده وچ ۾ پئي صلح ڪرايو. تاشقند ۾ عهدنامي ٿيڻ بعد ماڻهن کي پتو پيو تہ جنگ اجائي ڪرايل هئي، ان مان ملڪ کي ڪوبہ فائدو ڪونہ پهتو هو. ان تي ايوب خان خلاف ناراضگي پيدا ٿي، جنهن کي وڌندو ڏسي، هن حڪومت جون واڳون پنهنجي هڪ جنرل يحيٰ خان جي حوالي ڪيون. جيئن تہ ابتدا کان وٺي، پاڪستان جي حڪومت جي واڳ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي نمائندن سول سروس ۽ ملٽري جنتا جي هٿ ۾ رهندي آئي هئي، ۽ پاڪستان جا جملي حاڪم جناح صاحب کان وٺي ايوب خان تائين، انهيءَ گروهہ جا 'شوبواءِ' ٿي ڪم ڪري رهيا هئا. ان ڪري حالتن کي مدنظر رکي، ڏک ٽارڻ لاءِ ان گروهہ يحيٰ خان کي في الحال هينين قدمن کڻڻ جي صلاح ڏني:

(i) سياسي نظربند آزاد ڪرايا.
(ii) نين چونڊن جو اعلان ڪري، چونڊون ڪرايون.
(iii) مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ کي ختم ڪري، صوبا بحال ڪيا ويا.

(iv) سنڌ ۾ قوم پرستيءَ جي مخالفت جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ڀٽي صاحب کي مدد ڏيئي، چونڊن ۾ڪامياب ڪرايو ويو ۽ هتي سنڌ ۾ زميندار، پير ۽ ڪامورن کي گڏي، واحد قوم پرست جماعت سنڌ متحده محاذ کي شڪست ڏياري ويئي.

بهرحال مهاجر پنجابي سامراجين جو هيءُ ڪليل، ڪن بنيادي صورتن ۾ نيڪ بيهي نه سگهيو. اڀرندي بينگال ۾ سمورا ميمبر عوامي ليگ جي معرفت قوم پرستن جا نمائندا چونڊجي آيا. اهڙيءَ حالت ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي خدشو پيدا ٿيو ته ممڪن هو ته مرڪزي اختيار سندن هٿن مان نڪري، قوم پرستن جي هٿن ۾ وڃي هليو. جنهن جنهن صورت ۾ ابتدا کان مهاجر پنجابي مستقل مفاد، پاڪستان کي پنهنجي ڪالوني ڪري پئي ڪتب آندو هو، تنهنڪري هنن سندن اقتدار هٿان وڃڻ جو اهو خطرو فورن محسوس ڪيو. بچاءُ ۾ هنن ڀٽي صاحب کي حڪومت جو دلاسو ڏنو ۽ ڪانئس اهو اعلان ڪرايو، ته جيڪڏهن ڪيس وزارت ۾ شامل نه ڪيو ويو ته هو بغاوت ڪندو. ڀٽي صاحب جي انهيءَ اعلان سان ئي يحيٰ خان آئين ساز اسيمبليءَ جو سڏايل اجلاس مهمل ڪري ڇڏيو ۽ فوج کي اڀرندي بينگال ۾ موڪلڻ شروع ڪيو. پر ساڳئي وقت هي سياسي ڪيڏباز يحيٰ خان کي دوکو ڏياري، اڪثريتي پارٽيءَ جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان سان نالي خاطر ڳالهيون هلائيندا آيا. نيٺ جڏهن هنن ڏٺو ته فوج جو چڱو حصو بينگال پهچي ويو هو، تڏهن ساري ملڪ سان مارشل لا لاڳو ڪري، بينگال ۾ قتل عام شروع ڪري ڇڏيائون. اتي جيڪي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي نمائنده ملٽريءَ ظلم ڪيا، سي ساريءَ دنيا کي معلوم آهن.

هن جنگ ۾ آخرڪار حق جي فتح ٿي ۽ اهل بينگال کي آزادي نصيب ٿي. هاڻ ايوب خان وانگر ماڻهو يحيٰ خان مان به ناراض ٿي پيا. ان تي ساڳئي سامراجي گروهه يحيٰ خان کي ڪڍي، سندس جاءِ تي ذوالفقار علي خان ڀٽي کي، جيڪو هنن سان سڄي ڪيل ۾ ڀيچيءَ جي صورت ۾ شريڪ هو، نامزد ڪيو.

ڀٽي صاحب حڪومت وٺڻ بعد مهاجر پنجابي سامراج جي سروس ۾ جيڪي ڪم سرانجام ڪيا آهن، تن مان سنڌ کي هيٺيان نقصان پهتا آهن:

1) جناح صاحب مسلم قوم جي آڌار تي پاڪستان قائم ڪرائڻ جي باوجود، ان نظرئي کي غلط ۽ نقصانڪار سمجهي ختم ڪري ڇڏڻ جو اعلان ڪيو. ليڪن هن صاحب مورڳو ڪيس نامزد ڪندڙ مهاجر پنجابي سامراجين کي خوش ڪرڻ خاطر سنڌين جي جداگانه قوم کان انڪاري ٿي، سنڌ جي انفرادي حيثيت ختم ڪري، نظرئي پاڪستان سان وفاداريءَ جو حلف ڪنيو.

2) هن نظرئي پاڪستان (مسلم قوم) جي بنياد تي نئون آئين ناهي، سنڌ کي پنجاب جي ڪالوني بنائي، سنڌ کي هينيان نقصان رسايا آهن:

(الف) انهي، آئين جي آڌار تي سنڌين کي جدا قوم تسليم ڪرڻ جي عيوض، پاڪستان جي متحده قوم ۾ اقليت جي صورت ڏني ويئي آهي.

(ب) جنهن صورت ۾ پاڪستان جو آئين پنجاب جي اڪثريت جي آڌار تي پاس ٿيو آهي، جنهن ۾ سنڌين کي 21 سيڪڙو نمائندگي مليل آهي. ان حالت ۾ آئين پنجابي اڪثريت جي رضامندي ڪانسواءِ ترميم بہ نٿو ٿي سگهي، آئين پنجابين جي فائدي ۾ هئڻ ڪري، اهي ڪڏهن بہ ان ۾ ترميم نہ ڪرائيندا.

3) انهيءَ آئين ۾ ٽيڪس وجهڻ جا اختيار مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾ آهن. هنن اهڙيون ٽيڪسون وڌيون هيون، جنهن ڪري سنڌ جون 350 ڪروڙ روپين ڪان مٿي ٽيڪسون، مرڪزي حڪومت جي حوالي ٿي ٿيون. جيئن تہ مرڪزي حڪومت دائمي طور انهيءَ آئين جي مطابق مهاجر پنجابي مفاد جي هٿ ۾ اچي چڪي هئي، انڪري سنڌ جي ٽيڪسن جو فائدو بہ انهيءَ گروهہ کي حاصل ٿيو ٿي. سنڌ کي ان مان فائدو نٿي مليو.

4) اهو آئين اهڙيءَ طرح نهيل آهي، جو ان جي آڌار تي سنڌ جا ٽيڪس، زمين، ڪارخانا، نوڪريون، غير سنڌين جي حوالي ۾ اچڻ ڪان روڪجي نہ ٿي سگهيون.

5) اليڪشن جي وقت عوامي ليگ طرفان شيخ مجيب الرحمان هڪ منشور تيار ڪيو هو، جنهن ۾ هينين نڪتن ۾ اظهار ڪيل آهي.

## نڪتو نمبر_1

پاڪستان جو آئين وفاقي طور تي پارليامينٽري قسم جو 1940ع ۾ پاڪستان لاءِ لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ طرفان پاس ڪيل نهراءَ جي بنيادي اصولن تي ناهيو وجي. جنهن جا نمائندا بالغ راءِ دهيءَ جي بنياد تي چونڊيل هجن ۽ حڪومت جا سمورا اختيار انهن جي هٿن ۾ هجن.

مٿي ذڪر ڪيل نڪتن جي تشريح مختصر طرح هينين ريت ٿيندي:

(i) پاڪستان جي حڪومت وفاقي قسم جي هوندي.

(ii) اهو وفاق لاهور واري آل انڊيا مسلم ليگ جي نهراءَ موجب آزاد ۽ خودمختيار رياستن تي مشتمل هوندو.

(iii) اها حڪومت انگلستان جي طرز مطابق پارليامينٽري طريقي تي ناهي ويندي.

(iv) جنهن ڪري اها حڪومت پارليامينٽ جي چونڊيل ميمبرن جي اڪثريت وٽ جوابدار هوندي.
(v) اسيمبليءَ جا اختيار حڪومت تي حاوي هوندا.
(vi) اسيمبليءَ جي ميمبرن جي چونڊ بالغ راءِ دهيءَ مطابق عام ووٽرن ذريعي سڌيءَ طرح ڪرائي ويندي.

## نڪتو نمبر_2

1) وفاقي طرز واري حڪومت ۾ مرڪزي سرڪار کي صرف ٻه ڪاتا سپرد ڪيا ويندا.
2) بچاءُ ڪاتو.
3) پرڏيهي معاملات جو ڪاتو.

## نڪتو نمبر_3

ٽيڪس وجهڻ جا اختيار جملي صوبن جي هٿ ۾ هئڻ گهرجن، مرڪزي حڪومت جي خرچ جي پورائي لاءِ صوبن کان حصو خرچ جو وصول ڪيو وڃي. ان مان هينيان فائدا ٿيندا:
1) ٽيڪس وجهڻ ۽ گڏ ڪرڻ لاءِ جدا جدا ڪاتا قائم ڪرڻ ڪري جو ٻٽو خرچ ٿئي ٿو، انڪان بچي پئبو.
2) ٽيڪس هرڪو صوبو پنهنجي سهوليتن ۽ حالتن موافق وجهندو.
3) ڪسٽمس ۽ انڪم ٽيڪس ساري پاڪستان کان وڌيڪ سنڌ يا بينگال مان پيدا ٿئي ٿو. ان کي مرڪز ۾ ٻين صوبن جي فائدي لاءِ خرچ ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ ڦرلٽ کان بچي پئبو.
جهڙيءَ صورت ۾ فوج ۽ پرڏيهي ڪاتي جي خرچ، جن ۾ اڪثريت پنجابي يا مهاجرن جي هئي، جو گهٽو حصو بينگال ۽ سنڌ کان ورتو ويو ٿي. انهيءَ ڪري جي ٽيڪسون صوبا پاڻ وجهندا ته انهيءَ جي خرچ جي مد ۾ هو هڪ جيترو حصو خرچ ۾ ڏيندا.
4) ٽيڪسن لڳائڻ جو اختيار صوبن جي حوالي ۾ هئڻ ڪري هڪڙن صوبن کان گهٽي ۽ ٻين کان گهٽ رقم مرڪز لاءِ نه ورتي ويندي.
5) مرڪز جي خرچ ڏيڻ وقت صوبا اها تقاضا ڪري سگهندا ته انهيءَ طرح خرچ مان سندن صوبن جي ماڻهن کي فائدو ڏياريو وڃي.
اها نئين ڳالهه نه هئي 1900ع کان اڳ هندوستان ۾ ٽيڪسن جو اختيار صوبن جي هٿ ۾ رهندو هو، جي مرڪز کي انهن مان حصو ڏيندا هئا. امريڪا

۽ روس ۾ اجا تائين اهو دستور جاري آهي. مرڪز ۾ٽيڪسن جي هئڻ مان ٻيا هينيان نقصان هئا.

(i) مرڪزي حڪومت کي ٽيڪسن وجهڻ جا اختيار ڏيڻ ڪري قوي امڪان هو تہ ان جي نالي ۾ مرڪز صوبن جي معاملن دست اندازي ڪري، صوبائي آٽونامي کي فارس بنائي ڇڏيو.

(ii) مرڪز وارا جن ۾ (هاڻ) اڪثريت پنجاب جي آهي، اهڙي قسم جا ٽيڪسون لڳائين ٿا، جن جو اثر هڪڙن صوبن تي گهڻو ۽ ٻين تي گهٽ پوي ٿو.

## نڪتو نمبر_4

ان نڪتي مطابق بيروني مٽاسٽا لاءِ هرهڪ صوبي جا ڪاتا علحده رهندا.

1) ان ڪري هڪڙن جي ٻاهرين ايڪسچينج مان ٻين کي غير واجبي نفعي جو امڪان بند ٿيندو.

2) ان ڪري سنڌ ۾ بينگال جي مٽاسٽا وارو پيسو (جو زياده مقدار ۾ ٿئي ٿو) سندن پنهنجن هٿن ۾ رهندو.

3) مرڪزي حڪومت لاءِ گهربل ايڪسچينج جو پيسو، ان خرچ مان فائدو حاصل ڪندڙ صوبن جي حصي پٽاندڙ ڏنو ويندو، نہ ائين جو هڪڙن جو پيسو ٻين صوبن جي نفعي لاءِ خرچ ڪيو وڃي.

4) مڪاني پيدوار بنا مرڪزي اجازت جي ٻاهر موڪلي ناڻو ڪمائي سگهبو ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ صوبا پنهنجون واپاري ڪوٺيون قائم ڪري واپار وڌائي سگهندا. انهيءَ آڌار تي پنهنجي ترقي ۽ تعمير لاءِ پرڏيهي قرض پڻ کڻي سگهندا.

هونئن جو مشرقي پاڪستان ۽ سنڌ جي ٻاهرينءَ ايڪسچينج مان گهڻي ڪمائي هوندي ٻہ ان رقم جو گهڻو حصو پنجاب ۾ خرچ ڪيو ويو ٿي، ۽ ڪارخانن کولڻ لاءِ جي پرمٽن جا اختيار مرڪزي سرڪار وٽ هئڻ سبب سنڌ ۽ بينگال کي انهيءَ جي فائدن کان محروم رکيو ويو ٿي، تنهن نقصان کان بچي سگهبو.

## نڪتو نمبر_5

هن نڪتي موجب هرهڪ صوبي کي اندروني انتظام ۽ بيروني حفاظت لاءِ صوبائي ايشيا رکڻ جو حق ملندو.

ان مان هيٺيان فائدا هئا:

1) بعضي ڌاڙن، مڪاني فسادن، هڙتالن ۽ غنداگرديءَ وغيره کي منهن ڏيڻ لاءِ پوليس فورس ڪافي نٿو ٿئي. اهڙيءَ حالت ۾ صوبائي حڪومتون مرڪزي حڪومت کي عرض ڪري فوج جي مدد وٺن ٿيون. فوجي حڪومت کان بالاتر هئڻ ڪري اهڙا طريقا اختيار ڪن ٿا. جي مڪاني حڪومتن ۽ ماڻهن لاءِ نقصانڪار ٿين ٿا.

2) صوبائي مليشيا رکڻ ڪري، ملٽري ملڪ جي اندروني جهڳڙن ۾ ملوث ٿيڻ کان آزاد ٿي، بيروني حفاظت جو ڪم خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏيئي سگهندي.

3) ڪن صوبن کي مرڪزي فوج ۾ نالي خاطر به نمائندگي نه آهي. شڪايت ڪرڻ تي ڪين جواب ڏنو وڃي ٿو ته، "اوهان جي علائقن جا ماڻهو فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ پسند نه ٿا ڪن، يا جنگجو اهليت نه ٿا رکن."

انهن عذرن جا صوبن طرفان جوابي دليل هيٺيان هئا:

(الف) جيئن ته فوج ۾ اڪثريت پنجابين جي هئي. ان ڪري ڀرتي ڪندڙ ۽ ٽريننگ ڏيندڙ عملدارن جي روش ٻين صوبن جي رهاڪن کي فوج داخل ٿيڻ لاءِ منع هئي.

(ب) ڀرتي ڪرڻ لاءِ اهڙا شرط رکيا ويا ٿي، جهڙوڪ: قد ۽ بدن جي ڊيگهه ۽ ٿولهه، جنهن جي پورائي سنڌ ۽ بينگال جا رهاڪو نٿي ڪري سگهيا. ان ڪري صوبائي مليشيا رکڻ جي اجازت هئڻ ڪري، صوبا پنهنجي ضرورتن پٽاندڙ پنهنجي شرطن جي پاڻ پورائي ڪري سگهندا.

(4) پاڪستان جي قيام بعد گذريل سالن جي تجربي ثابت ڪيو آهي ته مرڪزي حڪومت تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو قبضو هئڻ ڪري، گهڻن صوبائي معاملن ۾ رواجي حالتن ۾ به ۽ مارشل لا لڳائڻ سان به مرڪزي سرڪار طرفان دست اندازي پئي ٿي آهي. ان ڪري صوبائي مليشيا مرڪز جي ناجائز دست اندازيءَ کان بچڻ جي ضمانت جو ڪم ڏئي سگهندي.

اسان هتي سنڌ ۾ به اهڙي قسم جي آئين لاءِ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو. بنگلاديش ۾ عوامي راءِ بيدارهئڻ ڪري، عوامي ليگ وارا سندن قوم پرست اميدوارن کي چوندائي سگهيا. ليڪن سنڌ ۾ سامراجي گروهه سندن ايجنٽن، پيرن، ملن، زميندارن ۽ ڪامورن کي اسلام، پاڪستان وغيره جي نالي ۾ برغلائي، قوم پرستن کي شڪست ڏياري.انهيءَ سامراجي گروهه بينگال کي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيڻ جي باوجود حڪومت انهن جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪري، ملڪ تي سول وار ڪرائي، بينگال کي پاڪستان کان علحده ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو. هنن کي سندن سامراج کان سواءِ ٻي ڳالهه گهربل نه هئي.

پاڪستان ٽٽڻ جو فڪر ڪونہ هون. جنگ ۾ شڪست ملڻ تي جنرل يحيٰ خان کي انهيءَ گروهہ حڪومت مان ڪڍي، وري سندن نئين ايجنٽ ذوالفقار علي ڀٽي کي حڪومت جون واڳون سپرد ڪيون.

آءٌ سول وارا تيڻ کان اڳ مديني شريف ويل هوس.واپس اچڻ بعد ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ جي باوجود مونکي سن جي شهر ۾ گهر اندر پوليس گارڊ هيٺ نظربند ڪري رکيو ويو. جتي يحيٰ خان جي باقي 8 ماه دور حڪومت جو سمورو عرصو نظربند رهيس. ذوالفقار علي ڀٽي صدر ٿيڻ بعد هڪ مهيني کان پوءِ ٻين سان گڏ مون کي بہ آزاد ڪيو. پيش لفظ ۾ ڄاڻائي آيو آهيان تہ پنهنجي سالگرهہ جي موقعي تي مون پنهنجي تقرير ۾ ڪيس کي صلاحون ڏنيون هيون ان تي ڪاوڙجي هن وري مون کي نظربند ڪيو ۽ اجا تائين نظربند آهيان.

هن نئين مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي ايجنٽ سندس آفيسرن کي رضامند ڪرڻ لاءِ سنڌ جي غلاميءَ جي زنجيرن کي ريهوڙي پنهنجي پر ۾ ٽٽڻ کان متي ڪري چڙيو آهي. هو ان سلسلي ۾ نظريہ پاڪستان جي بنياد تي پنهنجي ٺاهيل آئين تي فخر ڪري ٿو. پر اهو آئين مهاجر پنجابي سامراج جي فسطائي غلبي جو مختارنامو آهي. پاڪستان جون ننڍيون قومون انهن کي پنهنجي غلاميءَ جو دستور سمجهن ٿيون. سنڌ جي غلاميءَ جون زنجيرون انهيءَ آئين ئي کي ڏيئي مضبوط بڻايون آهن. پر اهي ٽٽنديون يا نہ ٽٽنديون، ان جو فيصلو ڀٽي جي اختيار ۾ آهي، نہ سندس آقائن جي. ان جو فيصلو تاريخ جي هٿن ۾ آهي ۽ تاريخ ئي قومن جي تقدير لکي ٿي ۽ ان جي فيصلي جو اختيار رکي ٿي.

سنڌين لاءِ واقعي هنن حالتن هيٺ ٻہ رستا وڃي رهيا آهن. هڪ تہ مهاجر پنجابي ۽ ان جي ايجنٽن واري حڪمران طبقي جي غلامي قبولي، ماٺ ڪري زندگي گذارين. يا مخفي جماعتون ٺاهي غلاميءَ کان نڪرڻ لاءِ خوني بغاوت ڪري آزادي حاصل ڪن.

پاڪستان ۾ مذهب بدلائڻ ڏوهہ نہ آهي. پيغمبر اسلام آخري نبي سڏڻ جي مخالفت ڪرڻ وارن جي هٿن ۾ امريڪن سامراج جي اشاري تي حڪومت جون واڳون سپرد ڪرڻ جرم نہ سمجهيو. مهاجر پنجابي سامراج برقرار رکڻ لاءِ آمريڪن سان معاهدا ڪري اسلح حاصل ڪرڻ، مڪاني قومن جي آزاديءَ کي ختم ڪرڻ، ڪتب آڻڻ ڏوهہ نہ آهي. شراب نوشي، جوا، سمگلنگ، چور بازار، فحش ڪاريءَ کي ڇوٽ ڇڏڻ. بلڪہ حڪمران طبقا انهن ڳالهين جا مرتڪب ٿين، تہ انهن کي آزادي آهي. سنڌ ۾ ٻاهران لکين ماڻهو گهرائي، انهن کي ڪالونائيز ڪري، ڪين سنڌ جي زمين، ڪارخانا، نوڪرين، واپار، بئنڪن،

زبان تي تسلط ڏيارڻ ۽ سنڌي قوم جي ڪلچر کي ختم ڪرڻ ۽ سنڌن تاريخي روايات کي مٽائڻ ڏوهه آهي، بلڪ منظم طور تي ان جي ڇوٽ آهي. مهاجرن کي سنڌن استحصال جي برقرار رکڻ، جدا صوبي بنائڻ لاءِ پرچار ڪرڻ جي ڇوٽ آهي. قومپرست سنڌي ڪارڪنن کي ملڪ دشمن قرار ڏيئي، نظر بند ڪري، جيلن ۾ وجهي، مارون ڏياري، قتل ڪرائڻ جي اجازت آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي گورنر ۽ وزير قانون جي بيعزتي ڪرڻ وارن تي ڪوبه قدم نٿو کڄي، نه ڪنهن شاگرد کي ريسٽيڪيٽ ڪيو ٿو وڃي، نه وائيس چانسيلر کي ڪڍيو وڃي ٿو، بلڪ انهن کان ٻاهون ٻڌي معافي ورتي وڃي ٿي، ته ڏوهه نه آهي. بلڪ اهي سڀ ڳالهيون روا آهن. ليڪن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قومپرست شاگردن کي مارون ڏياري، ريسٽيڪيٽ ڪري، جيلن ۾ موڪلي، طرح طرح جا عذاب ڏنا وڃن ٿا. انهن جا ضامن هيٺيون ڪورٽون نٿيون ڪٽن، جي سپريم ڪورٽ ڪٽي ٿي ته وري ڪين جدا جدا ڪيسن ۾ ڦاسايو وڃي ٿو.

مونکي 31 مارچ 1973ع تي حيدرآباد يونيورسٽيءَ ۾ هيٺين ڪم ڪرڻ تي بنا ڪيس هلائڻ جي ڊي. پي. آر هيٺ 14 مهينن تائين نظربند ڪري رکيو ويو آهي ۽ پيري پيري ان نظربنديءَ جو مدو وڌايو وڃي ٿو.

## 31 مارچ 1973ع سنڌي شام جي موقعي تي جي ايم سيد جي ڪيل تقرير:

عزيز دوستو! اوهان سان شام ملهائڻ ياقوتي ڪائڻ جي برابر هوندو. ههڙن موقعن تي ضروري ٿئي ٿو ته ڪجهه ٻڌجي ۽ ڪجهه چئجي.

مون اوهان کي 4 مارچ 1973ع تي آگاهه ڪيو هو ته سگهو وقت اچڻ وارو آهي، جڏهن ممڪن آهي ته اوهان تي وڏين جوابدارين جو بار پوي. ان لاءِ اوهان کي تيار ٿيڻو آهي. صرف صالح لائق ماڻهو ان امتحان مان ڪامياب ٿي نڪرن ٿا. جيل ۾ وڃڻ ۽ مارون جهلڻ، سولو ڪم آهي، پر جوابداريءَ جو بار سنڀالڻ اولو ڪم آهي. ان ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ اوهان کي مخلص ڪارڪنن جو ذهن پيدا ڪرڻو پوندو. جي ڪارڪن سنڌ جي سياسي، سماجي، بنيادي مسئلن کي پوريءَ طرح سمجهي سگهن ۽ پنهنجي ذهن صاف ڪرڻ بعد هم خيال دوستن جو تعداد وڌائين.

اوهان کي هيٺين مسئلن تي غور ۽ فڪر بعد صحيح نتيجن تي پهچڻو آهي:

### 1. قومي نظريئي جي مختلف تصورن جي معلومات حاصل ڪرڻ بعد هڪ نظريئي کي قبول ڪرڻو آهي.

آئون غور، فڪر ۽ تجربي بعد هن نتيجي تي پهتو آهيان ته سنڌ جا رهاڪو زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي بنياد تي جدا قوم

آهن ۽ قومن جي حق خوداراديءَ جي آڌار تي سنڌن سياسي، اقتصادي ۽ ڪلچر آزاديءَ، خوشحالي ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ فيصلا ڪرڻ جا حقدار آهن.

### 2. سنڌ

برصغير پاڪ ۽ هند ۾ هزارن ورهين ڪان جدا تاريخي ملڪ رهيو آهي ۽ دنيا جي ٻين ملڪن وانگر ڪيس پنهنجي مستقبل جي فيصلي ڪرڻ جو هرڪو حق آهي.

### 3. سنڌي زبان

قديم زماني ڪان سنڌ جي زبان سنڌي رهي آهي. اها پاڪستان ۾ سڀ ڪان زياده جهوني ۽ شاهوڪار زبان آهي. ان ڪري ان کي ملڪ جي سرڪاري ۽ قومي زبان جو هرڪو حق آهي.

### 4. ملڪي آئين

آئين سازيءَ جي مسئلي کي سمجهن لاءِ پهرين هن ڳالهه جو فيصلو ڪرڻو پوندو ته آئين هڪ قوم جي بنياد تي ناهيو وڃي ٿو، يا چئن قومن جي بنياد تي، پهرئين نظرئي مطابق سنڌي اقليت ۾ ٿي، ٻئي اڪثريت واري صوبي جي ڪثرت جا محتاج ٿي پوندا. ٻئي نظرئي مطابق ڪوبه آئين سنڌين جي رضامندي ڪانسواءِ نهي نه سگهندو.

(الف) هڪ قومي نظرئي جي آڌار تي اڪثريت وارو صوبو (پنجاب) سندس تعداد، پيسي، ملٽري ۽ سول سروس جي آڌار تي سنڌ تي حاوي رهندو. جنهن ڪري سنڌ جي پيسي وسيلي، سنڌ تي حڪومت ڪندو.

(ب) ان نظرئي جي آڌار تي سنڌ جي پيدائش، زمينن، ڪارخانن ۽ نوڪرين تي ٻين صوبن جي رهاڪن جو استحصال رهي سگهندو.

(ت) هڪ قومي نظرئي جي آڌار تي نظرئي پاڪستان، اسلامي آئين، مضبوط مرڪز جي چنبي مان سنڌي نڪري نه سگهندا.

(ث) ان نظرئي جي آڌار تي ٻين صوبن جا رهاڪو هن صوبي مان پيسا ڪمائي، ٻاهر ڪڍي، صوبي جي معيشيت کي نقصان پهچائي سگهندا.

(ج) ان نظرئي جي آڌار تي ٻاهرين متاسنا، واپار، بئنڪن، ريلوي، پوليس، ٽيليگراف، ريڊئي، ٽيليويزن، ڪاٽين ۽ اقتصادي ادارن تي مرڪزي حڪومت جو قبضو رهندو.

(ح) ان نظرئي جي آڌار تي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌين کي ساري پاڪستان جي آباديءَ جي لحاظ ڪان نمائندگي ملندي.

(د) ان نظرئي جي آڌار تي مرڪزي حڪومت جي نوڪرين ۾ سنڌين کي هن وقت وانگر صرف هڪ سيڪڙو نوڪريون ملنديون.

(ذ) ان نظرئي جي آڌار تي سول سروس مرڪزي حڪومت جي هٿ هيٺ رهي ڪري صوبائي خودمختياري بيڪار بنجي ويندي.

(ر) ان نظرئي جي آڌار تي ملڪ جي قومي زبان، غير ملڪي اردو زبان ٿيندي.
(ز) ان نظرئي جي آڌار تي ملڪ ۾ مذهب ۽ سياست گڏيل رهندا.
(س) ان نظرئي جي آڌار تي پر وارن ملڪن سان مخاصمت جي پاليسي جاري رهندي.
(ش) ان نظرئي جي آڌار تي ٻين صوبن جي ماڻهن کي سنڌ ڪالونائيز ڪرڻ جي ڇوٽ رهندي.
(ص) ان نظرئي جي آڌار تي سوشلزم پوريءَ طرح رائج ٿي سگهندي.

## (5) سنڌي ڪلچر:

سنڌ کي گڏيل ڇئن هزارن ورهين جي تاريخ آهي. جنهن جي بنياد تي هن پنهنجو قومي ڪردار ۽ ڪلچر ناهيو آهي. اهي سنڌن قومي ورثا آهن. انهن کي وساري نون آيل ماڻهن جي ڪلچر ۾ سمائجڻ سنڌين لاءِ پاڻ وسارڻ جي برابر ٿيندو.

## (6) سامراجي مفاد جو استحصال:

سنڌين کي ان ڳالهه بابت ذهن صاف ڪرڻا آهن ته اهي ڪهڙا مستقل مفاد آهن، جي سنڌن استحصال ڪن ٿا. ٿوري غور بعد پتو پوندو ته مهاجر پنجابي مستقل مفاد سنڌن سياسي آزادي سلب ڪيو وينا آهن، سنڌن اقتصادي ذريعن تي قابض آهن، سنڌن ڪلچر تي غلبو ڪري ويا آهن. ان جي سدباب لاءِ ويچار ڪرڻو اٿن.

## (7) قومپرستي ڇاکي چئجي ٿو؟

مٿي چئي آيو آهيان ته اسان سنڌين جي جداگانه قوم کي مڃون ٿا. پر ڏسڻو آهي ته سنڌي قومپرستيءَ جا بنيادي مٿا ڪهڙا آهن؟ منهنجي نظر ۾ اهي هيٺيان ٿي سگهن ٿا:
(الف) سنڌ جي جدا ملڪ ۾ ويساهه رکڻ.
(ب) پاڪستان هڪ ملڪ نه آهي، بلڪ ڇئن جدا ملڪن جو مجموعو آهي، ان ۾ اعتماد رکڻ.
(ت) سنڌي وطن، زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي بنياد تي جدا قوم آهن.
(ث) سنڌي جدا قوم جي حيثيت ۾ پنهنجي مستقبل بابت فيصلي ڪرڻ جو حق رکن ٿا.
(ج) سنڌي قومپرستيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون، نظريه پاڪستان اسلامي نظام حڪومت، مضبوط مرڪز ۽ پاڪستان جا مجموعي مفاد آهن.

### (8) سيڪيولر نظام حڪومت:

ساريءَ دنيا ۾ حڪومتي نظام سيڪيولر بنيادن تي ٻڌل آهي، پر هتي پاڪستان ۾ هڪ سامراجي مستقل مفاد عوام جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن کان هٽائڻ لاءِ اسلامي نظام حڪومت جو راڳ اچاري رهيا آهن. ان جو مقصد عقل جي عيوض مذهب جي نالي ۾ ملا جي اٿارٽيءَ هيٺ حڪومت هلائڻ آهي. جي ملا گهڻي قدر سرمائيدار ۽ حاڪم جا ايجنٽ تي ڪم ڪن ٿا.

### (9) صحيح جمهوريت ڇا آهي؟

صحيح جمهوريت ۾ هيٺين ڳالهين جو هئڻ ضروري آهي.

(الف) ان ۾ هڪ قوم جو ٻيءَ قوم تي سندس اڪثريت، قابليت، تشدد، پيسي ۽ هنر جي آڌار تي تسلط قائم نه رهندو.

(ب) جنهن ۾ هڪ گروهه يا طبقو ٻئي گروهه يا طبقي جو اقتصادي استحصال ڪري سگهي، ۽ ملڪ جي جملي ماڻهن کي هڪ جهڙا حق ۽ موقعا حاصل هجن.

(ت) جنهن ۾ شاهوڪار، ڪارخانيدار، ملا ۽ پير کي سياست ملڪ ۾ دست اندازي ڪرڻ تي بندش جي.

### (10) سوشلزم ڇا آهي؟

ان جو مقصد ملڪ جي جملي پيداواري ذريعن، ورهاست ۽ پيسي تي عوامي حڪومت جو تسلط هئڻ آهي. جا ان تسلط کي ماڻهن جي مجموعي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندي. ان ۾ شخصي ۽ طبقاتي استحصال جا رستا بند ڪيل هوندا آهن. ان جو بنياد زماني جي حقيقتن ۽ عقل جي آڌار تي ٿئي ٿو. مذهبن ۾ شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي بچاءَ ڏنل آهي، جنهن ڪري سوشلسٽ معاشري جي حصي ۾ رڪاوٽ پوي ٿي. اسلامي سوشلزم ٿيندو ئي نه آهي.

### (11) اسلامي آئين ۽ اسلامي نظام حڪومت

ملڪ جو آئين معاشري جي حالتن جي آڌار تي هلايو وڃي ٿو. تنهن ڪري اسلامي آئين يا اسلامي نظام حڪومت ٿينديون ڪونه آهن. جيڪي ماڻهو اهڙي گفتگو ڪن ٿا، سي يا ته ڏوهي آهن، يا ته بيوقوف آهن.

### (12) سنڌو ديش جي معنيٰ ڇا آهي؟

سنڌو ديش جي معنيٰ سنڌو طاس جي موجوده سنڌ ملڪ ايراضي آهي. ان ملڪ هزارن ورهين کان پنهنجي علحده حيثيت رکي آهي. سنڌ ۽ سنڌو ديش ۾ تفاوت هي آهي ته سنڌ ۾ انڊس ويليءَ وارو ملڪ اچي وڃي ٿو، سنڌوديش ۾ صرف موهن واري سنڌ جي ايراضي آهي. جيئن بينگال جي معنيٰ اپرندو ۽

الهندو بينگال آهي، ۽ بنگلاديش جي معنيٰ صرف بينگال جي معنيٰ صرف ايرندي بينگال وارو آزاد حصو آهي. سنڌوديش نالي وٺڻ مان اسان جو مقصد ان خطہ زمين جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقي ٿئي ٿي، جا هن وقت صوبي سنڌ تي مشتمل آهي.

### (13) سنڌي قوم جي تڪميل:

اها حقيقت آهي تہ سنڌ جا رهواسي علحده قوم سڏائڻ جا حقدار آهن. پر ان ڳالهہ کان بہ انڪار ڪري نٿو سگهجي، تہ هڪ باغيرت ۽ يڪجهت قوم بنجڻ لاءِ جنهن قومي عصبيت جي ضرروت رهي ٿي، سا اڃا سنڌ جا رهاڪو پوريءَ طرح پيدا ڪري نہ سگهيا آهن، ان جي راهہ ۾ رڪاوٽون آهن، تن جي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پوندي. مثلاً: پير، وڏيرو ۽ غلام صفت مدل ڪلاس جي اڪثر ڪري ان ۾ رڪاوٽون آهن.

### (14) پاڪستان ۽ سنڌ:

سنڌ پاڪستان کان سواءِ رهي سگهي ٿي، پر پاڪستان جو ان کانسواءِ قائم رهڻ مشڪل آهي. پاڪستان جي قيام جو مدار اُن طبقي جي سنڌ سان برتاءَ تي آهي. جيڪڏهن سندن موجوده آئين ۾ تبديلي آڻي، سنڌ ۾ سنڌين جي قومي وجود کي تسليم نہ ڪبو يا سنڌين کي سندن واجبي حق نہ ڏنا، تہ دنيا جي ڪابہ طاقت پاڪستان کي قائم رکي نہ سگهندي.

### (15) پاڪستان جون موجوده سياسي پارٽيون:

پاڪستان ۾ موجوده سياسي پارٽيون سواءِ ”جيئي سنڌ“ ۽ ”خدائي خدمتگار“ جي سڀ آل پاڪستان جماعتون آهن. اهي بنيادي نظرئي پاڪستان جي آڌار تي ٺهيل آهن. جنهن ۾ سنڌ ۽ ٻين جي جداگانہ حيثيت جو انڪار ڪيل آهي. انهن ۾ سنڌي قوميت جو داخل ٿيڻ، سنڌ جي موت جي وارنٽ تي صحيح ڪرڻ برابر آهي.

### (16) حڪومتن جي پاليسي:

سنڌين کي هر حڪومت جي پاليسي پرکڻ لاءِ ڪي ڪسوٽيون ڪري، ان مطابق فيصلو ڪرڻو پوندو. منهنجي نظر ۾ هينيون ڪسوٽيون آهن، جن جي آڌار تي اوهان حڪومتن جي پاليسيءَ بابت ظاهر ڪري سگهو ٿا:

1) نظرئي پاڪستان ۾ اعتماد رکندڙ حڪومت، سنڌين کي ڪڏهين بہ فائدو پهچائي نہ سگهندي.
2) مضبوط مرڪز ۾ اعتماد رکندڙ حڪومت سنڌ جي دشمن ٿيندي.
3) اسلامي آئين يا اسلامي نظام حڪومت ۾ مڃيندڙ سرڪار سنڌ لاءِ هاڃيڪار ٿيندي.

4) اصولن جي هلڻ جي بجاءِ اقتدار جي قيام کي ترجيح ڏيندڙ حاڪم سنڌ جا خيرخواهہ ٿي نٿا سگهن.

5) سنڌين جي جداگانہ قوم ۽ سنڌو ديش جي آزاديءَ جي اصولن کان انڪار ڪندڙ حڪومت، سنڌ دشمن شمار ڪري سگهجي ٿي.

**(17 سنڌين لاءِ مفيد خارجيہ پاليسي:**

ٻاهرين ملڪن مان امريڪا اسرائيل تان ٻار جهڪو ڪرائڻ خاطر پاڪستان کي ڀارت سان ويڙهائڻ گهري ٿي. امريڪا هٿيارن جي نيڪال لاءِ جنگجوبانہ پاليسيءَ جي حامي آهي. امريڪا روس جي دشمنيءَ خاطر پاڪستان جي مهاجر پنجابي مستقل مفاد تسلط قائم رکڻ جي حامي آهي. چين، ڀارت جي طاقت کي ايشيا ۾ ڪمزور ڪرڻ لاءِ، ڀارت دشمني اختيار ڪئي آهي. انهيءَ ڪري پاڪستان جي معاملي ۾ هو امريڪا جي پوئلڳيءَ ۾ هلي ٿو. تنهنڪري سنڌين لاءِ ڪنهن بہ حڪومت جي امريڪا ۽ چين سان دوستي، سنڌي حقوق لاءِ نقصانڪار ٿيندي. ڀارت، روس، افغانستان، ايران ۽ عرب ملڪن سان دوستي سنڌي مفاد وٽان آهي.

**(18 پئن اسلامز:**

هيءَ نظريو فرسودو ۽ بيڪار بنجي چڪو آهي. آئيندي مختلف ملڪن سان تعلقات سيڪيولر بنيادن تي پيدا ڪرڻ گهرجن. انهيءَ نظرئي ۾ اعتماد رکڻ سان، اڻ سڌيءَ طرح سنڌين کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج ۽ انهن جي مددگار آمريڪا ۽ چين سامراجين جي سازشن ۾ ڦاسائڻ جي برابر ٿيندو.

**(19 سياسي اخلاق:**

سياست ۾ جهڙيءَ طرح اصول مقرر ضروري آهن، اهڙيءَ طرح انهن اصولن تي عمل ڪرڻ بہ لازمي آهي. جي ماڻهو شخصي اخلاق برقرار رکي نٿا سگهن، انهن کان اصولي يا سياسي اميد رکڻ، ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي. ابن الوقتي ۽ ڦرٽي گيرٽي پاليسي عارضي طور انهن شخصن کي وقتي فائدو ڏئي سگهي ٿي. ليڪن اهڙي پاليسي قومن ۽ ملڪن جي ديرپا مفاد لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندي.

**(20 ذهني قابليت ۽ صلاحيت:**

ڪي بہ افراد، گروهہ يا قومون حڪومت هلائڻ جون اهل تي سگهنديون، جيڪڏهن انهن ۾ ذهني صلاحيت پيدا نہ ٿي آهي. انهيءَ کان سواءِ حاصل اقتدار پاڻيءَ جي ڦوٽي جي مثل آهي. جو هوا جي جهوٽي سان ختم ٿي سگهي

ٿو. تنهنڪري جيڪڏهن اوهان پنهنجي ملڪ جا وارث ٿيڻ گهرو ٿا، ته سياسي اخلاق ۽ ذهني صلاحيت جا حامل ٿيو.

## (21) سياستدانن جا قسم:

**هڪڙا پرئڪٽيڪل پاليٽيشن** آهن، جي سياست عمليءَ ۾ اعتماد رکندي، عارضي ڪاميابي يا اقتدار جي حصول لاءِ اصولن کي قربان ڪن ٿا. ٻيا **آئيڊيلسٽ سياستدان** آهن، جي ملڪ ۽ قوم جي مجموعي مفاد لاءِ ڪي اصول مقرر ڪري، ان مطابق هلن ٿا ۽ ٻين کي ان تي هلڻ جي ترغيب ڏين ٿا. انهن وٽ عارضي ڪاميابي يا اصولن کي قربان ڪرڻ بعد اقتدار جو قيام بي معنيٰ شيون آهن.

اهي ۽ ٻيا سوال آهن، جن بابت اوهان کي ذهن صاف ڪرڻا پوندا. بجاءِ ان جي جو اوهان ٻاهر نڪري حڪومت جي پاليسيءَ يا ڪن پارٽين جي فائدي يا مخالفت لاءِ ڪم ڪريو. بهتر ائين آهي ته شاگرد برادريءَ جي ذهنن صاف ڪرڻ واسطي، سنڌن تعليم ۽ ترغيب لاءِ وقت صرف ڪيو. اوهان کي دعوت ڏجي ٿي ته 12 شاگردن جا گروپ هفتي ڪن لاءِ موڪل وني، ملڪي مسئلن، سياسي نظرين ۽ اخلاقي ڳالهين جي وچ ۾ تميز حاصل ڪرڻ لاءِ مون وٽ سن ۾ اچي، ڪجهري ڪري، تربيت حاصل ڪريو. (تقرير پوري ٿي.)

جمهوري طرزِحڪومت ۾ جماعت سازي ۽ آزاد راءِ جو اظهار عوام جو بنيادي حق ٿئي ٿو. ايتري قدر جو ماڻهو مذهب بدلائي، ته ان کي به منع نه هجي. ليڪن هتي پاڪستان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد اها حالت بنائي آهي، جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو بنا تشدد جي صرف پنهنجي آزادانه راءِ جو اظهار ڪري ٿو، جا پاڪستان جي حڪمران طبقي جي راءِ جي مخالف آهي، ته ان کي نه صرف روڪيو وڃي ٿو، پر سزائون ڏنيون وڃن ٿيون.

انهيءَ ڪري مون کي اڄ تائين صرف اظهار راءِ جي ڪري نظربند رکيو ويو آهي. پٽو صاحب سنڌي هئڻ جي باوجود، ايتري طاقت نٿو ساري سگهي ته مون کي آزاد ڪري سگهي، ڇاڪاڻ ته هو سمجهي ٿو ته سنڌس اقتدار مهاجر پنجابي سامراج جي آڌار تي قائم آهي.

پٽي صاحب پاس ڪرايل آئين جي آڌار تي ٻاهرين ناٽي جي مٿاستا ۽ سنڌ طرفان ڪمايل پيسي، سنڌ مان شين جي واپار، سنڌ ۾ ڪمايل پيسي جي سيڙائپ لاءِ بئنڪن، سنڌ اندر ريلوي، پوسٽ، ٽيليگراف، ريڊيئي ۽ ٽيليويزن، سنڌ اندر ڪاٽين ۽ اقتصادي ادارن کي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪري، انهيءَ مان حاصل ٿيندڙ فائدن کان سنڌ کي محروم رکيو آهي.

انهيءَ آئين جي آڌار تي بچاءُ جو کاتو مرڪزي حڪومت جي حوالي ۾ رهڻ وارو آهي. آئيندي حڪومت جي واڳ تعداد ۾ زياده هئڻ ڪري پنجابين جي

حوالي رهڻ واري آهي، جنهن صورت ۾ لشڪر اڳي ئي پنجابين سان ڀريو پيو آهي، تنهن ڪري ان ۾ سنڌين ڪي حصي ملڻ جي ڪابہ اميد رکي نٿي سگهجي. بلڪ جڏهن بہ سنڌين طرفان سنڌن حقن جي لاءِ ڪابہ گهر ڪئي ويندي، تہ فوجي طاقت کي استعمال ڪري، ان کي بيڪار بنايو ويندو.اڳي بہ انهي فوجي طاقت جي آڌار تي ملڪ سان ڪيترا ڀيرا مارشل لا لاڳو ڪري حڪومت هلائي ويئي آهي. هن آئين هوندي، اهڙين حالتن کي وري سرزد ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ ڪوبہ انتظام ٿيل نہ آهي. انهيءَ آئين جي آڌار تي ملڪ جا خارجيہ معاملات مرڪزي حڪومت تي مهاجر پنجابي سامراجين جو قبضو رهيوآهي ۽ آئين مطابق آئيندي بہ رهڻ جو بندوبست ٿيل آهي، ان ڪري ملڪ جا خارجي معاملا اهڙيءَ طرح مرتب ٿيڻ جو امڪان آهي، جو اهي هيٺينءَ پاليسيءَ مطابق هلايا وڃن:

(الف) ملڪ کي امريڪن سامراج مفاد بنياد تي ٿيل عهدنامن ۾ ڦاٿل رکيو وڃي.

(ب) ڀارت، افغانستان ۽ روس جي ملڪن سان مخاصمت جي پاليسي قائم رکي وڃي.

(ت) مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سامراج کي، ملڪ تي قائم رکڻ لاءِ لشڪر وڌائي، ملڪ جو اڪيچار پيسو خرچ ڪيو وڃي.

(ث) انهيءَ خرچ جو گهڻو حصو سنڌ جي ٽيڪسن مان وصول ڪري، سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير جي ڪمن ۾ رڪاوٽ وڌي وڃي.

(ج) ٻاهرئين واپار مان جا زرمبادلہ وصول ٿيڻ واري آهي، ان جو گهڻو حصو سنڌ کان ٻاهر خرچ ڪيو وڃي، ٻاوجود ان جي جو اهڙي زرمبادلہ جي گهڻي رقم سنڌ جي ڪارخانن مان تيار ڪيل ۽ سنڌ جي زراعت مان پيدا ٿيل شين کي ٻاهر موڪلڻ ڪري حاصل ٿئي ٿو.

(ح) ٻاهرين سفارتن ۾ 98 سيڪڙو غير سنڌين جي هئڻ ڪري، دنيا کي سنڌ جي جداگانہ قوم، ملڪ ۽ ان سان ٿيل مظالم کان بي خبر رکيو وڃي ٿو. بلڪ نظرئي پاڪستان ۽ پاڪستان جي يڪجهتيءَ وغيره جي آڌار تي سنڌين جي راهہ ۾ رنڊڪ وڌي وڃي ٿي.

(خ) اهي سفارت خانا پاڪستاني نظرئي کي زور وٺائڻ لاءِ مذهب جي نالي ۾ مسلم ملڪن کي گمراهہ ڪري، مڪاني صوبن جي آزاديءَ جي تحريڪ کان بي خبر رکن ٿا. اها پروپيگنڊا ايتري قدر هلائي ويئي هئي، جو بنگلاديش جي آزاديءَ واريءَ تحريڪ وقت مسلم ملڪن جي اڪثريت، پاڪستان جي مهاجرپنجابي سامراج جي سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ بنگلاديش تي تسلط قائم رهڻ جي حمايت ڪئي. جڏهن تہ ان ڪري 30 لک بينگالي قتل ٿيا، لڪين

زالن جي عصمت دري تي رهي هئي ۽ اربها روپين جو نقصان ۽ تباهي تي رهي هئي.

(د) خارجيه معاملات جو ڪاتو مرڪزي سرڪار جي ماتحت هئڻ ڪري دنيا ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو مبلغ تي ڪم ڪري ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح دنيا کي پاڪستان جي جدا قومن جي حقيقتن کان بي خبر رکي، سندن استحصال کان آزادي جي تحريڪن سان عالمي همدرديءَ جي پيدا ٿيڻ ۾ رنڊڪ وجهي ٿو.

(ذ) خارجيه معاملات جو ڪاتو مهاجر پنجابي مستقل مفاد پاليسي مطابق هلي، پاڪستان جي خارجيه پاليسيءَ کي روس، ڀارت ۽ افغانستان کان خطري جي نالي ۾ امريڪن بلاڪ جي جنگي عهدنامن ۾ ڦاسائي، هٿيار هٿ ڪري، لشڪر وڌائي، ڀارت سان ٽن جنگين جو ڪارڻ بڻيو آهي. انهيءَ ڪري سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير ۾ خاص طرح ۽ بلوچستان ۽ پختونستان جي ترقيءَ ۾ عام طرح رڪاوٽ پئجي ويئي آهي.

(ر) پاڪستان جي قيام کان وٺي اڄ تائين انهيءَ ڪاتي جي چارج ۾ اڪثري اهي ماڻهو رکيا ويا آهن، جي امريڪن يا برٽش سامراج جا ايجنٽ هئا. جن انهيءَ ڪاتي جي پاليسي ٻاهرين سامراجي حڪومتن جي مفاد خاطر سندن اشاري تي پئي هلائي آهي. انهن مان مکيه لياقت علي خان، چوڌري ظفرالله خان، پٽو ۽ عزيز احمد خان آهي.

ڪرنسي مرڪزي حڪومت جي حوالي هئڻ ڪري، انهي کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي لاءِ اهڙيءَ طرح هلايو وڃي ٿو، جو ملڪ کي قائدي بدران نقصان پئجي ٿو:

(الف) نوٽن تي جناح صاحب جي فوٽي ڇاپڻ ڪري مهاجر پنجابي سامراج جي سرپرست جي پروپيگنڊا ٿئي ٿي. جنهن مان سنڌ دشمن جي همت افزائي ٿئي ٿي.

(ب) انهيءَ ڪاتي جي چارج مهاجر پنجابي سامراجي نمائندن جي هٿن ۾ هئڻ ڪري، غلط خارجيه پاليسي ۽ فوجي خرچ ۾ واڌاري ڪري، گهڻا نوٽ ڇپايا وڃن ٿا، جي افراط زر ۽ مهانگائيءَ جو باعث بڻجن ٿا.

(ت) ان ڪري پاڪستاني روپئي جي قيمت ڌارين ملڪن ۾ گهٽجيو وڃي.

انهيءَ آئين جي آڌار تي مرڪزي حڪومت سدائين مهاجر پنجابي سامراجين جي هٿ ۾ رهڻ واري آهي. جيڪڏهن اهي ڪن سياسي مصلحتن خاطر صدر يا وزيراعظم ڪن، سنڌين کي کڻي رکن، ته به اڪثريت سندن هئڻ ڪري، اهي سندن محتاج تي اها پاليسي هلائيندا. جا سندن آقائن جي مرضيءَ مطابق هوندي. جهڙيءَ طرح جناح صاحب هلائي ٿي، يا هن وقت پٽو صاحب هلائي

رهيو آهي. غيرتمند سنڌي سنڌن هٿ هيٺ اهڙو عهدو وٺندو ئي ڪونه، جيڪي وٺندا، سي انهن جي حڪم هيٺ هلي ڪم ڪندا ايندا.

انهيءَ آئين جي آڌار تي سياست ۽ مذهب کي گڏ ڪري، سنڌين کي هيٺيان نقصان پهچايا ويا آهن:

(الف) سنڌين جي جداگانه قومي وجود کان انڪار ڪري، انهن کي اقليت بنائي، سنڌن هزارها سالن جي تاريخ کي مٽائڻ واري دستاويز تي صحيح ڪئي ويئي آهي.

(ب) انهيءَ آئين ڪري سنڌ جي جدا جاگرافيائي حيثيت کي ختم ڪري، ان کي هڪ خود ساخته نظرئي مهاجر پنجابي سامراجي سلطنت جي صوبي ۾ تبديل ڪيو ويو آهي.

(ت) انهيءَ ڪري ملڪي سياست کي حقيقتن کان علحده ڪري مذهب جي بنياد تي رکي، سنڌ جي تعمير ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ وڌي ويئي آهي.

(ث) ملڪي نظام کي مذهب جي نالي هيٺ فسطائي طرز جو بنائي قوم پرست قوتن کي ڪمزور ڪيو ويو آهي.

(ج) هن آئين ذريعي مذهب جي نالي ۾ جمهوري قدرن کي ختم ڪرڻ لاءِ هيٺيان ڪم ڪيا ويا آهن:

(i) سنڌين جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقي ۽ ٻين حقن جي حفاظت جي سوالن کي پاڪستان مسلم قوم ۽ اسلامي جي نالي ۾ رد ڪري، انهن تي پابنديون وڌيون وڃن ٿيون.

(ii) سنڌ جي حقن جي حفاظت لاءِ هر گهر کي انتشارپسندي، پاڪستان دشمني، مذهبي انحرافي ۽ دهريت نهرائي، ان جي اظهار ڪندڙن کي سزائون ڏنيون وڃن ٿيون.

انهيءَ آئين جي آڌار تي پرواري ملڪ سان تعلقات درست ڪرڻ تي رنڊڪ پوي ٿي. ڇاڪاڻ ته ڀارت جي سياست سيڪيولرزم قوم پرستي، جمهوريت ۽ سوشلزم جي بنياد تي هلائي وڃي ٿي. پاڪستان جي آئين کي اسلامي آئين سڏڻ ڪري، سيڪيولر طرز حڪومت جي مخالفت ٿئي ٿي. پاڪستان ۾ اڪثر ڳالهيون روح مذهب جي خلاف رهيون آهن. پوءِ به انهيءَ کي اسلامڪ ريپبلڪ سڏڻ مان هيٺيان مقصد معلوم ٿين ٿا:

(الف) مذهب جي بچاءَ جي نالي ۾ ڀارت دشمنيءَ جو جذبو قائم رکي فوج کي وڌائڻ لاءِ جواز پيدا ٿئي ٿو.

(ب) لشڪر وڌائڻ ڪري اهل پنجاب کي اقتصادي نفعو هڪ طرف حاصل ٿئي ٿو، ته ٻئي طرف ننڍن صوبن خاص ڪري سنڌ کي ڪالوني ڪري هلائڻ لاءِ طاقت حاصل ٿئي ٿي. لشڪر وڌائڻ لاءِ ذارين حڪومتن کان روس خلاف

محاذ لاءِ مدد ملي ٿي. لشڪر وڌائڻ جي ضرورت يا مقصد جمهوري ۽ قوم پرست قوتن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ اهل پنجاب جي هٿ ۾ هڪ وڏي آواز جو ڪم ڏئي ٿو.

(ت) مذهب جي نالي ۾ عوام کي بيوقوف بنائي، عوام جو حقيقي مسئلن کان توجهه هٽائي، مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو تسلط ملڪ تي قائم رکيو وڃي ٿو.

(ث) مذهب جي آڙ ۾ مسلمانن کي جدا قوم تسليم ڪري، سنڌي بلوچ، پختون ۽ پنجابي قومن کي ختم ڪري، مهاجر پنجابي سامراج جي ماتحت رکڻ لاءِ جواز پيدا ڪيو وڃي ٿو.

(ج) مذهب جي نالي ۾ پاڻ کي اشتراڪيت جو مخالف شمار ڪري، امريڪي حڪومت کي برغلائي، ان کان مدد حاصل ڪرڻ جو بهانو بنايو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي شاهوڪار ۽ طاقتور بڻجڻ جو موقعو ملي ٿو.

(ح) مذهب جي آڌار تي سياست ملڪ کي عقل جي عيوض جذباتي بنيادن تي مذهبي مهندارن جي مدد سان چالاڪ سياستدان هلائين ٿا.

جنهن صورت هيءَ آئين قومپرستيءَ جي بہ مخالفت ۽ جمهوريت جي بہ مخالفت ۾ آهي. دنيا ۾ هن وقت اسرائيل کان سواءِ ڪوبہ ملڪ نہ آهي، جنهن ۾ قوميت جو مدار مذهبي عقيدن تي رکيل هجي. اسرائيل هڪ مستقل مفاد جي حڪومت آهي، جنهن جو آڌار امريڪي سامراج تي آهي. اهڙيءَ طرح مهاجر پنجابي مستقل مفاد پڻ پنهنجي سامراج قائم رکڻ لاءِ امريڪن سامراج جي پروسي تي هلي ٿو. پاڪستان جو آئين هيٺ ذڪر ڪيل اصولن جي خلاف آهي.

جمهوريت جديد قومپرستيءَ جي پيداوار آهي. ليڪن هي آئين اهڙيءَ خودساختہ قوم جي بنياد تي بنايو ويو آهي، جنهن جو وجود دنيا ۾ ڪٿي بہ نہ آهي. اسرائيل ننڍو ملڪ آهي. ان ۾ گهڻو ڪري هڪ مذهب جا ماڻهو رهن ٿا. سندن ٻولي بہ ساڳي آهي. ليڪن پاڪستان ان جي مقابلي ۾ وڏو ملڪ، چئن جدا قومن، زبانن ۽ وطن تي مشتمل آهي. ان جي سيني ملڪن ۽ قومن کي زوريءَ هڪ سامراجي قوم جي نموني تي بدلائڻ، غلط ۽ مشڪل مسئلو آهي. پاڪستان کي مهاجر پنجابي سامراج سڏي سگهجي ٿو ليڪن ان کي قومي ۽ جمهوري ملڪ سڏڻ غلط آهي.

جمهوريت ۾ فردن ۽ قوتن جي بنيادي حقن جي حفاظت ڪئي وڃي ٿي. پر هن فسطائي حڪومت ۾ نہ صرف سنڌين جي جدا قومي وجود ۽ حقن کان انڪار ڪيل آهي، پر ماڻهن کي شخصي حقن جي آزادي بہ نہ آهي. هن وقت

سنڌي قومپرستن کي اظهار راءِ ۽ جماعت بنديءَ جي آزادي به نه آهي. بنا ڪيس هلائڻ جي ڪين جيلن ۾ موڪلڻ عام ڳالهه تي پيئي آهي. حڪمران طبقو ماڻهن جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ جي عيوض مورڳو مخالفن کي مارائي، ملڪيت ڦري ۽ انهن جون طرح طرح جون بيعزتيون ڪري ٿو. اهو هيءُ ئي ملڪ آهي، جتي مخالفن کي جيل ۾ موڪلڻ سان گڏ انهن جي منهن تي ڪرفتي مکائڻ، پيشاب پيارڻ، ساڻن غير انساني هلتن هلڻ ۽ جيل مان پوليس هٿان ماڻهن کي ڪڍائي، ٻاهر نيئي، مارائڻ جا ڪم ڪيا ويا آهن. مخالفن جي اناج ۽ ڦتين جا ڪر ۽ ملڪيتون چاڙتن هٿان ڦرائي، انهن جي داد رسيءَ کان جواب ڏنو ويو آهي.

هن ملڪ ۾ قانون جي ڪا به عزت نه رهي آهي. حڪمران پارٽيءَ جا ڪارڪنن انتظامي يا عدالتي آفيسرن کي دٻائي، ڪانئن ناجائز ڪم ڪرائين ٿا. حڪومت طرفان عدالتي معاملن ۾ دست اندازي ڪري، ججن يا ماجسٽريٽن کي هيسائي يا لالچون ڏيئي، پنهنجي مرضيءَ مطابق فيصلا ورتا وڃن ٿا. جن ججن يا ماجسٽريٽن حڪمران طبقي جي مرضيءَ خلاف فيصلا ڪيا آهن، انهن کي نوڪريءَ کان نيڪالي ڏني وئي آهي، يا بي عزت ڪيو ويو آهي، يا ڊي. پي. آر هيٺ جيل ۾ موڪليو ويو آهي.وزيرن جي شخصي يا سياسي مخالفن کي جيل ۾ وجهڻ بعد جيڪڏهن ڪي مٿيون ڪورٽون ضامن ڏين ٿيون (چاڪاڻ ته هينين ڪورٽن کي مجال نه آهي، ته حڪمران طبقي طرفان جيل ۾ موڪليل ماڻهن جا ضامن ڪٽن) ته جيل جي عملدارن کي حڪم آهي ته انهن کي آزاد نه ڪن. ان وچ ۾ ٻيا ڪوڙا ڪيس ٺاهي، انهن کي آزاد ٿيڻ کان روڪيو وڃي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾ ڪن شاگردن کي 8 مهين تائين لاڪ اپ ۾ رکيو ويو آهي. ڪيس چالان نٿا ڪيا وڃن. ان ڪري ماڻهن ۾ اهو ويساهه ويهندو وڃي ٿو، ته پاڪستان حڪومت ۾ انصاف ملڻ ناممڪن آهي. ان جو مدار بي انصافيءَ، ظلم ۽ ڏاڍ تي بيٺل آهي. هن حڪومت ۾ مخالفن جي ملڪيتن تي قبضي ڪرائڻ جو دستور عام ٿي ويو آهي. مخالفن جي گهرن، دڪانن ۽ فصلن کي ٻاهيون ڏيارڻ رواجي ڪم ٿي ويو آهي. هتي شخصي ملڪيتن کي سوشلزم جي جذبي هيٺ نه پر شخصي دشمنيءَ جي بنياد تي سرڪار تحويل ۾ ڪنيو ويو آهي.

هتي پيپلس پارٽيءَ کي ملڪ جي واحد نمائنده جماعت بنائڻ لاءِ ماڻهن کي جيلن ۾ وڌو وڃي ٿو، سندن ملڪيتون ڦرايون وڃن ٿيون، مٿن ڪوڙا ڪيس ڪرايا وڃن ٿا، شاهوڪارن ۽ زميندارن کي هيسائي ڪانئن رقمون ڇڏائي، پارٽيءَ جي مضبوطيءَ لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو.

هتي جي حڪومت جو نالو ”اسلامڪ ريپبلڪ“ رکيو ويو آهي. ليڪن ان جي چارج ۾ اهي ماڻهو آهن، جن جو اخلاق تمام ڪريل آهي. زنا، جوا، شرابخوري، ظلم، ڌوڪيبازي، ڪوڙ ڳالهائڻ هن جا روزمره جا مشغلا آهن.

آئون بنيادي طرح مذهبي ماڻهو آهيان. انهيءَ بنياد تي جڏهن پاڪستان جي تحريڪ ۾ حصو ورتو هوم، تہ ان لاءِ هڪ پوسٽر ڇپي پڌرو ڪيو هوم. جنهن جي نمبر 3 فقري ۾ ڄاڻايل هو تہ ”ان اسلامي حڪومت جون واڳون سچن ۽ پرهيزگار مسلمانن جي هٿ ۾ هونديون.“ ٻي فقري ۾ لکيل هو تہ ”جتي جوا، زنا، شرابخوري، ۽ وياج خوريءَ جي قانونن منع هوندي.“ ليڪن هاڻ ڇا ٿا ڏسون عين انهن اصولن جي برخلافي ٿي رهي آهي تہ بہ نالو اسلام جو ورتو وڃي ٿو. جيڪڏهين هن وقت آئون پاڪستان جي مخالفت ڪري رهيو آهيان، تہ ان جو مکيہ ڪارڻ اهو آهي تہ ان جي وجود ڪري، بقول علامہ آءِ. آءِ. قاضي، ”قرآن پاڪ جي ڏسيل ساري پروگرام جي انحرافي ٿي رهيو آهي.“ موجوده حالتن موجب ان جي رهڻ مان اسلام يا مذهب کي فائدي بدران نقصان پهچي رهيو آهي.

نئين آئين پاس ٿيڻ جي آڌار تي ٻين صوبن يا ملڪن مان ماڻهو گهرائي، سنڌ ۾ ڪالونائيز ڪرائڻ لاءِ رستو کوليو ويو آهي. جنهن ڪري آهستي ٿي، اصل سنڌي اقليت ۾ بنجي سگهن ٿا. مهاجر پنجابي مستقل مفاد طرفان سازش اها هلي رهي آهي، سنڌين تي سياسي، اقتصادي، ۽ ڪلچرل طور ڪمزور ڪري، آخر ۾ ريڊ انڊين جهڙو بنايو وڃي. پنجابين، پٺاڻن ۽ بهارين جي ڪثير تعداد جي سنڌ ۾ اچڻ، سنڌين جي حالت رحم جوڳي بنائي ڇڏي آهي. پٽي صاحب کي اقتدار ۾ رکڻ جو دلاسو ڏيئي، اهي مفاد هن کان ڪٽو ڪم وٺي سگهن ٿا. ڀلا جنهن ماڻهوءَ جو اخلاق درست نہ هوندو، ان مان سياسي اخلاق جي ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي. ڇا اسلام جو اهو چوڻ آهي تہ ڳالهہ هڪڙي ڪريو ۽ عمل ٻيو ڪريو؟

انهيءَ آئين جي بنياد تي خودمختياري حاصل ڪرڻ لاءِ راءِ عامہ منظم ڪرڻ تي بندش پئجي وئي آهي. ازانسواءِ جنهن صورت ۾ ڪوبہ آئين يا قانون ڪثرت راءِ ڪانسواءِ پاس ٿي نہ سگهندو، ۽ ’هڪ قوم‘ جي نظرئي مطابق اڪثريت مهاجر پنجابي مستقل مفاد ۽ ان جي ايجنٽ جي رهڻ واري آهي. تنهن ڪري ظاهر ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ سنڌين لاءِ موجوده غلاميءَ کان نجات صرف پاڪستان کي ختم ڪرڻ ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي.

انهيءَ آئين جي آڌار تي سنڌ جي اقتصادي خوشحالي، ملڪي تعمير ۽ ڪلچرل ترقيءَ جون راهون هيٺين سببن ڪري روڪيون ويون آهن.

(الف) سنڌ جي اقتصاديات کي متي ذڪر ڪيل ڳالهين موجب سنڌين جو قبضو رهڻ وارو آهي.

(ب) ملڪي تعمير لاءِ گهڻو پئسو پنجاب ۽ مهاجر ايراضين جي لاءِ خرچ ٿيڻ سبب سنڌ لاءِ ٿورو پيسو وڃي بچندو.

(ت) سنڌ جي زبان کي ريڊئي، ٽيليويزن، سئنيمائن، اخبارن ۽ سرڪاري سرپرستي اردو زبان تي هئڻ ڪري، وڏو نقصان پهچايو وڃي.

(ث) حڪومت طرفان ڪوشش هلي رهي آهي تہ مهاجر پنجابي ڪلچر کي زور وٺائي، سنڌ جي جداگانہ قومي ڪلچر کي ختم ڪيو وڃي. سنڌ جي قديم روايات، جن ۾ مذهبي رواداري، قومي غيرت، محبت، بقائي باهميءَ جو جذبو، مهمان نوازي جا ڪم آزاد طبيعت ۽ عدم تشدد جو مادو اچي وڃن ٿا، تن کي حڪمران طبقو پنهنجي پوريءَ طاقت ۽ اثر وسيلي ختم ڪري رهيو آهي.

هي طبقو سنڌ جي مذهبي رواداريءَ جي عيوض مذهبي تعصب ۽ ڪٽرپڻو رائج ڪري، مختلف مذهبن ۽ فرقن جي وچ ۾ نالو پيدا ڪري رهيو آهي. ملڪ مان قومي غيرت ۽ عصبيت مادو مفتود ڪرائي، سنڌين کي بيغيرت بنايو وڃي ٿو. جيئن:

(الف) سنڌين، جي اڳي قومي يا نسلي غيرت يا عصبيت ڪري ڌارين کي سڱ نہ ڏيندا هئا، تن کان حڪمران طبقو لالچ ذريعي سنگ وٺي يا ڏيئي سندن نسل، زبان، رهڻي ڪهڻيءَ ۽ غيرت کي ختم ڪرائي رهيو آهي.

(ب) سنڌ مان ايجنٽ پيدا ڪري انهن ذريعي سندن گهرن ۾ ڌاري زبان ۾ ڳالهائڻ مروج ڪري سنڌي زبان ۾ ڳالهائڻ، سنڌ تي فخر ڪرڻ، سنڌي قوم جو فرد سڏائڻ، سنڌ جي سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي ڳالهہ ڪرڻ کان گهبرائڻ جي عادت وجهي، ڪين بي غيرت بنائي رهيا آهن.

(ت) اهي ماڻهو، جن سنڌ کي ڌارين جي غلاميءَ هيٺ آندو، يا ان ۾ مدد ڪئي، تن جا يادگار ملهائڻ يا نعرا هڻڻ سنڌين ۾ مروج ڪري، سنڌي غيرت کي مٽايو وڃي ٿو. جهڙوڪ:

(i) ابن قاسم بني اميہ سامراج جي هڪ سپهہ سالار جي نالي لائبريريون، رستا، بندر، درسگاهہ قائم ڪري، سنڌين کي غاصبن ۽ ظالمن لاءِ سندن دل ۾ عزت پيدا ڪرائي، بيغيرت بنايو وڃي ٿو.

(ii) جناح صاحب، جنهن مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سامراج، ذاتي اقتدار جي حصول لاءِ سنڌ کين سپرد ڪئي، ان کي قائداعظم جي لقب سان سڏڻ، قبو اڏي، رستن، درسگاهن، اسپتالن، محلن، مارڪيٽن وغيره تي سندس نالا رکڻ سان سنڌين ۾ اهو احساس پيدا ڪرايو وڃي ٿو تہ هر غدار جي عزت ٿئي ٿي.

(iii) پٽو صاحب، جنهن سنڌ کي مهاجر پنجابي غلاميءَ ۾ ڏيئي، سنڌ سان وڏي غداري ڪئي آهي. ان جا نعرا 'جيئي ڀٽو' لڳائڻ ۽ ڪيس قائد عوام لقب ڏيڻ، سنڌين ۾ بيغيرتيءَ جو مادو پکيڙڻ جي برابر آهي.

سنڌي سنڌن درويشن ۽ سنتن کان پريم ۽ محبت جو سبق سکيل هئا. پاڪستان جي قيام بعد انهن ۾ مذهبي تعصب، نفرت ۽ نفاق جي فضا پيدا ڪئي پيئي وڃي. اڳي مختلف مذهبن جا پيروڪار، مختلف ذاتيون ۽ نسل گڏجي، صلح سانت سان رهندا هئا. هاڻ اها حالت آهي جو مهاجرن ۽ سنڌين، سنڌين ۽ پنجابين، مسلم ليگين ۽ پيپلن، قوم پرستن ۽ ترقي پرستن ۾ نفاق ۽ نفرت ڦهلجي ويئي آهي. حڪمران طبقو ئي انهيءَ ساري معاملي لاءِ جوابدار آهي. ڇاڪاڻ ته سامراجي سنڌن طاقت، ويڙهائي راڄ ڪرڻ جي آڌار تي ئي رکندا آهن.

هڪ ٻئي سان رلي ملي هلڻ جو جذبو سنڌ ۾ عام جام هو. هتي هندو مسلم ڀائرن وانگر رهندا هئا. مسلمان، هندو درويشن وٽ درس پرائڻ ۾ عيب نه سمجهندا هئا. شاهه لطيف جو سامين، يوگين، نانگن جي تعريف ڪرڻ، ان جو زنده مثال آهي. اهڙيءَ طرح هندو، مسلمان درويشن وٽ وڃي سبق وٺندا هئا ۽ سنڌن درسگاهن تي وڃي زيارتون ڪندا هئا. رواداريءَ ۽ بي تعصبي، سنڌين جون عام خاصيتو هيون. ليڪن قيام پاڪستان بعد ان جي حڪمران طبقي اهڙي فضا پيدا ڪئي آهي، جو نه صرف هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ويڇا وڌي ويا آهن، پر گهر گهر ۾ دشمني پيدا ٿي ويئي آهي. انڪري بقائي باهميءَ جو جذبو ختم ٿيندو وڃي، جو قرآن شريف جي حڪم "لڪم دينڪم ولي الدين" پٺاندڙ هو. ان الاهي جذبي کي هن نام نهاد اسلامي سلطنت ۾ ختم ڪيو پيو وڃي.

سنڌين جي قديم روايات اها هوندي هئي،ته مسڪين ۽ مسافر کي ڪاڏو ڪارائيندا هئا، يتيمن جي پرگهور لهندا هئا، بيواهن ۽ پيڳلن کي پناهه ڏيندا هئا، خير خيرات ڪري بکين ۽ دوستن کي ڪارائيندا هئا. ليڪن هن حڪمران طبقي ان جي عيوض اسان کي مسڪين ۽ مسافرن جي عيوض غاصب ۽ ظالم مهاجرن کي ملڪ ۾ جاءِ ڏئي، پاڻ کي ڪٽائڻ ۽ غلام بنائڻ تي زوريءَ رضامند ڪيو آهي. يتيمن جي پرگهور لهڻ بدران ڌاري کي زمينون، ڪارخانا، دوڪان، واپار وغيره ڏيئي، شاهوڪار بنائي، پاڻ کي محتاج بنائڻ سيکاريو آهي. پيڳلن ۽ بيواهن کي پناهه ڏيڻ عيوض ڪامورن ، حاڪمن، غاصبن ۽ غدارن جي خوشامد ڪرڻ تي گهر لٽائڻ سيکاريو آهي. ۽ خير خيرات جي عيوض مهاجر پنجابي سامراج جي تحريڪن لاءِ ملڪ جو پيسو ضايع ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو آهي.

سنڌي سنڌن بزرگن جي تعليم سبب ڪم ضرر ۽ صلح سانت ۾ رهڻ وارا ماڻهو هئا. هاڻ نوان آيل ماڻهو انهن جي انهيءَ صفت مان ناجائز فائدو وٺي، هنن کي دٻائي، هيسائي، ڪين جاهل ۽ هندن جا غلام، بزدل، انتشارپسند،علاقائي تعصب رکندڙ ۽ اسلام دشمن جا لقب ڏيئي، ڪين زوريءَ غلام رکڻ چاهين ٿا.

قديم زماني کان وٺي ملڪ جي آبهوا،درويشن جي صحبت ۽ تعليم، سنڌين کي اهنسا جو عادي بنايو هو. هنن جو چوڻ هو ته، ”اڳ اڱرائي جو ڪري، خطا سو کائي.“ انهيءَ ڪري سنڌين نه ڪنهن ٻئي ملڪ تي حملو ڪيو، نه ڪنهن کي آزاريو، نه ڪنهن جو استحصال ڪيو. ليڪن هاڻوڪو حڪمران طبقو سنڌن انهيءَ صفت کي ڪمزوري ۽ بزدلي تصور ڪندي، سنڌن اقتصادي استحصال ڪري ٿو. سنڌن ڪلچر ۽ زبان کي ختم ڪرڻ ۽ ڪين ويڙهائي زوريءَ راڄ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

هاڻ سنڌي وڏيري جي اها حالت ٿي آهي، جو زميندار ۽ ٻين راڄن سان ظلم ڪري، ڪين ڦري، پٽ تي ويهاري، بي عزتو ڪن ٿا. پر ساڳئي وقت مهاجر پنجابين جي غلاميءَ، زبان ۽ پوئلڳي تي فخر ڪرڻ لڳن ٿا. ايتري قدرجو سنڌ جا مکيه وڏيرا سنگ ڏيئي، انهيءَ ٻاهران آيل طبقي جي رضامندي حاصل ڪن ٿا.

انهيءَ نئين پاس ڪرايل آئين جي آڌار تي پنجابي قوم جو سنڌين تي سامراج قائم ٿئي ٿو. جنهن صورت ۾ اڪثر اهل پنجاب زبان، مذهبي عقيدن، سياسي نظرين وغيره موجب مهاجرن جو پوئلڳ آهي، انڪري سنڌي مورڳو غلام ابن غلام بنجيو پون. تازو لساني فسادن وقت سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيپلز پارٽيءَ طرفان ٻوليءَ جي بل پاس ڪرائڻ بعد، جڏهن مهاجرن طرفان فساد شروع ٿيا، ته پنجابين مهاجرن طرفان پيپلز پارٽي تي بار وڌو ۽ هو پنهنجي گادي بچائڻ خاطر وچي پناهگيرن جي پيرن تي ڪريو.

انهيءَ آئين جي آڌار تي ملڪ جي سياست جو مدار تشدد تي رکي، هڪ قوم، هڪ پارٽيءَ ۽ هڪ ليڊر جي نالي ۾ هزارن ورهين جي جدا قومن، ملڪن ۽ مختلف سياسي نظرين ۽ پارٽين کي فسطائي اصول موجب پائمال ڪري، مهاجر پنجابي غلاميءَ تي مانوس ڪيو وڃي ٿو.

پاڪستان بنائڻ ۾ جناح جو وڏو هٿ هو. هو سنڌي هو. ليڪن اقتدار جي حصول خاطر هن اصول ڦٽا ڪري، مهاجر پنجابي سامراج جو ايجنٽ ٿي، سنڌين کي جي اڪيچار نقصان پهچايا، انهن جو ذڪر اڳي ڪيل آهي. ڀٽو صاحب به سنڌي آهي، پر پنهنجي اقتدار جي حصول ۽ قيام لاءِ هيءَ مهاجر پنجابي سامراج جو ’شو بواءِ‘ ٿي، اهي ڪم ڪري رهيو آهي، جيڪي سنڌ جي

تباهيءَ جو باعث بنجن ٿا. هن وقت هو مهاجر پنجابي سامراجين جي رضامندي خاطر سنڌس حڪومت جي پاليسي هينين بنيادن تي هلائي رهيو آهي.

1) پاڪستان ۾ شامل ٿيل باقي چئن قومن کي هو زوريءَ هڪ قوم بنائڻ چاهي ٿو.

2) انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ سنڌس پارٽيءَ کي طاقتور ڪري، ٻين پارٽين کي ختم ڪري، ملڪ ۾ فسطائي طريقي موجب هڪ پارٽيءَ جو راڄ ڪرڻ چاهي ٿو.

3) پاڻ کي ملڪ جي سيني معاملات ۾ پوري اختيار جو صاحب بنائي، ساري ملڪي سياست تي غالب رهي، آمرانه حڪومت هلائڻ چاهي ٿو.

4) سنڌ بابت ته هي سمجهي ٿو ته اتي جا ماڻهو سنڌس خريد ڪيل ۽ ماتائڻي ورثي ۾ مليل آهن. تنهنڪري پنهنجي ذاتي اقتدار قائم رکڻ لاءِ انهن کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي فائدي لاءِ هلائي، ته ان لاءِ هن ڪان ڪو پڇڻ وارو ڪونه ٿيندو.

هن انهن مقصدن جي حصول لاءِ پهرين ساري ملڪ جا دورا ڪري، طرح طرح جي طريقن سان ماڻهن جي ذهن مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر انهن طريقن کي موثر ٿيندو نه ڏسي، هاڻ آرڊيننس پاس ڪرائي، ملڪ جي ماڻهن کي جدا قومن جي نالي وٺڻ يا انهن متعلق گفتگو ڪرڻ کي ڏوهه نهرايو اٿس. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هن سامراجي گروهه، تاريخ مان ڪو سبق نه پرايو آهي. هزارن ورهين جي فطري ارتقا بعد وجود ۾ آيل قومون ڪي واريءَ جا دڙا نه آهن، جي آرڊيننس جي بلڊوزر گهمائڻ سان هموار ٿي هڪ ميدان بنجي ويندو. مختلف قومن جي باهمي تعاون لاءِ قديم وقت ڪان ٻه طريقا استعمال ڪيا ويا آهن:

### (1) سامراج جو طريقو:

جنهن مطابق ماتحت قومن کي زوريءَ هڪ رسيءَ ۾ سلهاڙي هڪ ڪرڻ جي **ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.**

### (2) باهمي سمجهوتي سان تعاون جو طريقو:

جنهن مطابق مختلف قومن کي وفاق، ڪامن ويلٿ، آرگنائيزيشن يا ڪنڊومينن جي ذريعي گڏ هلائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

پهرئين طريقي کي رومن، عربن، مغلن، ترڪن، روسين، فرينچ ۽ ٻين سامراجين آزمائي ڏٺو. ليڪن باوجود طاقتور هئڻ جي، هو نه گهڻي وقت تائين سامراج قائم رکي سگهيا، نه وري قومن کي ملائي هڪ ڪري سگهيا. رومن سامراج هيٺ جملي ملڪ ۽ قومون اڄڪلهه سنڌن اصلوڪين جدا صورتن تي قائم آهن. رومن سامراج جو وڃي نالو رهيو آهي. انگلنڊ، فرانس، جرمني، اٽلي،

آسٽريا، ايشيا مائنر، شام، مصر، تونشيا، الجيريا وغيره ملڪ، ڪنهن وقت رومن ايمپائر جي ماتحت هئا، رومي باوجود صدين تائين مٿن راڄ ڪرڻ جي انهن کي ملائي، دائمي طور هڪ متحد قوم بنائي نه سگهيا. عربن جي دور حڪومت ۾ بني اميہ سامراج هيٺ هڪ وقت عرب، سنڌ، ايران، افغانستان، ترڪستان، عراق، شام، مصر، طرابلس، موراڪو، اسپين وغيره ملڪ شامل هئا. پر باوجود اسلام جهڙي طاقتور مذهب جي حمايت جي، اهو سامراج سيني ملڪن ۽ قومن کي دائمي طور ملائي هڪ ڪري نہ سگهيو، ۽ نہ انهن جا جداگانہ وجود ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ترڪي سامراج باوجود خلافت اسلاميءَ جي نالي جي پشت پناهيءَ، پئن اسلامزم جي نعري، زبردست ملٽري طاقت جي، مختلف ملڪن ۽ قومن کي متحده قوم بنائي، دائمي طور ماتحت رکي نہ سگهيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ اول ۾ بلقان رياستون ان ڪان جدا ٿيون. آهستي ٿي طرابلس، مصر، الجيريا، سائپرس، ڪريٽ، عراق ۽ عرب وغيره سڀ ان ڪان جدا ٿيندا ويا. هاڻ اهي ملڪ جدا نالن ۽ قومن سان سڏجن ٿا. ان کي نہ جمال الدين افغانيءَ جي پروپيگنڊا ڪم ڏنو، نہ غازي انور پاشا جو مذهبي جذبو بچائي سگهيو. انگريزن سندن جديد تعليم، هٿيارن، سائنس ۽ طريقہ حڪومت سان دنيا جي ڪيترن ملڪن تي سامراج قائم ڪيو. ايتري قدر جو دنيا ۾ اها ڳالهہ مشهور ٿي ويئي هئي، تہ انگريزن جي سامراج تان سج نٿي لٿو. اها زبردست شهنشاهي هن وقت ڪٿي آهي؟

مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو سامراج بنسبت مٿي ذڪر ڪيل سامراجن جي طاقت ۾ گهٽو گهٽ آهي. پوءِ پتو نٿو پوي تہ هو ڪهڙيءَ طرح جدا زبانن، جدا ڪلچرن، جدا سياسي ۽ اقتصادي مفاد ۽ هزارن ورهين جي تاريخي روايتن جي ملڪن ۽ قومن کي ملائي هڪ ڪري سگهندا.

پاڪستان جي گذريل 26 سالن جي تجربي مان معلوم ٿئي ٿو، تہ باوجود زبردست ملٽري طاقت ۽ اسلام جي نالي ۾ ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ، اسلامي نظام حڪومت جي دلاسي ۽ ڌوڪي، نظرئي پاڪستان جي پرچار ۽ امريڪن سامراج جي مدد جي، هن وقت تائين هو ماڻهن کي هڪ ڪري نہ سگهيا آهن.

جناح صاحب نظرئي پاڪستان کي ڦٽو ڪيو. پٺي صاحب اقتصادي دلاسن ذريعي عارضي ڪاميابي حاصل ڪئي. اقتصادي خوشحاليءَ جو حربو روس وارن بہ آزمايو آهي. ليڪن هو اجا تائين ان ڪري سوويت حڪومت کي گڏ رکيو اچن ٿا. ڇو تہ هنن جدا قومن جي وجود ۽ حق خودارايءَ کي تسليم ڪيو آهي.

هاڻ پاڪستان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد، اسلام ۽ سوشلزم جي نالي ۾ ماڻهن کي هڪ ڪرڻ جو تجربو ڪري رهيو آهي. ان لاءِ هنن جناح صاحب،

لياقت علي خان، ايوب خان ۽ پٽي صاحب جهڙن هوشيار ۽ دانشمند ماڻهن جون خدمتون حاصل ڪري ڪم ڪيو آهي. ليڪن اهي سڀ ڪوششون رائگان وينديون. هزارن ورهين جي قدرتي ارتقا موجب ٺهيل قومن ۽ ملڪن کي جڏهن پيغمبر درويش ۽ زبردست سامراج ملائي هڪ ڪري نہ سگهيا، تہ هي ملٽري ۽ سول سروس تي مشتمل افراد جو ٽولو ڇا ڪري سگهندو! جيئن اهي سختي ڪري ماڻهن کي ماتحت رکڻ جي ڪوشش ڪندا، تيئن رد عمل ۾ بغاوتون پيدا ٿينديون. انهيءَ پاليسيءَ ڪري بينگال اڳ ۾ وڃائي وينا آهن. بلوچستان ۽ پختونستان ۾ سندن انهيءَ روش جي مخالفت ۾ بغاوتون شروع ٿي ويون آهن. سنڌ ۾ برنڊڙ جبل وانگر اندران اندران وجي باهہ دکندي. آخر ڪيترو وقت هڪ ڏوڪي ڪان بئي ڏوڪي تائين، انهن کي باز رکندا ايندا. پٽي صاحب کي سمجهائڻ عبث آهي. جو هو مهاجر پنجابي سامراج جي ايجنٽ هئڻ ڪري، اهو ڪري ٿو، جو سندس استاد هن کان ڪرائين ٿا. هو اقتدار جي لالچ تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي چوڻ پويان، هر ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو.

تنهن ڪري اسان مهاجر مستقل مفاد جي سامراجي گروهہ جي خدمت ۾ چند عرض ڪنداسون. ممڪن آهي تہ هو طاقت جي نشي کي حال بالائي طاق رکي، انهن سوالن تي غور ڪن:

1) اوهان ۽ اسان مذهب اسلام سان منسلڪ هئڻ جي دعويٰ ڪريون ٿا، جيتوڻيڪ ان جي مذهبي تشريح، سياسي تدبير ۽ طريقيڪار ۾ اختلاف رکون ٿا.
2) اوهان ۽ اسان پاڪستان جي قيام لاءِ گڏيل ڪوششون ڪيون هيون، پر تجربي ثابت ڪيو آهي تہ اوهان ۽ اسان جون ان بابت مختلف مرادون ۽ مقصد هئا.
3) هن ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ بيجاءِ ٿيندو تہ اوهان مان ڪيترا ايراني ۽ مغل سامراجن جي انتظامي، علمي ۽ ادبي ماحول سان صدين کان وابستہ هئڻ ڪري تهذيب ۽ تمدن جي صفات سان ملبوس آهن، ۽ ڪيترن کي واپار ۽ هنرن ۾ مهارت حاصل آهي. ان ڪري اوهان جو وجود ڪنهن بہ معاشري لاءِ باعث عزت ۽ ڪارآمد ٿي سگهي ٿو.
4) اوهان کي معلوم هوندو تہ سنڌ جو باشعور قومپرست طبقو اوهان مان هن وقت ناراض آهي. اوهان ڪڏهن ان مسئلي تي غورڪري ڏٺو آهي تہ ان جو باعث ڪهڙيون ڳالهيون آهن.
5) اوهان کي پتو آهي يا نہ، 1943ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي آخري اجلاس منعقده ڪراچيءَ ۾ خطبي استقباليہ ۾ مون سرزمين سنڌ جي ماضيءَ جو

ذڪر ڪندي، اوهان مان ڪارآمد حضرات کي سنڌ ۾ اچي، سنڌين کي مدد ڪرڻ جي دعوت ڏني هئي.

6) ممڪن آهي، اوهان مان ڪيترا هن تبديليءَ جو ڪارڻ سمجهي نه سگهيا هجن. جي نه، ته ٻڌو ته ٻڌايانو:

(الف) اسان اوهان کي مددگار ۽ ساٿي تي اچڻ لاءِ دعوت ڏني هئي، نه اسلام سيڪاريندڙ، استحصال ڪندڙ، جاهلن کي دست ڪندڙ ۽ نه اردو زبان اسان تي مڙهڻ لاءِ ۽ نه مستقل مفاد سامراجي بنجي، اسان تي حڪومت ڪرڻ لاءِ گهرايو هو.

(ب) اسان تجربي بعد هينين ڳالهين کان ناراض ٿيل آهيون:

(i) مسلمانن جي جداگانه قوم جو نظريو.

(ii) پاڪستان، هڪ ملڪ ۽ قوم ڪري هلائڻ جو نظريو.

(iii) اسلامي آئين ۽ نظام اسلاميءَ جو ڍوڪو.

(iv) اردو زبان جي مسلط ڪرڻ جو ارادو.

(v) بي تحاشا اقتصادي استحصال جي خواهش.

(vi) تهذيبي برتري ۽ جداگانه حيثيت جو جذبو.

(7) ممڪن آهي، اوهان مان ڪي اهو سوال پڇن ته اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي اختيار ڪرڻ تي اوهان ۽ سنڌين جو باهمي سمجهوتو ٿي سگهي ٿو. ان لاءِ جيتري قدر مون غور ڪيو آهي، ته مون کي هينيون تجويزون ڪارگار ڏسڻ ۾ آيون آهن.

(i) اوهان مسلمانن جي قوم جي نظرئي کي خيرباد چئي، سنڌي قوم ۾ سمائجي، ان جي زبان ۽ ڪلچر اپنايو.

(ii) اوهان اسان سان ملي، پاڪستان کي ختم ڪرائي، سنڌوديش قائم ڪرائڻ ۾ مدد ڪرايو.

(iii) گهر ۾ اردو زبان رکي سگهو ٿا، اسڪولن ۾ اردو زبان پڙهي سگهو ٿا، ليڪن سنڌ جي قومي زبان واحد سنڌيءَ کي تسليم ڪرڻ لاءِ رضامند ٿيو.

(iv) اسلامي آئين، اسلامي نظام حڪومت، پئن اسلامزم جون ڳالهيون ڇڏي، سنڌ ۾ سيڪيولر رياست جي قيام لاءِ شريڪ ٿيو.

(v) ڀارت دشمني ڇڏي، ايشيائي اتحاد خاطر ڀارت، بنگلاديش، سنڌوديش، افغانستان، ايران ۽ عرب ملڪن کي روحاني قدرن جا ملڪ سمجهي، انهن جي اتحاد سان مغربي تهذيب جي (Vanquard) وئنگارڊ جيش اول روس سان سمجهوتي لاءِ تيار ٿيو.

(vi) سنڌ جي بين الاقوامي تبليغ ۾ ويساهه رکي، ان جي سرانجاميءَ لاءِ اسان سان تعاون ڪريو.

ممڪن آهي، اوهان جنهن ماحول ۾ پليا آهيو، يا جيڪو سامراجي غرور ۽ گهمنڊ اوهان جي دماغن ۾ سمايل هجي، تنهنڪري اسان جي مٿي ذڪر ڪيل تجويزن ڏي توجهه نه ڪريو ۽ اهي ٺوڪاري ڇڏيو! ان حالت ۾ اوهان کي ٻڌائي ٿو ڇڏيان ته اوهان ۽ سنڌين جي وچ ۾ سمجهوتو ٿي نه سگهندو، ۽ اوهان کي تاريخ جي ڦهري فيصلي ٻڌڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو. هندستان ته اڳي ڇڏي آيا آهيو. هاڻ بقول جنرل محمد ايوب خان اوهان لاءِ جاءِ پناهه عربي سمنڊ ئي ٿي سگهي ٿو. ان عذاب کان اوهان کي نه پنٿي صاحب جي مائٽي بچائي سگهندي، نه پير صاحب پاڳاري جي خوشامد، نه اهل پنجاب جي مدد، ۽ نه مولوي مودوديءَ جي فتويٰ اسلام، سوشلزم، پاڪستان، پئن اسلامزم جا نعرا ۽ ڍوڪا هاڻ سنڌين تي گهڻو اثر ڪري نه سگهندا.

ٻئي ڇڏيو ته قوم پرست سنڌي، ابن قاسم کان راجا ڏاهر کي ترجيح ڏين ٿا. هنن وٽ دادا ڄينمل اوهان جي سر سيد احمد خان کان وڌيڪ پيارو آهي. هو شري جيرامداس کي لياقت علي خان کان ڪيئي دفعا بهتر ڄاڻن ٿا.

هاڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اوهان جو انتها پسند گروهه پنٿي صاحب جي سندن هرحڪم مڃڻ جي باوجود ڪيس ڪڍي، ملٽري رول آڻڻ جي خواهش ۾ آهي. هنن جي خيال ۾ آهي ته انهيءَ ذريعي هو پاڪستان جي قومپرست ليڊرن کي ختم ڪرائي، ساري پاڪستان تي سختيءَ سان سندن سامراج مضبوط ڪري سگهندا. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته تاريخ مان هنن سبق نه ورتو آهي. بنگلاديش جو آزمودو ڪين وسري ويل آهي، پلي اهو به آزمودو ڪن. ليڪن نتيجو اهو نڪرندو ته، نه صرف شو بواءِ ختم ٿي ويندا، پر اهو سارو مهاجر پنجابي مستقل مفاد وارو گروهه سندن بدڪردارين ڪري، پاڪستان سميت ختم ٿي ويندو.

پنٿو صاحب مهاجر پنجابي سامراجي مقاصد جي حصول لاءِ جو قدم کڻي رهيو آهي سو اهو آهي ته ساري پاڪستان تي پيپلس پارٽيءَ کي فسطائي طريقن سان مسلط ڪري. پر اهو به سندس قدم ڪامياب نه ٿيندو.

تاريخ ان جوٺبوت ڏئي ٿي ته عيسائي مذهب، باوجود سندس راهبن ۽ درويش جي محنت ۽ مغربي تهذيب سان ملوث ترقي يافته ۽ طاقتور حڪومتن جي، ڪرستانن کي هڪ بنائي نه سگهيو آهي. گڏريل به مهاياريون لڙايون ان لاءِ شاهد آهن. مذهب اسلام ان جي پوئلڳن کي باوجود ان جي برگزيده اصحاب جي جدوجهد، تعليم ۽ تربيت جي هڪ رسيءَ ۾ پوئي نه سگهيو آهي. هن وقت مسلمان سني، شيعي، وهابي، قادياني وغيره صدها فرقن ۾ ورهايا ويا آهن، جن هڪ ٻين جا رت وهايا آهن. هن وقت به مسلمان جدا ملڪن ۾ ورهايل آهن، جي مذهب خاطر هڪ سلطنت ۽ قوم ۾ متحد ٿيڻ لاءِ تيار نه آهن. توجو، هٽلر،

مسولني وغيره سندن قومن کي فسطائي طريقن سان هڪ بنائي نه سگهيا. جڏهن مغرب ۽ مشرق ۾ هڪ مذهب جا پوئلڳ، سندن ليڊرن جي ڪوششن جي باوجود جرمني، اٽلي ۽ جپان جي قومن کي هم خيال بنائي نه سگهيا، ته هتي سنڌي، پختون، پنجابي، بلوچ ۽ مهاجرن کي باوجود مختلف نظرين، سياسي اقتصادي ۽ ڪلچرل مفاد جي. ڀٽي صاحب جو هڪ پارٽيءَ ذريعي زورزبردستي سان متحد ڪرڻ خام خيال آهي.

سنڌي سمجهن ٿا ته پاڪستان جو وجود ۽ پيپلس پارٽيءَ جون ان جي استحڪام لاءِ ڪوششون سندن مفاد لاءِ زهر قاتل آهن. ظاهري طرح سان حڪمران طبقو انهن کي دٻائي سگهي ٿو، ليڪن اهو دٻاءُ ديرپا رهي نه سگهندو. مخالف تحريڪون زير زمين وجي، نيٺ ٻرندڙ جبل وانگر اوچتو ڦاٽنديون.

جناح صاحب جي ڏينهن ۾ مسلم ليگ پارٽي مذهب جي نالي ۾ نهايت طاقتور ٿي ويئي هئي. ليڪن اڳتي هلي، جڏهن انهيءَ گروڏهه جي لڪل طاقتن مذهب جي جادوءَ کي جهڪو ٿيندو ڏٺو ته اهي پيپلس پارٽيءَ ذريعي اسلام سان اقتصادي مسئلن کي ڳنڍي، ماڻهن کي بيوقوف بنائي رهيا آهن. ليڪن سندن اهو تجربو ٻه ڪامياب ٿيڻ وارو نه آهي.

ڀٽو صاحب ڪانئس ٻين وڏن ڊڪٽيٽرن وانگر ماڻهن جا مجموعا ڏسي، ڏوڪي ۾ اچي، صحيح حقيقتن کان بيخبر آهي. ڪيس خبر آهي ته لياقت علي خان مسلم ليگ جو مکيه ليڊر ۽ مهاجر مستقل مفاد جو نمائندو هو. ان وقت ملڪ جي ساري سياست مسلم ليگ جي زير اثر هئي. ان تي قبضي هئڻ ڪري، هو ملڪ ۾ نهايت طاقتور شخصيت بنجي ويل هو. مهاجر پنجابي مستقل مفاد گروهه جو با اثر حاڪم هو. ليڪن جنهن ڏينهن انهيءَ گروهه جي هڪ طبقي، هن کي سندن مفاد لاءِ نقصانڪارسمجهيو، ۽ ڏٺائون ته ٻيو طريقو هن مان جان آزاد ڪرائڻ جو نه هو، ته هنن بندوق جي هڪ گوليءَ سان هن جي سارين تجويزن کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو. حالت اها آهي ته اجان تائين هن جي خون جا جوابدار هٿ نه ٿي سگهيا آهن. انهيءَ هڪ ڳالهه مهاجرن کي انهيءَ گروهه ۾ ثانوي حيثيت ڏيئي ڇڏي.

اهڙيءَ طرح مهاجرن جي پاڪستان تان اقتدار جهڪي ٿيڻ بعد بينگالين ان تي قبضو ڪرڻ گهريو. ان وقت جي بينگالي نمائندن کي نظرئي پاڪستان ۾ اعتماد هو. ليڪن سگهوئي پنجابي گروهه مهاجر سول سروس ۽ پنجابي ملٽريءَ جي آڏار تي، بينگالين جي نمائندي خواجه نظام الدين کي پاڪستان جي نيشنل اسيمبليءَ ۾ باوجود اڪثريت هئڻ ۽ مسلم ليگ پارٽيءَ جي صدر هئڻ جي، لاهي ڇڏيو، ته ان لاءِ ڪجهه نه ٿي سگهيو.

پاڪستان جا رهاڪو نه هڪ قوم آهن، ۽ نه انهن جا مفاد ساڳيا آهن. پيتو صاحب عوام جو نالو وٺي، ڪيترو به پاڻ کي ڌوکي ۾ رکي ته هن کي کوبه ڪڏي نٿو سگهي، اهو خيال غلط ۽ بي بنياد آهي، هيءَ پاڻ کي اسلام، جمهوريت ۽ سوشلزم جو علمبردار ظاهر ڪري ٿو، پر اهي ٽيئي دعوائون غلط اٿس. اسلام جو نالو لياقت علي خان ورتو، پر اهو ڪم نه آيس. جمهوريت جي آڌار تي خواجه ناظم الدين طاقت ۾ آيل هو، پر ان کو فائدو نه ڏنس. سوشلزم ۽ مذهب ته آهن ئي متضاد ڳالهيون! تنهن ڪري اهي ٽيئي متضاد ڳالهيون هڪ وقت ڪرڻ بيڪار آهن.

پيتي صاحب کي هيءَ ڳالهه ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي ته مهاجر پنجابي مستقل مفاد، جن جي هو نمائندگي ڪري رهيو آهي، تن جا مفاد ۽ پاڪستان ۾ شامل قومن جا مفاد متضاد ۽ منفرد آهن. اها پرواهه نه آهي ته هن وقت مظلوم قومون سندن حمايت ۾ سندن صوبن اندر طاقتور گروهه يا بيروني حمايت حاصل ڪري نه سگهيون آهن. پر ان حقيقت کان انڪار ڪرڻ اجايو ٿيندو ته انهن قوميتن جا وجود ۽ هنن جا قومي مفاد پنهنجي جاءِ تي مستقل طرح موجود آهن. انهن کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد گهڻو وقت دٻائي، محڪوم رکي نه سگهندا. خان عبدالولي خان، عطاءالله خان، خير بخش خان ۽ جي. ايم. سيد کي هيسائي يا ختم ڪرڻ سان هزارن ورهين جي قومي وجود ۽ آزاديءَ کي ختم ڪري نٿو سگهجي.

هر ظلم ۽ دٻاءَ، سندن ردعمل آڻي ٿو. تشدد ۽ فسطائي طريقن سان ڪابه ڳالهه دائمي طرح حاصل ٿي نه سگهندي. تنهن ڪري پيتي صاحب واري نظرئي پاڪستان جي بنياد تي هڪ پارٽيءَ واري ڪوشش به ناڪامياب ٿيندي. اهڙيون ڪوششون جڏهين جرمني، اٽلي ۽ جپان ۾ هڪ قوم هوندي به ڪامياب ٿي نه سگهيون، ته انهن جو گهڻين قومن واري ملڪ پاڪستان ۾ ڪامياب ٿيڻ ناممڪن آهي.

ٿي ڳالهه جا پيتي صاحب هٿان، مهاجر پنجابي ڪرائڻ گهرن ٿا، ته مغربي پاڪستان کي هڪ پارٽيءَ ۽ هڪ قوم جي آڌار تي مضبوط مرڪزي حڪومت هيٺ آڻين ۽ ڪيس ملڪ جي هر معاملي ۾ پوري اختيار جو صاحب بنائين، سا ڳالهه به اجائي آهي. اهي مستقل مفاد جن جو هيءَ نمائندو ٿي حڪومت ڪري ٿو، تن جي مفاد ۾ آهي ته ڪيس گهڻووقت طاقت ۾ رهڻ نه ڏين. پاڪستان جي سموري تاريخ اهڙن مثالن سان ڀرپور آهي. جناح صاحب کي ابتدا ۾ عام مسلمانن جي همدردي ۽ جوش شامل راءِ هئا. لياقت علي خان کي طاقتور سول سروس ۽ سرمائيدار طبقي جي حمايت ساڻ هئي. جنرل ايوب کي سموري ملٽري طاقت ۽ ڪجهه قدر سول سروس جي همدردي حاصل هئي. باوجود ان

جي هي مفاد هنن کان پاڪستان کي متحد، مضبوط ۽ يڪجهت ڪرائي نہ سگھيا. اهو ڏوهہ هنن جي ليڊرشپ جو نہ هو، پر ملڪ جون تاريخي حالتون ۽ حقيقتون، ملڪ جي اهڙي اتحاد ۾ حائل هيون. پاڪستان مختلف قومن ۽ مفاد تي مشتمل ملڪ آهي، جنهن جو مهاجر پنجابي مستقل مفاد استحصال ڪرڻ چاهي ٿو. انهن قومن جا مفاد ۽ حڪمران طبقي جو مفاد متضاد آهي. انهن ڳالهين هوندي، هن مقصد ۾ ڪنهن جو ڪامياب ٿيڻ ناممڪن آهي. ۽ نہ سول سروس ان جي پويان آهي. هو هڪ اهڙي صوبي جو نمائندو آهي، جنهن جو عوام پنتي پيل آهي. هن کي عارضي طرح ڪارآمد سمجهي، انهيءَ مفاد برسرِاقتدار آندو آهي. جڏهن هو ڏسندا جنهن ڪم لاءِ هنن ڪيس اڳتي ڪيو هو، سو سرانجام تي نہ ٿو سگھي تہ ڪيس ڪڍي ڇڏيندا. پاڪستان ۾ دير تائين اهي مستقل مفاد سنڌن تسلط رکي نہ سگھندا، ڇاڪاڻ تہ حالتون انهن جي مخالف آهن.

ڀٽو صاحب جمهوريت جو حامي نہ آهي ڇاڪاڻ تہ جيستائين جملي قومن کي جمهوري حق حاصل نہ ٿيا آهن، ان وقت تائين جمهوريت جو نالو وٺڻ، پنجابي اڪثريت جي طرفداري ٿيندي. جمهوريت، قوم جي سوال فيصل ڪرڻ کان اڳ بي معنيٰ آهي ڀٽو صاحب، عوام جو نمائندو نہ آهي. عوام ۾ نعري بازيءَ يا شعبده بازيءَ سان عارضي طرح مقبول ٿيڻ ڪا معنيٰ نٿو رکي. عوام جي صحيح نمائندگي تڏهن ٿي سگھي ٿي، جڏهن پاڪستان جي مختلف خطن جي سياسي، اقتصادي ۽ ڪلچرل آزاديءَ، خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ جي نمائندگي ڪندو هجي. جنهن صورت ۾ هر خطي جا مفاد متضاد آهن، تنهن حالت ۾ ساڳيو ماڻهو سڀني خطن جي نمائندگي ڪري نٿو سگھي. هن حالت ۾ نہ هي سنڌ جي صحيح نمائندگي ڪري ٿو، نہ پنجاب جي، نہ سرحد جي، ۽ نہ بلوچستان جي.

هن کان اڳ آئون پاڪستان جي نهڻ وقت سنڌين جي آسرن ۽ اميدن ۽ انهن جي عيوض ڪين جي نقصان پهتا آهن، ان جو ذڪر ڪري آيو آهيان. انهيءَ سموري سرگزشت تي نظر ڪرڻ بعد آئون هيٺين نتيجن تي پهتو آهيان:

پاڪستان جن آسرن ۽ اميدن سان قائم ڪرايل هو، سي برثواب تي نہ سگھيون آهن.

پاڪستان مان ننڍين قومن وارن ملڪن، خاص طرح سنڌ کي وڏو نقصان پهتو آهي.

پاڪستان کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي سامراج لاءِ قائم ڪرايو ويو هو، ۽ انهن جي استحصال لاءِ هلايو پيو وڃي.

پاڪستان جو حڪمران طبقو سنڌن مفاد خاطر قديم قومن جي وجود کان انڪار ڪري، هڪ خودساخته ملڪ ۽ قوم جي نالي ۾ حڪومت هلائڻ گهري ٿو. جنهن صورت ۾ نه اهو ملڪ ۽ نه اها قوم ڪڏهين تاريخ جي صفحن تي رهي آهي، تنهن ڪري غلط بنيادن تي رکيل تجويز ڪامياب ٿي نه سگهندي.

پاڪستان جو حڪمران طبقو تاريخ جي سبقن کان منهن موڙي هزارن سالن جي قومن ۽ ملڪن کي سنڌن طبقاتي مفاد لاءِ ختم ڪرڻ گهري ٿو. جيئن ته اها ڳالهه تاريخي حقيقتن جي خلاف آهي، ان ڪري اها برثواب ٿي نه سگهندي.

انهن حالتن کي مدنظر رکي، آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان ته پاڪستان جي حالت ان مريض جهڙي آهي، جو گذريل ڇوويهن سالن کان موت جي بستري تي پيل آهي. هاڻ ان جا خيرخواهه هي چئي رهيا آهن ته، ”خدا ڪٽي پنهنجو ڪرم ڪريس“، يعني ماريس ته جند آزاد ٿئي. ان ڪري هاڻ پاڪستان جو بچڻ ناممڪن آهي. هن جا حڪمران عقل کان انڌا ٿي چڪا آهن. هو صلاح مصلحت بڌڻ لاءِ تيار نه آهن.

تنهن ڪري ملڪ جي خيرخواهن جو فرض آهي ته ان کي ٽوڙي، اصل تجويز مطابق ڪيس آزاد ۽ خودمختيار رياستن ۾ ورهايو وڃي. پوءِ انهن کي آزاد رياستن تي ڇڏجي ته پاڻ ۾ ڪهڙا تعلقات قائم ڪن ٿيون. جيترو وقت انهن کي زوريءَ هڪ مرڪز هيٺ رکبو اوترو انهن جي مستقبل ۾ باهمي تعاون جا امڪان گهٽ ٿيندا.

# فصل چوٿون

آءٌ اڳين فصلن ۾ ڄاڻائي آيو آهيان، تہ سنڌ برصغير هند ۾ تاريخي ارتقا بعد پيدا ٿيل ملڪ آهي. ان جو ماضي شاندار رهيو آهي. ان جي جداگانہ خطي زمين ۾ تاريخي روايات، ڪلچر، زبان، سياسي ۽ اقتصادي مفاد واري قوم رهندڙ آهي. ٻئي طرف، پاڪستان ڪي نہ اڳين تاريخ آهي، نہ انهيءَ نالي وارو اڳي ڪو ملڪ هو. اهو سياسي سازشن ڪري وجود ۾ آيل هڪ عجوبو آهي.

اهو بہ ٻڌائي آيو آهيان تہ پاڪستان جو قيام ڪهڙن آسرن ۽ اميدن جي آڌار تي ڪرايل هو، ۽ ڪهڙيءَ طرح اهي خواب پريشان ٿي چڪا آهن، ۽ سنڌ ۾ سنڌي، دنيا جي هڪ بدترين، وطن دشمن، انسان دشمن سامراج جي ڪالوني بنجي چڪا آهن. تنهنڪري مجبور ٿي، اسانکي سنڌ جي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پيئي آهي.

هاڻ سوال اٿندو تہ سنڌوديش جي قيام لاءِ اسان کي ڪهڙا جوکا ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون ۽ ديش آزاد ٿيڻ بعد ان مان ڪهڙا فائدا حاصل ڪرڻا آهن. جيتري قدر مون غور ڪيو آهي تہ مون کي ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ آزاديءَ جي حصول لاءِ اسان کي هيٺين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو:

1) مهاجر پنجابي مستقل مفاد جا الزام.
2) جيل ۽ سزائون.
3) پنهنجن جو سزائون.
4) جنگ آزاديءَ وقت ٿيل نقصان.
5) آزاديءَ بعد قومي اتحاد ۽ ملڪي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽون.

پهرين آءٌ مٿي ذڪر ڪيل پنجن مشڪلاتن جو مختصر ذڪر ڪري، پوءِ سنڌ جي آزاديءَ مان ٿيندڙ فائدن جو بيان ڪندس:

## مستقل مفاد جا الزام

شخص ۽ قومن تي غلبي ۽ تسلط قائم ڪرڻ لاءِ زور زبردستيءَ کان علاوه ذهني غلبي کي آواز طور ڪتب آندو وڃي ٿو. پوئتي ويل جاهل ماڻهن ۽ قومن تي هوشيار ماڻهو، طبقا ۽ قومون ذهني طرح غلبو حاصل ڪري، هنن جا ذهن بگاڙي ڇڏيندا آهن. سنڌين، بلوچن، پٺاڻن ۽ بينگالين کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد، پهرين مذهب جي نالي ۾ گمراهہ ڪري، پاڪستان قائم ڪرايو

پوءِ هنن اسلام جي سربلندي، مسلمانن جي اتحاد، نظام اسلامي، پاڪستان جي يڪجهتي ۽ استحڪام جي نالي ۾ عوام جا ذهن سن ڪري، پنهنجي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبي لاءِ ڪين رضامند ڪرڻ جو پرچار ڪيو.

انهيءَ سلسلي ۾ هنن هيٺيان نظرياتي ڏوڪا ڪتب آڻي، سنڌين، بلوچن، پٺاڻن ۽ بينگالين کي گمراهه پئي ڪيو آهي. خوشقسمتيءَ سان بينگالي انهيءَ غلاميءَ مان پاڻ ڇڏائي ويا. باقي ٽي ڌريون بلوچ، پختون ۽ سنڌي، اجا مصيبت ۾ ڦاٿل آهن.

## سامراج جا ڏوڪا

1) پاڪستان جا رهاڪو مذهب جي بنياد تي هڪ قوم هئا.
2) پاڪستان برصغير هند جي مسلمانن جو قومي وطن هو.
3) پاڪستان دنيا جي مسلمانن کي متحد ڪرڻ لاءِ وجود ۾ آندو ويو هو.
4) پاڪستان ۾ اسلامي آئين ۽ نظام رائج ڪري، ان کي هڪ مثالي ملڪ بنائڻو هو.
5) پاڪستان کي مسلمانن ۽ اسلام جي بچائڻ جو ڪردار ادا ڪرڻو هو.

جيتوڻيڪ انهن پنجن ڏوڪن تي تفصيلي روشني اڳين فصلن ۾ وڌي ويئي آهي، بهتر آهي ته هت ان بحث جو نچوڙ پيش ڪري، سنڌين جي سامهون صحيح نقطہ نگاهه واضح ڪيو وڃي.

### (1) پاڪستان جا رهاڪو مذهب جي بنياد تي هڪ قوم هئا:

ان جو جواب صاف ظاهر پيو آهي ته پاڪستان جا رهاڪو هڪ قوم نه هئا، بلڪ چئن قومن تي مشتمل متضاد مفاد جو مجموعو هئا. مذهب جي بنياد تي مسلمانن جي قوم جو نظريو، دنيا ۾ ڪٿي بہ مروج نہ آهي. ان کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد سندن سامراج قائم رکڻ لاءِ ايجاد ڪيو هو. اهو نظريو (i) غلط (ii) ڏوڪو ڏيندڙ (ii) تاريخي تجربي خلاف ۽ (iv) اقوام متحد جي تسليم ڪيل اصولن جي خلاف هو.

### (i) غلط ڪيئن هو؟

اهو نظريو غلط ان ڪري آهي، جو مذهب اسلام ۾ سوين فرقا پيدا ٿي ويل آهن، جي هڪ ٻئي سان برسرپيڪار آهن. جن مان هڪڙو ٻئي کي صحيح نٿو

سمجهي، بلڪ دوزخي ڄاڻي ٿو. تنهنڪري عقيدن جي بنياد تي هو ڪڏهن هڪ ٿي نہ رهيا هئا.

### (ii) ڏوڪو ڏيندڙ ڪيئن هو؟

ڏوڪو ڏيندڙ ان ڪري هو، جو گذريل 13 سو ورهين جي تاردخ ۾ ڪڏهن بہ مسلمان هڪ ٿي نہ رهيا هئا. هنن هڪ ٻئي جا رت وهايا هئا. منجهن ڪڏهن بہ نسلي، لساني، اقتصادي، اخلاقي ۽ سياسي يڪجهتي پيدا ٿي نہ سگهي هئي. هن وقت بہ 40 ڪان مٿي جدا قومن ۽ ملڪن ۾ ورهايل آهن.

### (iii) تاريخي تجربي خلاف ڪيئن هو؟

دنيا جي تاريخي تجربي خلاف انڪري هو، جو هن وقت تائين مذهبن جي بنياد تي ماڻهن يا ملڪن کي متحد ڪرڻ جون جملي ڪوششون رائگان ويون آهن. جنهن مان سبق حاصل ڪري، دنيا جي اڪثر قومن مذهب ڪان سياست کي علحده ڪري، ملڪن جو ڪاروبار هلايو ٿي

(الف) ٻڌ ڌرم وارن جو اشوڪا جي ڏينهن ۾ مذهب جي بنياد تي ماڻهن کي متحد ڪرڻ جو تجربو ديرپا قائم رهي نہ سگهيو.

هندن کي وڪرماجيت جي ڏينهن ۾ ماڻهن کي گڏ ڪرڻ جو آزمودو ڪامياب نہ ٿيو.

(ت) عيسائي قومن کي پوين ماتحت متحد ڪرڻ جي سياسي تنظيم ناڪامياب ثابت ٿي.

(ث) مسلمانن جي خلافت جي اداري هيٺ ڪيل اتحاد لاءِ ڪوشش مسلمانن ۾ يڪجهتي پيدا ڪرڻ جي عيوض انتشار جو باعث بني، ۽ ڪن گهراڻن جي سامراج جو ڪارڻ ٿي. نيٺ تنهن کي ان اداري کي مسلمانن لاءِ نقصانڪار سمجهي، خلافت کي ختم ڪري، جان آزاد ڪرائي. هاڻي ان فرسودي نظرئي جو تجربو وري برصغير هند جي پنتي پيل صحيح اسلامي تعليم ڪان غير واقف، عمل ڪان بي بهره ماڻهن تي آزمايو وڃي ٿو. پر اهو بہ ناڪامياب ٿيندو. ڀلا جن ماڻهن کي اولياءِ ڪرام صوفياءِ عظام، مجتهد زمان هڪ ڪري نہ سگهيا، تن کي جناح صاحب، لياقت علي خان ۽ پٽي طرفان هڪ ڪرڻ جي دعويٰ خام خيال ۽ چريائيءَ ڪانسواءِ ڪجهہ نہ آهي. اهو نظريو صرف چند مستقل مفاد، سندن طبقاتي نفعي خاطر ماڻهن کي برغلائڻ لاءِ ڪتب آڻي رهيا آهن.

## (iv) اقوام متحده جي تسليم ڪيل اصولن جي خلاف ڪيئن هو؟

پاڪستان جي بنياد تي قوميت جو نظريو، دنيا جي حالات حاضره جي حقيقتن جي خلاف آهي. اقوام متحد جي جملي ميمبر قومن ڪي هڪ اسرائيل ملڪ آهي، جو ان ۾ اعتماد رکي ٿو. ٻيا سڀ جيڪي وطن، زبان، ڪلچر، تاريخي روايات اقتصادي ۽ سياسي مفاد جي بنياد تي ان جي وجود ۾ اعتماد رکن ٿا. جنهن ۾ يهودين وانگر مهاجر پنجابي مسلسل مفاد ساڳين اصولن ۾ مڃين ٿا، ۽ ساڳي ذهنيت رکن ٿا، ان ڪري هتي پاڪستان ۾ ان جي پوئلڳي ۾ ان نظرئي جو آواز اٿاريو وڃي ٿو.

## (v) پاڪستان برصغير هند جي مسلمانن جو ملڪ هو:

اها ڳالهه غلط ۽ بي بنياد آهي. پاڪستان نه تاريخي طور هڪ ملڪ رهيو آهي ۽ نه هن وقت هڪ ملڪ آهي. بلڪه چئن جدا سنڌي، پنجابي، پناڻ ۽ بلوچ قومن جي ملڪن جو هڪ خطو آهي. جن مان ڪن ڪي قديم زماني کان پنهنجون علحده آزاد رياستون پئي رهيون آهن. انهن تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد انگريزن جي معرفت پنهنجو سامراج قائم ڪيو آهي، ۽ هن وقت ڏنڊي جي زور تي اهو هلائي رهيا آهن. ان ۾ رهندڙ قومن کي حق خودارادي موجب پنهنجي بنياد ۽ خودمختياري رياستن قائم ڪرڻ جو حق آهي. سنڌ، صرف مسلمانن جو ملڪ نه، پر سنڌي مسلمانن، سنڌي هندن، سنڌي ڪرستانن، سنڌي سکن جو ملڪ آهي. ان جي خصوصيت ئي ان ۾ آهي ته مڙني مذهبن جي بنيادي وحدت جي زبان آهي.

سنڌ تي ٻاهر کان آيل مسلمانن جو ڪو حق نه آهي. چاڪاڻ ته قوم پرست سنڌي مذهبن جي بنياد قائم ڪيل قوم ۾ ويساهه ئي نٿا رکن. ان کي خود اسلام جي بنيادي اصول جي خلاف ٿا سمجهن. خلافت، پئن اسلامزم ۽ موجوده وقت پاڪستان طرفان ڪوٺايل مسلمان ملڪن جي ڪانفرنس ۽ اداري کي غلط ۽ اسلام جي فروغ لاءِ نقصانڪار سمجهن ٿا. جهڙيءَ طرح امريڪا صيهونيت جي مدد ڪري، پنهنجي سامراج کي طاقت وٺائڻ گهري ٿي، اهڙيءَ طرح هي مهاجر پنجابي مستقل مفاد ۽ عربن ۽ اسلام جي نالي ۾ سنڌن سامراج جون پاڙون پختيون ڪرڻ گهرن ٿا. جنهن ڳالهه ۾ مهاجر پنجابي سامراجين جو فائدو آهي، ان ۾ سنڌين جو نقصان آهي. علامه مودوديءَ صحيح

چيـو آهـي تـه جيئـي سنڌ معنـيٰ مـري پاڪـستان ان ڪـري سـنڌي سـمجهڻ لڳـا آهـن تـه سنڌ جيئندي تڏهن، جڏهن پاڪستان ختم ٿيندو.

**(1) پاڪستان دنيا جي مسلمان ملڪن ۾ اتحاد آڻيندو:**

اهـو دليـل بـه سراسـر غلـط آهـي. ملـڪ نـه مسـلمان ٿينـدا آهـن، نـه هنـدو يـا عيسـائي. انهـن ۾ رهنـدڙ مـاڻهو، پنهنجـيءَ مرضـيءَ مطـابق عقيـدا قـائم ڪـري يـا بـدلائي سـگهندا آهـن. مسـلمان جمـي ڪونـه پيـدا ٿيـن ٿـا. مسـلمان سـڏائڻ سـولو آهـي، لـيڪن ان اعلـيٰ روحـاني پـنڌ تـي پهچـڻ ڏکيـو آهـي. اهـو سـوال بـه بحـث طلـب آهـي تـه موجـوده مسـلمان حڪومتـون ۽ ملـڪ صـحيح طـور تـي اسـلامي هئـا يـا آهـن. ازانسـواءِ مـذهب جـي بنيـاد تـي ملڪـن جـو اتحـاد، خـود مـذهبن لاءِ نقصـانڪار آهـي. ڪرسـتانن جـي گهڻـائيءَ وارا ملـڪ، مسـلمانن کـان علـم، پيسـي، صـفت، ملٽـري طاقت ۽ تهـذيب ۾ گهڻـو ترقـي يافتـه هئـا. جيڪـڏهن مـذهب جـي بنيـاد تـي اتحـاد کـي هـو ڪرسـچنٽي (عيسـائيت) لاءِ مفيـد سـمجهن هـا، تـه هـو اتحـاد ڪـري سـگهن هـا. بلـڪ هـنن ان راهـه ۾ جيڪـي اڳـي ڪوشـشون ڪيـون، سـي سـڀ ناڪاميـاب ثابـت ٿيـون هيـون. مسـلمان ملڪـن جـي اتحـاد لاءِ خلافـت جـي اداري هيـٺ هـڪ طـرف ۽ پـئن اسـلامزم جـي نـالي ۾ ٻئـي طـرف، ۽ مهـدين جـي پـوئلڳيءَ ٽئـين طـرف، سـڀ ڪوششون رائگان ويون آهن.

پاڪسـتان جـي حڪومـت دنيـا جـي مسـلمان ملڪـن کـي ڪهـڙي طـرح متحـد ڪـري سـگهندي، جـڏهن اهـا ان ۾ مشـتمل قـومن کـي اتحـاد ۽ انصـاف پلئـه وجهـي نـه سـگهي آهـي؟ تنهنڪـري اهـا گفتگـو منافقانـه ۽ ڌوڪـو ڏينـدڙ آهـي. ان جـو مطلـب پاڪسـتان جـي مختلـف قـومن ۽ مـاڻهن جـو توجهـه حقيقـي مسـئلن کـان هٽـائڻ آهـي، ۽ ان جـي نـالي ۾ مهـاجر پنجـابي سـامراج کـي مضـبوط ڪرڻـو آهـي. ٽيـرهن سـون ورهـين کـان وٺـي مسـلمان پـاڻ ۾ متحـد ٿـي نـه سـگهيا. تـن کـي هـاڻ جنـاح، ايـوب خـان ۽ ڀٽـي جهـڙا مـذهب کـان اڻ واقـف، اخـلاق کـان عـاري، ابـن الوقـت ۽ سـامراجي مفـاد جـا ايجنـٽ ڪهـڙيءَ طـرح اتحـاد ڪرائـي سـگهندا. هـر صـاحب عقـل مـاڻهوءَ کـي پتـو آهـي تـه پاڪسـتان کـي سـندس حڪمـران طبقـن، امـريڪن سـامراج جـي ملٽـري عهـدنامن ۾ جڪـڙي ڇـڏيو آهـي. ان کـان هـو اسـلح وٺـي، پنهنجـي ماتحـت قـومن کـي غـلام رکـي، انهـن جـو استحصـال ڪـري رهيـا آهـن. امريڪـا جـا هـن وقـت مغربـي ايشـيا ۾ ٽـي سـامراجي اڏا آهـن: 1. پاڪسـتان، 2. اسـرائيل، 3. ترڪـي. جـن جـي وسـيلي هـو سـندس تسـلط وچ ايشـيا ۽ افريقـا تـي قـائم رکـڻ گهـري ٿـو. تـنهن ڪـري عالم اسلام جي اتحاد جو نعرو سراسر غلط ۽ ڌوڪو آهي.

## (4) پاڪستان ۾ اسلامي آئين ۽ نظام قائم ڪري، ان کي هڪ مثالي ملڪ بنائڻو هو

هيءَ ڳالهه پڻ مهاجر آزاديءَ، مفاد، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن جو توجهه سنڌن سياسي آزاديءَ، اقتصادي خوشحاليءَ ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي سوالن کان هٽائڻ لاءِ ڪن ٿا. ڇاڪاڻ جو هڪ ته اسلامي آئين ٿيندو ڪونه آهي، ٻيو ته جديد معاشري ۾ اسلام جي نقاد جا قانون ڪارگر نٿا ٿي سگهن، ٽيون ته مثالي حڪومت قائم ٿيڻ لاءِ عوام جو پهريائين صالح ۽ نااخلاق ٿيڻ بنيادي شرط آهي. چوٿون ته اسلامي سياست يا اقتصاديات جهڙي ڪا ڳالهه وجود ۾ ئي ڪانهي، پنجون ته پاڪستان جو متحد ٿي، پرامن ۽ مستحڪم ملڪ ٿي رهڻ هڪ خلاف فطرت امر آهي.

هيٺ آئون مٿي ذڪر ڪيل پنجن دليلن جي تشريح ڪندس.

### (1) اسلامي آئين ٿيندو ئي نه آهي:

جي تاريخ تي نظر ڪري ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته ڪڏهن به ڪنهن مسلمان ملڪ ۾، ڪنهن حڪومت باقاعدي ڪو آئين ناهي، انموجب حڪومت نه هلائي هئي. هاڻ ڪجهه وقت کان مغربي ملڪن جي تتبيع تي مسلمان ملڪن آئين ناهڻ شروع ڪيا آهن، جي سڀ سيڪيولر قسم جا آئين آهن. هن وقت به اٽڪل 40 کان مٿي مسلمان ملڪن مان هڪ ملڪ ۾ به صحيح جمهوري حڪومت جو سرشتو رائج آهي. نه انهن مان ڪنهن ڪو اسلامي آئين ناهيو آهي، يا اهڙي دعوىٰ ڪئي آهي.

آئين جو، جيئن مٿي هڪ هنڌ چيو ويو آهي، واسطو اڪثر هيٺين مسئلن سان ٿئي ٿو:

1) عام ماڻهن جا بنيادي حق.
2) مرڪزي حڪومت جا اختيار.
3) صوبائي حڪومتن جا اختيار، جي اهڙيون حڪومتون ڪنهن رياستي نظام ۾ هجن.
4) ڍلن ۽ ٽيڪسن جا اختيار ۽ مرڪز ۽ صوبن ۾ انهن جي ورهاست.
5) قانون سازي، عملداري ۽ عدالتي ادارن جا اختيار.
6) آئين پارليامينٽري قسم جو هجي، يا ڊڪٽيٽري قسم جو وغيره.

انهن مان ڪنهن هڪ مسئلي لاءِ مذهب اسلام مان ڪا واضح رهبري ملي نٿي سگهي، بلڪ جيڪڏهن ائين چئجي ته آئين جديد دور جي پيداوار آهي. عرب ۾ اسلام مروج ٿيڻ وقت معاشرو آئيني حڪومت هلائڻ جي لائق ٿي نه سگهيو هو، ته اها ڳالهه صحيح چئي سگهجي ٿي.

هن وقت عوام کي ڌوڪي ڏيڻ لاءِ آئين کي مشرف ۽ اسلام بنائڻ واسطي، پاڪستاني آئين ۾ هيٺيون ڳالهيون درج ڪيون ويون آهن:

1) ملڪ جو سربراهه مسلمان هوندو.
2) پاڪستان حڪومت جو نالو "اسلامڪ ريپبلڪ" هوندو.
3) ان ۾ قرآن ۽ سنت نبويءَ خلاف ڪوبه قانون پاس ٿي نه سگهندو.

هاڻي پڙهندڙ انصاف ڪري ڏسن ته:

الف- بداخلاق ۽ قول ۽ فعل ۾ اختلاف رکندڙ ماڻهو، مملڪت جو سربراهه رکڻ سان ڪهڙيءَ طرح آئين اسلامي ٿي سگهندا.

(ب) جنهن حڪومت ۾ شرابخوري، وياج خوري، جوا، اقتصادي استحصال، ڏاڍن جا غريبن تي ظلم، هڪڙين قومن جو ٻين تي تسلط قائم هجي، ان کي "اسلامڪ ريپبلڪ" سڏڻ ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ پائڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. ان جو مثال اهڙو آهي، جهڙوڪ ڪاڪوس مٿان اذان ڏيئي مسجد سڏڻ.

ت- پيلا جنهن ملڪ ۾ پاڪستان پينل ڪوڊ، ڪرمنل پروسيڊيئر ڪوڊ وغيره قانون مغربي طرز تي رومن قانون جي بنياد تي نهيل هجن، ان کي قرآن ۽ سنت جي مطابق سمجهڻ ڪيري قدر صداقت جي ڳالهه آهي.

## (ii) اسلامي نظام ۽ اسلامي قانون:

اسان جي معاشري ۾ ملڪي انتظام جو مذهب سان گهٽو واسطو تو رهي. حڪومت جو نظام سيڪيولر بنياد تي رهي ٿو. هر سيڪيولر حڪومت ۾ به شاديءَ، ورثي وغيره جا قانون هرهڪ مذهب جي پوئلڳن جي شريعتن مطابق هلندا آهن. باقي حڪومت جي اڪثر کاتن جهڙوڪ (1) روينيو (2) پوليس (3) عدالتي (4) ميڊيڪل (5) انجنيري (6) بيلي (7) بچاءُ (8) خارجيه معاملات (9) ايڪسائيز وغيره سان تعلق رکندڙ قاعدا قانون، حالتن ۽ ضرورتن مطابق ملڪي معاملي فهميءَ کي مدنظر رکي، ناهيا ويندا آهن. جن جي پاس ڪرڻ جو اختيار اڪثر عام ووٽن تي چونڊيل اسيمبلين ۽ ڪائونسلن جي نمائندن جي هٿ ۾ هوندو آهي. هنن حالتن ۾ مذهبي قانون ناهڻ جو اصول جيڪڏهن قبول ڪبو، ته پوءِ سمورو جمهوري نظام حڪومت بيڪار ٿي پوندو.

انهن مسئلن تي مذهبي قانون ناهڻ مان هيٺيان اختلافي مسئلا پيدا ٿي، اڪيچار مشڪلاتون پيدا ڪري ڇڏيندا:

(الف) اهي اسلامي نظام جا قانون عوام طرفان چونڊيل نمائندا ناهيندا يا ملن کي ناهڻ جو اختيار هوندو!

(ب) جيڪڏهن مذهبي مهندارن کي قانون ناهڻ جي اختياري ڏبي ته قانون ساز اسيمبلين جي ميمبرن جو، ان تي ڪهڙو اختيار رهڻ ڏنو ويندو؟

(ت) مذهبي مهندارن مان ڪهڙي مذهب ۽ فرقي جي ماڻهن جي هٿ ۾ اها قانون ناهڻ جي واڳ ڏني ويندي.

(ث) جيڪڏهن مختلف مذهبن ۽ فرقن جي رهنمائن جو ڪنهن مسئلي تان اختلاف پيدا ٿي پوي، ته آخري فيصلو ڪير ڪندو ۽ ڪهڙن اصولن مطابق ڪيو ويندو؟

(ج) اهڙيءَ طرح پاس ڪيل قانون جي فيصلي ڪرڻ لاءِ موجوده قسم جون ڪورٽون جڄ ۽ ماجسٽريٽن واريون بحال رکيون وينديون، يا ان لاءِ نوان قاضي ۽ مفتي رکيا ويندا؟

(ح) جي مفتي ۽ قاضي رکڻ جي تجويز بحال ٿي، ته انهن جي تيار ڪرڻ لاءِ ڪي هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج کولڻا پوندا ڇا؟

(خ) مفتين ۽ قاضين جي ڪورٽن ۾ ڪيس هلائڻ جي اجازت موجوده وڪيلن کي ڏني ويندي، جي جديد قانون جا ماهر آهن، يا ان لاءِ ملن ۽ مولوين کي وڪالت ڪرڻ ڏني ويندي؟

(د) انجنيري، ميڊيڪل،ايڪسائيز، ريلوي، فنانس، بيلي، بچاءُ، بئنڪن وغيره کاتن جي قانون ناهڻ جو ڪم اسيمبلين جي سپرد ڪيو ويندو، يا ملن جي هٿ ۾ ڏنو ويندو؟ جي اسيمبلين کي ڏنو ويندو ته انهن قانونن کي شريعت اسلاميءَ مطابق ناهڻ لاءِ ملن کي به ان ۾ رکيو ويندو ڇا؟ جي ها ته انهن جو تعداد ڪيترو هوندو؟

جنهن صورت ۾ گذريل ڇويهن سالن اندر پاڪستان ۾ مهاجر پنجابي سامراجين يا سندن ايجنٽن طرفان ان مسئلي بابت ڪافي غلط فهمي ڦهلائي ويئي آهي. ان ڪري آئون مناسب ٿو ڄاڻان ته جديد نظام حڪومت جي ڪن ڪاتن جا نالا ڏيئي، هرهڪ کاتي تي بحث ڪريان ته ڪهڙيءَ طرح ملان جي شريعت انهن کاتن جي رهبري ڪري سگهي ٿي.

**(1) انتظامي کاتو:**

هن کاتي جو مکيه عملدار ڊپٽي ڪمشنر (ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ) ٿئي ٿو. نظام اسلاميءَ جا حامي ٻڌائي سگهندا ته ڊپٽي ڪمشنر کي ڪهڙي نظام شريعت مطابق تعليم ۽ تربيت ڏيئي، انهيءَ عهدي جي لائق بنائڻ جي تجويز رکن ٿا. ان جي ڊگري مقرر ڪرڻ جو فيصلو وزيرن يا اسيمبلين کي هوندو يا ملن کي ڪرڻو پوندو، ڇا اهي عملدار ملن جي هدايتن مطابق ڪاروبار

هلائيندا، يا خود ملا اهي عهدا سنڀاليندا، يا انهن عهدن لاءِ ماڻهو تيار ڪرڻ واسطي ملن جي ماتحت ڪاليج کولڻا پوندا.

**(2) پوليس کاتو:**

پوليس کاتي جي ماڻهن کي پريڊ ڪرڻ، چورين جي ڳولا ڪرڻ، جاسوسي ڪرڻ، ٽرئفڪ جو ڪنٽرول ڪرڻ، فسادن کي روڪڻ، بندوق هڻڻ وغيره جا ڪم سپرد ٿين ٿا. نظام اسلاميءَ جا طرفدار ٻڌائي سگهندا، ته هو اهو ڪم ملن جي حوالي ڪندا، يا پوليس عملدارن جي مٿان هدايتن لاءِ ملن کي مقرر ڪري ڪم هلائيندا.

**(3) ريلوي کاتو:**

انهيءَ کاتي سان واسطو رکندڙ ڳالهيون، ريلوي لائين پکيڙڻ، اسٽيشنون ناهڻ، ريلن جا گاڏا ۽ انجڻيون ناهڻ ۽ هلائڻ، ريلوي لائين جون پليون ۽ موريون ٻڌڻ، ٽڪيٽن نهرائڻ، سگنل، ۽ تارن وغيره جا ڪم ٿين ٿا. جنهن لاءِ انجنيئر، تارن وارا، اسٽيشن ماسٽر وغيره عملو رکڻو پوي ٿو. نظام اسلاميءَ جا حامي ٻڌائي سگهندا، ته ريلوي کاتي کي ڪهڙيءَ طرح نظام اسلاميءَ مطابق هلائڻ جي تجويز رکن ٿا. انهيءَ ڳالهه لاءِ شريعت اسلامي ڪهڙي رهبري ڪري سگهي ٿي.

**(4) انجنيري کاتو:**

انهيءَ کاتي جي سپرد بيراج ناهڻ واهه کوٽائڻ، پليون ٻڌڻ، رستا ناهڻ، جايون اڏڻ، نهرن جي پاڻيءَ جي ورهاست ڪرڻ، ڪارخانن جون عمارتون ناهڻ، شهر اڏڻ، وغيره ڪم ٿين ٿا. نظام اسلاميءَ جا طرفدار ٻڌائي سگهندا ته 13 سو ورهيه اڳي معاشري جي وقت نهيل شريعت دور جديد جي ضرورتن مطابق هن کاتي جي ڪهڙي رهبري ڪري سگهندا؟ ڇا انجنيرن کي ملن کان پڇي بيراج ٻڌڻا پوندا يا پليون ناهڻيون پونديون؟ پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ فقهه ۽ شريعت مان ان ڊپارٽمينٽ جي هلائڻ لاءِ ڪهڙيون هدايتون ملي سگهنديون؟

**(5) تعليم کاتو:**

دور جديد ۾ تعليم جو دائرو ايڏو وسيع ٿي ويو آهي، جو انهيءَ جون ڪيئي شاخون ٿي ويون آهن. مثال طور آرٽس، سائنس، ميڊيسن، انجنيرنگ، ايگريڪلچر جنگي تعليم، مڪئينيڪل، پاليٽيڪنڪ، آرڪيالاجي، جيالاجي وغيره. انهن لاءِ اسڪول، ڪاليج، يونيورسٽيون، لائبريريون، ليبارٽريون وغيره کولڻيون پون ٿيون، جي سڀ جديد دور جي پيداوار آهن. 13 سو ورهيه اڳي معاشري لاءِ رٿيل شرعي تعليم ان راهه ۾ ڪابه هدايت ڪري نٿي سگهي. ڇا، نظام اسلاميءَ جي نالي ۾ عوام کي دوکو ڏيندڙ مهاجر ۽ انهن جا ايجنٽ ملا ٻڌائي سگهندا، ته يونيورسٽين ۽ ليبارٽرين ۾ ملا ڪهڙي رهبري ڪري سگهندا؟ پر جي نٿا ڪري سگهن، ته پوءِ ڇو هرويرو اسلام جهڙي روحانيت ۽

اخلاق جي علمبردار مذهب جي نالي ۾ ماڻهن کي گمراهه ڪري، پنهنجا طبقاتي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ سندن توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن کان هٽائين ٿا؟

**(6) بچاءَ کاتو:**

اڄ ڪلهه جنگ يا بچاءَ لاءِ ٽينڪون، بم گولا، هوائي جهاز، مشين گنون، راڪيٽ، ميزائل وغيره ڪتب آندا وڃن ٿا. اهو کاتو جديد سائنس جي نين کوجنائن مطابق هلي ٿو. ان کي اسلامي بنائڻ لاءِ جيڪڏهن ملا صاحب چون ٿا ته اهي سڀ کوجنائون بدعتون آهن، صحيح اسلامي جنگ اُٺن، گهوڙن تلوارن، نيزن ۽ ڀالن سان ٿيڻ گهرجي. ته ان لاءِ ڪهڙو جواب ڏيڻو پوندو؟ هرهڪ ڪمانڊ آفيس ۾ جنرل جي هدايت ۽ رهبريءَ لاءِ ملن کي رکڻ لازمي هوندو ڇا؟ جنگ کي اسلامي بنائڻ لاءِ مال غنيمت جي اجازت ڏيڻي پوندي ڇا؟ گرفتار ٿيل شهرين يا سپاهين کي غلام يا ٻانهيون ڪري ورهائڻ جو رواج چالو ڪرڻو پوندو ڇا؟ ها، ته جديد مهذب دنيا کي ان جي جواز ۾ ڪهڙو جواب ڏيڻو پوندو.

**(7) خارجيه معاملات جو کاتو:**

انهيءَ کاتي ذريعي حڪومتن سان تعلقات قائم ڪرڻ، ٻاهرين ملڪن سان واپار ڪرڻ، ٻين حڪومتن جي ڇرپر ۽ ارادن کان واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ جاسوسي ڪرائڻ، ۽ ٻاهرين ملڪن سان آمدرفت جا ڪم سرانجام ٿين ٿا.

ملا جي شريعت موجب جهاد اسلام جي بنيادي اصولن ۾ داخل آهي. ان حالت ۾ دوستانه تعلقات صرف مسلمان ملڪن سان رکي سگهن ٿا. اوائلي خليفن جي دستور موجب غير مسلم ملڪن جي حڪومت کي هدايت ڪرڻي هئي ته دين اسلام قبول ڪن، نه ته ٻيءَ صورت ۾ سندن خلاف جهاد ڪري،کين مطيع بنائي، اسلام پکيڙڻو هو. امريڪا، روس ۽ چين جا ملڪ جيڪڏهن اسلام نه قبولين، ته انهن سان جنگ ڪرڻي پوندي ڇا؟

مسلمانن جي ابتدائي دور ۾ حڪومت جوو ڪاروبار هڪ خليفي جي ماتحت هلندو هو. وقت گذرڻ بعد ملسمانن جون جدا جدا بادشاهتون قائم ٿي ويون، جن مان ڪيتريون هڪٻئي جي مخالف هيون. هاڻ وري مسلم دنيا کي هڪ خليفي جي هٿ هيٺ آڻڻو پوندو ڇا؟ ان مان سوال اٿندو ته جيڪڏهن ڪي مسلمان ملڪ هڪ خليفي جي جنگ ڪرڻ بعد هڪ اتحاد ۾ شامل ڪرڻو پوندو؟ ڇا اهي جنگيون به جهاد ۾ شمار ڪبيون؟

هن وقت مسلمان ملڪ غير مسلم حڪومتن کان وياج تي قرض ۽ مدد وٺن ٿا. ان لاءِ نظام اسلاميءَ جا حامي ڪهڙوحڪم ڏيندا؟

ٻاهرين ملڪن ۾ سفير موڪلڻا پون ٿا. انهن جي لياقت، سيرت ۽ صورت لاءِ نظام اسلاميءَ وارن جو ڪهڙو حڪم ٿيندو؟ ڇا اهي سفير ملا مدرسن جا

تعليم يافته عالم هوندا؟ ڏاڙهيون هوندن؟ ويس ديسي هوندن، شراب استعمال ڪرڻ جي منع هوندين، ڪين زالن کي پردو ڪرائڻ ضروري ٿيندو؟ پرڏيهي معاملات شريعت اسلامي موجب هلن، ان لاءِ وزارت خارجيه ۽ جملي سفارتخانن ۾ عالمن جو تقرر لازمي ٿيندو ڇا؟

انهن سيني ڳالهين جو جواب ونٽو آهي، جنهن صورت ۾ قرآن ۽ حديث ان معاملي ۾ رهبري نٿا ڪن، ته پوءِ نظام اسلاميءَ جو نالو وٺڻ ڪيتري قدر صحيح ٿيندو؟

### (8) مالي ڪاتو:

اڄڪلهه ملڪن جي انتظامي ضروريات، ترقي ۽ تعمير واسطي ڪيترا ٽيڪس ۽ ڍلون ماڻهن تي وڌيون وڃن ٿيون. انهن ٽيڪسن ۽ ڍلن جو جواز قرآن ۽ حديث مان ڪهڙيءَ طرح ڪڍي سگهبو؟ فقهه ۾ سواءِ زڪوات جي ٻيو ڪو ڇٽو ٽيڪس ذڪر ڪيل نه آهي. زڪوات موجوده دور ۾ بيڪار ٿي چڪي آهي. دنيا جي اڪثري مسلمان ملڪن ۾ حڪومتن طرفان زڪوات جي وصولي نٿي ڪئي وڃي. موجوده دور جي ٽيڪسن جهڙوڪ اينٽرٽينمينٽ ٽيڪس، ايڪسائيز ٽيڪس، زرعي ڍلن، انڪم ٽيڪس وغيره جو جواز قرآن ۽ حديث مان ڪهڙيءَ طرح ڪري سگهبو؟ وياج وٺڻ ۽ ڏيڻ شريعت اسلاميءَ جي خلاف چيو وڃي ٿو. پر ڪهڙو مسلمان ملڪ آهي، جنهن ۾ بئنڪون نه هجن. جي اهي نه هجن ته واپار، ڪارخانا، ترقي ۽ تعمير جو ڪاروبار هلي نه سگهندو. ملڪ ۾ 90 سيڪڙ ماڻهو غريب، بيروزگار، بيمارين ۾ مبتلا ۽ بي گهر آهن. انهن جي آبادڪاري، معاشي ۽ سماجي ترقيءَ جو ڪم، جيڪڏهن ڪا حڪومت ڪرڻ چاهي ته ان لاءِ پيسن جي ضرورت پوندي. ان واسطي حڪمت سوشلزم موجب ڪي قدم کڻڻ چاهي ۽ ان تي ملن طرفان شخصي ملڪيت جي بچاءَ جي بهاني سان مخالفت ڪئي وڃي، ته ان حالت ۾ ڪو سڌارو ٿي سگهندو؟ ڪي ماڻهو يا ملا اسلامي سوشلزم جو نالو وٺن ٿا، ليڪن تاريخ جي ڄاڻن کي پتو آهي ته سوشلزم هنري دور جي پيداوار آهي. ان جو اسلام سان ڪو واسطو ئي نه آهي.

### (9) صحت ڪاتو:

اڳئين زماني ۾ بيمارين لاءِ ڏنڀ ڏيڻ، رما هڻڻ، سيرون ڇوڙڻ، بيمارين کي جنن جي اثر هيٺ سمجهي مارون ڏيڻ يا ڦيٽا چندا ڪرڻ وارن طريقن سان علاج ڪيا ويندا هئا.

هن وقت ايڪسري ايجاد ٿيا آهن، انجيڪشنون ناهيون ويون، هن مذڪوراسڪوپ، ريڊياگرام وغيره ڪم آندا وڃن ٿا. اهڙيون دوائون ايجاد ٿيون آهن، جو اڳي خواب خيال ۾ به نه هيون. طبعي تعليم لاءِ ميڊيڪل

ڪاليج ۽ ليبارٽريون کوليون ويون آهن. انهن ڳالهين لاءِ نظام اسلامي کهڙي مدد ڏني آهي، ياڏيئي سگهندي؟ جيڪڏهن خدانخواسته ڪا وچڙندڙ بيماري ڪالرا، پليگ انفلوئنزا وغيره پيدا ٿي پوي ته صحت وارا انجيڪشن يا ٻيون دوائون ان جي بند ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيندا، يا ملن کي گهرائي ورد وظيفن ۽ دعائن وسيلي ان جو سدباب ڪندا؟ ان حالت ۾ هر ڊائريڪٽر آف پبلڪ هيلٿ جي آفيسن ۾ ملن کي تعويذن ۽ دعائن وغيره لاءِ مقرر ڪرڻو پوندو ڇا؟

انهن مثالن مان پتو پوندو ته اهي نظريا يا نعرا مهاجر پنجابي سامراجين ۽ سندن ايجنٽ مسلم عوام کي ڌوڪو ڏيئي، پنهنجا مستقل مفاد سڌ ڪرڻ لاءِ ايجاد ڪيا هئا.

### (iii) پاڪستان ۾ مثالي حڪومت قائم ڪرڻ:

پاڪستان جي چوويهن سالن جي تاريخ مان ثابت ٿي چڪو آهي ته هتي مثالي حڪومت جو قائم ٿيڻ ناممڪن آهي. جو ڪم درويشن ۽ صوفياءِ ڪرام ۽ بااخلاق عالمن جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿو، ۽ نه موجوده قسم جي سياستدانن جي وسيلي، جن جي ساري زندگي ڌوڪي ۽ فريب سان پريل رهي ٿي. البت پاڪستان ۾ هينين ڳالهين جا مثال ڏيئي سگهبا!

هتي انسانن جا بنيادي حق محفوظ نه آهن.

هتي ننڍين قومن تي مهاجر پنجابي استحصال جاري آهي.

هتي رشوت ستاني عام جام آهي.

نشو ۽ شرابخوري، ننڍي پيماني کان وڏي پيماني تائين جاري آهي.

هتي جوا قانونن جائز آهي.

هتي وياج خوري هرهنڌ هلي رهي آهي.

هتي بليڪ مارڪيٽي، سمگلنگ،چوريون، ڌاڙا بند نه ٿي سگهيا آهن.

هتي بيگناهه ماڻهن کي ، مخالف راءِ رکڻ ڪري، بنا ڪيس هلائڻ جي سزائون ڏنيون وڃن ٿيون.

هتي اسلام کان عاري ۽ بدعتي ماڻهن کي اسلام جي علمبردار سڏي متن ڪروڙن جا قبا اڏيا ويا آهن.

هتي بدڪردار، ڌوڪيباز، بداخلاق ۽ فرعون صفت سياستدانن کي عوام جو ليڊر ڪونيو وڃي ٿو.

هتي بک ۽ بيروزگاري ۽ ڌاڪ زني عام جام اهي.

هتي ظلم ۽ استحصال رواجي ڳالهيون آهن.

انهن حالت هيٺ به، جي صاحب اتي مثالي حڪومت جا خواب نهن ٿا، ته اهو ٿي ٻيرن کان ٻير گهرڻ.

### (iv) اسلامي سياست يا اقتصاديات:

چيو وڃي ٿو تہ هتي اسلامي سياست يا اقتصاديات جي مروج ڪرڻ لاءِ، حڪومت جو ڪاروبار هلايو ويندو. مسلمانن جي تاريخ ۾ اهو بدبخت ڏينهن هو، جڏهين مذهب کي سياست سان گڏڻ جي شروعات ڪئي ويئي.

مون پنهنجي ڪتاب ”پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل“ ۾ ڄاڻايو آهي تہ مذهب جو اصل مقصد روحاني ۽ اخلاقي اصلاح آهي، جا تاليف قلوب ۽ صحيح تربيت ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي. اها رضاڪارانہ طور شخصي اخلاق جي تڪميل وسيلي حاصل ٿي سگهندي. ان ۾ جڏهين بہ سياست کي وچ ۾ آڻي تشدد کي ڪتب آندو ويو آهي، يا هڪڙن جي راءِ کي ٻين مٿان زوريءَ مڙهڻ جي ڪوشش ٿي آهي، تہ ان مان فائدي جي بدران نقصان زياده پهتو آهي. انهيءَ ڪري ئي صوفياءِ ڪرام سياست کان علحده ٿي، ماڻهن کي رضاڪارانہ طور روحاني ۽ اخلاقي ترقيءَ لاءِ درس تدريس ڏيندا هئا.

اقتصاديات، روزمره جي گذر معاش ۽ ان جي طريقئہ ڪار جي مسئلي سان واسطو رکندڙ ڳالهين جو علم آهي، جيڪڏهن گذر معاش کي اخلاقي اصولن جي ماتحت ڪري ڪم هلائجي، تہ اها ڳالهہ علحده آهي. پر ٽيڪس ڪهڙا هجن، زراعت ڪهڙيءَ طرح ڪجي. زمين جي ورهاست يا ڪارخانن جي هلائڻ لاءِ بهترين طريقا ڪهڙا هئا، ان ۾ مذهب جي نالي کي ڦٻائي وچ ۾ آڻڻ غلط آهي. ان لاءِ صحيح طريقو اهو آهي تہ معاشري جي تبديليءَ سان اقتصادي مسئلن جي تبديلي لازمي سمجهي، حالت جي تقاضا مطابق عقل کان ڪم وٺي، معاشي انصاف آڻجي.

### (v) پاڪستان جو اتحاد ۽ استحڪام:

گذشتہ چويهن سالن جي جي تجربي اهو ثابت ڪيو آهي، تہ پاڪستان جو قيام غلط بنيادن تي ڪيو ويو هو، جنهن ۾ مکيہ غلطي اها هئي تہ هزارن ورهين جي تاريخ وارين قومن کي هڪ غلط قومي نظرئي، جنهن جو وجود دنيا ۾ ڪٿي بہ نہ آهي، موجب زوريءَ ڳنڍي، هڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي ويئي، جنهن نظرئي کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد ايجاد ڪيو هو. انهيءَ بنيادي غلطيءَ کي درست ڪرڻ جي عيوض پاڻ ان تي اسرار ڪرڻ، حالتن کي سڌارڻ بدران بگاڙيو هو.

جڏهن ڪا ڪمپني، مختلف ڌرين جي شموليت سان برپا ڪئي ويندي آهي، ۽ جنهن وقت ان ۾ شامل ٿيندڙ ڀائيوار محسوس ڪندا آهن تہ ان مان سيني کي فائدو نٿو پلئہ پوي ۽ ڪي ڌريون سموري پيداوار کي سندن نفعي لاءِ ڪتب آڻين ٿيون، تہ نقصان پهتل ڌريون ان مان جدا ٿي وينديون آهن. ان وانگر پاڪستان جو وجود پنجن قومن جي باهمي عهدنامي ”تہ ان ۾ شامل ٿيندڙ

قومون آزاد ۽ خودمختيار رياستون قائم ڪري سگهنديون“ جي آڌار تي وجود ۾ آيو هو. ليڪن مهاجر پنجابي مستقل مفاد انهيءَ عهدنامي جي پيڇڪڙي ڪري پاڪستان کي سنڌن سامراج طور هلائي، سنڌين ۽ ٻين قومن کي غلام ڪري هلائڻ شروع ڪيو.

جڏهن سنڌين ۽ ٻين الهندي پاڪستان ۾ شامل بلوچن ۽ پختونن سنڌن حقن جي گهر ڪئي، تہ مورڳو انهيءَ مفاد صوبا ختم ڪري، ون يونٽ بنائي، انهن کي پنجاب جي ڪالوني ڪري ڇڏيو. جڏهن انهيءَ گروهہ ڏٺو تہ ون يونٽ جي ڪري مخالفت وڌي ڳويئي اهي تہ ان کي ٽوڙ: اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، جو بينگال علحده ٿي ويو ۽ هان نئين قسم جي مضبوط مرڪز جي نالي ۾ ون يونٽ کان بدتر حڪومت هلائي رهيا آهن. ان ۾ جيڪي وهيو واپريو آهي، ان جو مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان. اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان ذريعي مٿي ذڪر ڪيل قومن ۾ اتحاد جون سڀ اميدون ٽٽي ويل آهن.

### (5) پاڪستان کي مسلمان ۽ اسلام جي حفاظت جو ڪم ڪرڻو آهي:

اها ڳالهہ سراسر ڪوڙ آهي. ڀارت جا رهاڪو مسلمان پاڪستان ۾ رهندڙ ننڍين صوبن جي اصلي رهاڪو مسلمانن کان وڌيڪ آزاد ۽ سکيا آهن. هتي ظلم، تشدد ۽ استحصال جي بازار گرم آهي. اسلام کي نہ ڀارت ۾ نقصان پهتو آهي، نہ چين ۽ رشيا ۾ يورپ ۾ بہ مسلمان رهن ٿا.

اسلام کي مٿي ذڪر ڪيل ملڪن ۾ هندن، عيسائي يا دهرين جي ڪثرت ڪري ڪو نقصان نہ پهتو آهي. هي خطري جو نعرو صرف مهاجر پنجابي مستقل مفاد، سنڌن طبقاتي مفاد جي برقرارڪڻ ۽ مڪاني ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ لاءِ هٿي رهيا آهن. ان ۾ صداقت ڪانہ آهي. پاڪستان جي قيام بعد اسلام جي نالي جو جيتري قدر استحصال ڪيو ويو آهي، ۽ هندن، ڪميونسٽن ۽ قومپرستن جو خوف ماڻهن ڏيکاري، مهاجر پنجابي مستقل مفاد جيتري قدر سنڌين سان ظلم ڪيا آهن، تن اسلام خلاف نوجوان طبقي ۾ نهايت خراب اثر ڪيو آهي. منهنجي خيال موجب اسلام کي جيترو نقصان هتي پاڪستان ۾ پهتو آهي، اوترو نہ چين، نہ رشيا، نہ يورپ ۽ نہ ڀارت ۾ پهتو هوندو، تنهنڪري آئون انهيءَ راءِ جو آهيان تہ پاڪستان کي ختم ڪرڻ سان پاڻ اسلام کي وڏو فائدو پهچندو.

البت پاڪستان کي ختم ڪري، سنڌو ديش قائم ڪرڻ لاءِ سنڌين کي وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو. هي مهاجر پنجابي سامراجي، جن ڪائي ڏٺو آهي، سي مئي مارائي ڪانسواءِ سنڌ کي آزاد ڪرڻ نہ ڏيندا. تنهن ڪري آزاديءَ لاءِ قربانيون ڏيڻ ضروري آهن. هيڪر تباهي ايندي، پوءِ فائدا ٿيندا.

# "سنڌو ديش جي قيام مان فائدا"

سنڌ ۽ سنڌي هزارن ورهين کان جدا ملڪ ۽ قوم رهيا آهن انهيءَ ڪري هنن جي آزادي فطري ڳالهه ۽ سنڌن جنم جو حق آهي، جيڪڏهن پکيءَ کي هڪ طرف سوني پڃري ۾ رکي طرح طرح جا طعام کارائجن، ۽ ٻي طرف ٻاهر آزاديءَ جي هوا ۾ کين بکون ڪاٽيون پون، ته به هو آزاديءَ جي هوا کي سوني پڃري ۾ صدها نعمتن کان وڌيڪ پسند ڪندو.

عمر بادشاهه ماروئيءَ کي زوريءَ ڪٽي محلات ۾ اچي رهايو هو. جتي طرح طرح جا طعام، ريشمي ۽ زربفت جا ڪپڙا، عاليشان محل ۽ سوين سکن جا سامان موجود هئا. پر ماروئيءَ کي سدائين پکن، جهوپڙين، پنهوارن، لنبن، لاٽن، ڏٿ،ڪتن ۽ لوين ۽ ڦاٽل ڪپڙن جي ياد ستائيندي رهندي هئي. سدائين دعائون گهرندي هئي ته شال! موٽي ملڪ وڃي، مارن سان ملي. هوءَ سدائين ڪوٽن جي ڪرڻ ۽ تالن جي ٽٽڻ لاءِ دعا گهرندي هئي ۽ چوندي هئي ته:

"ايءَ نه مارن ريت، جو سين مٽائين سون تي."

پاڪستان سنڌ ۽ سنڌين لاءِ جيل کان بدتر آهي. شاهه صاحب فرمايو آهي ته:

قسمت قيد ڪياس، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾!"

ان ڪري سنڌين جي پاڪستان جي ڌهڻ، سنڌو ديش جي آزاد ٿيڻ جي خواهش فطري آهي. امير خسرو عليه الرحمت فرمايو آهي ته:

ڪافر عشقم مسلماني مرا درڪار نيست،
هر رگ من تا رگشته حاجت زنار نرست!

يعني عشق جو ڪافر آهيان. اوهانجي مسلمانيءَ جي مون کي ضرورت نه آهي، منهنجي رڳ رڳ جٽيا ٿي ويئي آهي.

هاڻ سنڌي ان حالت تي پهتا آهن، جو مهاجر پنجابي غلامي هيٺ رهڻ کان منڪر ٿي چڪا آهن. پاڪستان جيڪڏهن بهشت هجي، ته آزاد سنڌ وارو دوزخ کين وڌيڪ قبول آهي. سنڌين لاءِ خوشي ٿوري ٿيندي، ته هن غلاميءَ کان آزاد ٿي ۽ خودمختيار هجي، اقوام متحده جا ميمبر بنجن!

هاڻ اچو ته ان مسئلي تي نگاهه ڪريون ته سنڌ جي آزاديءَ سنڌين کي ڪهڙا فائدا رسڻا آهن:

1) سنڌ جي آزاد ٿيڻ بعد ملڪ جي سموري پيداوار، جا ٽيڪسن مان هن وقت مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾ وڃڻ ڪري پنجابي ۽ مهاجرن جي ڀلي خرچ ٿئي ٿي، سا سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير تي ڪتب آڻي سگهبي. جنهن ڪر سنڌ ٿوري وقت کانپوءِ ترقي يافته ملڪ بنجي ويندي.

2) سنڌ جي آزاد ٿيڻ بعد سنڌ جي رهاڪن کي، جيڪي هن وقت سامراجي ويڙهائي منتشر ڪريو وينا آهن، متحد ڪري، بافعال قوم بنائي سگهبو. جن

جي زبان، ڪلچر، سياسي ۽ مادي مفاد هڪ ٿي ويندا ان وقت هو سنڌن ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ ڪندڙن کي ڪيئي سگهندا.

3) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جا اصل باشندا، يا اُهي ٻاهران آيل ماڻهو، جن سنڌي زبان ۽ ڪلچر اختيار ڪري، پاڻ کي سنڌي هئڻ جو جزو بنائي ڇڏيو هوندو، سي سڀ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سياسي سامراج، اقتصاد استحصال ۽ ڪلچرل غلبي کان بچي، فيصلا ڪري سگهندا.

4) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي سموري زرعي زمين تي ان جي دائمي رهاڪن کي قبضو ملي سگهندو. هن وقت جو ٻاهرين غير سنڌين ۽ غيرآبادگارن کي زمين مليل آهي، سا هنن کان کسي، سنڌي آبادگارن کي ڏيئي سگهبي.

5) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي سموري واپار تي سنڌ جي دائمي طور رهاڪن، سنڌي ڳالهائيندڙ ماڻهن کي تسلط ڏياري سگهبو. هن وقت اهو ڌارين جي قبضي هيٺ آهي.

6) سنڌ جي آزاديءَ بعد ٻاهرين ماڻهن جي آمد تي بندش وجهي،ملڪ ۽ زمين تي آباديءَ جو وڌندڙ بار روڪي سگهبو. ازانسواءِ ٻاهران عارضي طور آيلن يا سنڌي قوم ۾ سمائجڻ کان انڪار ڪندڙن، يا ڌارين جي ايجنٽن کي ملڪ مان ٻاهر ڪيئي سگهبو.

7) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي جملي پيسي تي دائمي طور سنڌين جو قبضو ڪرائبو. هن وقت واپار، ڪارخانا، بئنڪون ٻاهرين جي قبضي ۾ هئڻ ڪري، سنڌ جي ڪمائي، سنڌن رهاڪن لاءِ ڪم نٿي اچي. مرڪزي حڪومت تي مهاجر پنجابي سامراجين جو قبضو هئڻ ڪري، هو اهڙي پاليسي هلائين ٿا، جنهن ڪري سنڌي مسڪين رهجيو وڃن.

8) سوشلزم، سواءِ قومي آزاديءَ جي بي فائدي آهي. يعني هن قوت جيڪڏهن ڪوبه ڪارخانو، ملڪيت، بئنڪ وغيره قومي ملڪيت ۾ آندي وڃي ٿي، تہ مرڪزي حڪومت مهاجر پنجابي سامراجين جي هٿ هيٺ هئڻ ڪري، ان جو فائدو سنڌي عوام کي نٿو پهچي. سنڌ جي مڪمل آزاديءَ بعد سوشلزم جي طريقن جو پورو فائدو سنڌ جي رهاڪن کي نصيب ٿي سگهندو.

9) هن وقت سنڌ جا ڪارخانا غير سنڌين جي حوالي آهن، جي منجهن مزدور بہ غير سنڌي رکن ٿا. جيڪڏهن سنڌ آزاد ٿي تہ انهن کي مجبور ڪيو ويندو تہ سنڌي مزدور رکن ۽ سنڌ سرڪار کي ان جو حصو ڏين يا جي قومي ملڪيت بنائبو تہ بہ ان جو قبضو سنڌ سرڪار وٽ رهندو. هن وقت وانگر، جو قومي ملڪيت هيٺ ويل ڪارخانا اڄ سڌيءَ طرح سان وري مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين جي قبضي ۾ رهن ٿا.

10) هن وقت پاڪستان ۾ اڪثر ڪارخانا، هلڪي سامان ٺاهڻ وارا ۽ رواجي ڪاريگريءَ وارا بنايا ويا آهن. بنيادي ۽ ڳري صنعت اڃا هتي قائم نه ڪئي ويئي آهي. تنهن ڪري سنڌ آزاد ٿيڻ بعد اهي بنيادي ۽ ڳرا ڪارخانا پبلڪ سيڪٽر هيٺ ٺاهڻ جو انتظام ڪرڻو پوندو.

11) پرائيويٽ سيڪٽر (خانگي ڪارخانن) لاءِ اهو شرط رکڻو پوندو ته ان ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو سنڌ جا هوندا. ان مان پيسا ڪمائي ٻاهر ڪڍي نه ويندا.

12) سنڌ جي آزاديءَ بعد ملڪ جي قومي ۽ سرڪاري زبان صرف سنڌي رهندي. ڪوبه ماڻهو، جو سنڌي زبان نه ڄاڻندو هوندو، ته ان کي شهري حق نه ڏنا ويندا، يعني ان کي ووٽ جو حق نه هوندو ۽ خانگي يا سرڪاري کاتي ۾ نوڪري نه ملي سگهندي. اهڙي طرح سنڌي اردوءَ جي تسلط کان هميشه لاءِ آزاد ٿي ويندا ۽ اردودانن جو موجوده غرور ٽٽي پوندو. پر جيڪڏهن ان کان پوءِ به هو سازشون ڪندا ته بنگلاديش وانگر انهن کي ملڪ نيڪالي ڏيئي سگهبي.

13) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌي ڪلچر کي ترقي وٺائڻ سان غير سنڌي ڪلچر جي غلط ۽ ناجائز نشانن کي مٽائي سگهبو. جهڙوڪ سوڙهيون پتلونون پائڻ، پان کائڻ ۽ نوڙي سلام ڪرڻ جا دستور وغيره. ريڊيو، ٽيلويزن، سئنيمائن، ۾ سنڌي زبان ۽ ڪلچر کي ترجيح ۽ ترويج ڏياربي.

14) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي رهاڪن ۾ يڪسانيت ۽ پنهنجي قومي انفراديت جي احترام پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جي مانائتي قومي لباس کي مروج ڪري، ڌارين تهذيب جي ترجماني ڪندڙ لباسن جي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ٿي سگهندي.

15) سنڌ جي آزاديءَ بعد شهرن، محلن، مارڪيٽن، رستن، اسڪولن، ڪاليجن، اسپتالن وغيره سان غير سنڌي يا سنڌ دشمن ماڻهن جا نالا ڪڍي، سنڌي نالا رکڻ سان قوم پرستيءَ جي هوا کي زور وٺائي سگهبو، ۽ قومي، تاريخي عظمت ۽ شان کي وڌائي ۽ مستحڪم ڪري سگهبو.

16) سنڌ جي آزاديءَ بعد شهرن، ڳوٺن، جهنگلن، دريائن، ڍنڍن جي پر ۾ رهندڙ خانه بدوش يا نيم خانه بدوش جهوپڙين ۾ رهندڙ ماڻهن کي پڪا ڳوٺ ٻڌائي، ان ۾ بجلي، ٽيليفون، مارڪيٽ، تفريح گاهن، باغن، اسڪولن، اسپتالن، رستن ۽ پوليس ٿاڻن جو نظام قائم ڪري، ماڻهن کي شهري زندگيءَ جي سهوليتن سان روشناس ڪرائي سگهبو.

17) جيڪي ٻاهريان ماڻهو سنڌ ۾ هندن جي رهائشي جاين، دڪانن، زمينن ۽ ڪارخانن تي قبضو ڪري ويٺا آهن، تن کان اهي ڇڏائي، اهي جايون سنڌي

مسلمانن يا ٻاهران موٽي آيل هندن ۾ ورهايايون وينديون. پر مهاجر مان جن سنڌ جي آزاديءَ ۾ حصو ورتو هوندو، انهن جي ملڪيت کي هٿ نه لاتو ويندو.

18) جيڪي ماڻهو سنڌي زبان نه ڄاڻندا هوندا يا آزاديءَ کان پوءِ ٽن مهينن ۾ سنڌي سکي، امتحان ڏيئي نه سگهندا، تن کان نوڪري کسي ويندي. جيڪو ماڻهو سنڌين جي جداگانه قوم، سنڌ کي جدا وطن سان وفاداريءَ جو قسم نه کڻندو، ان کان سنڌ ۾ رهائش جو حق کسي سگهبو.

19) هن وقت سنڌ ۾ ستر سيڪڙو ماڻهن جو مدار زراعت تي آهي. جن جو تعداد 70 لک کن ٿيندو. 210 ڪروڙ ايڪڙ زمين سنڌ ۾ لائق آباد آهي. ان حساب سان زراعت پيشه في ماڻهوءَ کي مساوي ورهاست ذريعي صرف 3 سيڪڙ زمين ملي سگهندي. جيئن ته هڪ ڪٽنب ۾ 5 ماڻهو شمار ڪرڻ بعد هرهڪ ڪٽنب کي 15 ايڪڙ زمين ملي سگهندي، جنهن جي پيدائش سان معيار زندگيءَ بسر ڪرڻ لاءِ ڪافي نه ٿيندي انهيءَ ڪري زمين جي حد وڌائي 200 ايڪڙ بئريج زمين چئن ڪٽنبن لاءِ گڏيل پوک جي اصول تي آباد ڪرڻ لاءِ محسوس ڪرڻ بعد، باقي بچيل ماڻهن جي گذر معاش لاءِ نوڪرين، ڪارخانن، واپار ۽ ننڍن هنرن وغيره ۾ انتظام ڪرڻو پوندو ته جيئن زراعت تي مدار صرف 20 سيڪڙ ماڻهن جو رهي سگهي.

20) ساري ملڪ جي رهاڪن جي سروي ڪرائي، انهن جي روزگار جي انتظام ڪرڻ لاءِ منصوبا ناهي، هرهڪ ماڻهوءَ کي گهر، روزگار، علاج، تعليم ۽ شهري زندگيءَ گذارڻ لاءِ انتظام، پوڙهپڻ جي پينشن، زالن جي ويم وقت خرچ ۽ علاج جو انتظام، سرڪاري طرح ڪرڻو پوندو. ان لاءِ پلاننگ ڪميشن مقرر ڪري، اهڙيءَ طرح پلئن تيار ڪبو، جيئن 15 سالن اندر هرهڪ ماڻهوءَ کي روزگار، گهر، علاج ۽ تعليم جو بندوبست ٿي وڃي.

21) هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ تنخواهه اهڙيءَ طرح مقرر ڪئي ويندي، جنهن مان هن جو معيار زندگي مهذب نموني جو رهي سگهي.

22) سنڌ جي آزاديءَ بعد تعليم عام ڪري، ماڻهن مان جهالت ڪڍي، علم، اخلاق، ۽ هن سان واقف ڪرائڻ جو ذمو سرڪار تي هوندو.

23) هڪ حد کان مٿي ملڪيت وارين جاين رکڻ جي اجازت نه ڏني ويندي.

24) خانگي ڪارخانا صرف ننڍيا رهڻ ڏنا ويندا، جن ۾ ڏهن کان گهٽ ڪم ڪندڙ ماڻهو هوندا.

25) پيريءَ ۽ سرداريءَ تي گذر ڪرڻ جي ممانعت ڪئي ويندي.

26) ملڪ ۾ صحيح جمهوريت رائج ڪرڻ لاءِ مذهبي ملا، پير، وڏيري، زميندار ڪارخانيدار ۽ ڪاموري کي اسيمبلين ۾ داخلا جو حق نه هوندو.

27) سئنيمائن، اخبارن، ٽيليويزن، ڪتابن ڪاليجن ۽ يونيورسٽي تعليم ذريعي سنڌي قوم جي يڪجهتيءَ لاءِ تعليم ۽ تربيت ڏني ويندي. فرقيوار ۽ باهمي نفرت پيدا ڪندڙ جماعتن تي بندش وڌي ويندي.

28) سنڌ جي پيداوار جي ذريعن، پيسي ۽ ورهاست جي وسيلن تي عوام جي معيار زندگي بلند ڪرڻ ۽ روزگار جي ضمانت مهيا ڪرڻ ۽ ملڪ جي ترقي ۽ تعمير لاءِ سوشلزم جي بنيادي اصول مطابق قومي ملڪيت ۾ آڻي استعمال ڪيو ويندو.

(29) سنڌ جي آمدرفت جا ذريعا جهڙوڪ: ريلوي، خشڪي، رستا، هوائي سروس عام ڪري، سنڌ جي هرهڪ ڳوٺ تائين آسانيءَ سان پهچڻ جو انتظام ڪيو ويندو.

(30) بجلي، ٽيليويزن، تار پوسٽ کي فروغ ڏيئي، ڳوٺن ۽ شهرن جي وچ ۾ رابطو وڌائي، ڳوٺن کي مهذب زندگيءَ جي طريقي سان رهڻ جي لائق بنائڻو پوندو.

(31) ماڻهن کي امن امان ۾ رهڻ ۽ پنهنجي بچاءَ ڪرڻ لاءِ تعليم ۽ تربيت ڏيئي، ڏوهن کي گهٽائي، ڳوٺن کي عام ماڻهن جي سلامتيءَ جي جاءِ بنائڻو پوندو.

(32) چوپائي مال جي گوشت ۽ کير کتب آڻڻ واسطي مال جا وڏا فارم ٺاهيا ويندا. زراعت جو گهڻو مدار مشنريءَ تي رکي، مال جي چوريءَ ۽ کوٽ جا رستا بند ڪيا ويندا.

(33) ڳوٺن ۾ ننڍيا هنر عام ڪري، ماڻهن جي آمدنيءَ جي ذريعن ۾ واڌارو ڪيو ويندو، ۽ انهيءَ طرح ڳوناڻن هنرن کي زور وٺايو ويندو.

(34) هن وقت سنڌ ۾ باغن هيٺ زمين تمام گهٽ آهي. جيڪا آهي سا اڪثري ميوي لاءِ آهي ۽ ڪن خاص ايراضين ۾ آهي. سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي گوشي گوشي ۾ ميوي ۽ تفريح ۽ ملڪ جي حسن وڌائڻ لاءِ باغ رکايا ويندا، ۽ هرهنڌ عام رستن جي ٻنهي طرف وڻ پوکايا ويندا.

(35) هن وقت زالن جو گهڻو وقت گهر جي صفائي ڪرڻ، مردن سان زراعت ۾ شرڪت ڪرڻ، مال چارڻ، اٽي پيهڻ، ڪپڙن سبڻ، ڪپڙن ڌوئڻ، سبڻ، پالڻ، ماني ٺاهڻ وغيره ۾ صرف ٿئي ٿو. آزاديءَ بعد انهن کي زياده تعليم ۽ تربيت ڏيئي، زندگيءَ جي مختلف معاملن ۾ مردن سان هم شريڪ بنائڻ جو انتظام ڪرڻو پوندو. اٽي پيهڻ، ڪپڙن سبڻ، ڪپڙن ڌوئڻ، ماني پچائڻ، ٻار نپائڻ، زراعت ۾ ڪم ڪرڻ کان زالن کي آزادي ڏياربي. اهي ڪم مشينري ۽ اسپتالن وغيره جي وسيلي ڪرائڻا پوندا.

(36) مذهب ۽ سياست کي علحده رکي، حڪومت جو سرشتو سيڪولر بنائي، ملا، پير، پنڊت ۽ پادريءَ کي سياسي معاملن کان ٻاهر رکي، ڪين ماڻهن جي اخلاق، تعليم ۽ تربيت لاءِ ڪم لائبو.

(37) تعليم کي اهڙيءَ طرح سڌارڻ جو انتظام ڪبو، جو ماڻهن کي مختلف مذهبن، نظرين، سياسي رايـن، اعتقادن، نسلن ۽ طبيعتن جي باوجود بقائي باهميءَ يا گڏيل بچاءَ جي بنياد تي قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ رغبت ڏياري ويندي.

(38) سنڌ جي آزاديءَ بعد سنڌ جي زير زمين ذخيرن جهڙوڪ گئس، پيٽرول، لوهه، ڪوئلي وغيره جي کاڻين جي کوٽائي ڪري، ملڪ کي انهيءَ معاملي ۾ پاڻ‌پرو ڪيو ويندو، ۽ اهڙيءَ طرح ملڪ جي آمدني ۽ روزگار جي ذريعن کي وڌايو ويندو.

(39) سنڌ جي عام ٻهراڙيءَ کي رهڻ جو لائق بنائڻ لاءِ سنڌ جي ڳوٺن جي جديد طريقي مطابق تعمير ڪرائي، ان ۾ ضروريات زندگيءَ جي هر ڳالهه جو انتظام ڪيو ويندو.

(40) سنڌي زبان کي ابتدائي تعليم کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين لازمي ٺهرايو ويندو. ان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ خاص انتظام ڪرڻا پوندا.

(41) سنڌ ۾ انجنيئرنگ، ايگريڪلچرل، ميڊيڪل، سائنس ۽ مذهبي يونيورسٽيون برپا ڪرڻ لاءِ ساريءَ سنڌ اندر اسڪولن، ڪاليجن ۽ هاسٽلن جو ڄار وڇائڻو پوندو. انهيءَ واسطي ابتدائي تعليم کان يونيورسٽيءَ تائين تعليم کي مفت ڪرڻو پوندو ۽ لکن شاگردن جي رهڻ، کاڌي ۽ ڪتابن جي خرچ جو حڪومت کي انتظام ڪرڻو پوندو، جن ڌارين کي سنڌ جي ڪاليجن يا يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري آهي، انهن کي سنڌي سکڻ ۽ سنڌوديش سان وفاداريءَ جو قسم کڻڻ بعد نوڪري ڏئي سگهبي.

(42) سنڌو ديش جي قديم تهذيب ۽ تمدن جي کوجنا ڪري، ان جي تاريخ مڪمل ڪرڻ لاءِ قديم دڙا کوٽائي، وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جو انتظام ڪرڻو پوندو.

(43) سنڌ جي تاريخ پوريءَ طرح لکيل نه آهي. ان لاءِ قديم وقت کان وٺي موجوده دور تائين، ان جي تاريخ کي مڪمل ڪرائڻ لاءِ مڪيه ليکڪن کي ويهاري، ڪم سرانجام ڪرائڻو پوندو.

(44) سنڌي ٻوليءَ جي لغت تيار نه ٿي سگهي آهي. ان کي مڪمل ڪرائڻ لاءِ يارت ۽ سنڌ جا بهترين ماهر رکي، ان کي مڪمل ڪرائڻو آهي. اهڙيءَ طرح سنڌيءَ مان انگريزي ۽ انگريزيءَ مان سنڌي، سنڌيءَ مان عربي ۽ عربيءَ مان

سنڌي، پارسيءَ مان سنڌي ۽ سنڌيءَ مان پارسي، سنسڪرت مان سنڌي لغتون تيار ڪرائڻيون پونديون.

(45) سنڌيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا ۽ سنڌ جي ڪلچرل هيريٽيج تي ڪتاب تيار ڪرائڻا پوندا.

(46) سنڌيءَ ۾ سڀني علمن ۽ فنن جي علمي اصطلاحن جون لغتون تيار ڪرائي سگهبيون. سنڌي زبان ۾ دنيا جي مختلف علوم، فنون، سائنس ۽ ٻين مضمونن تي معياري ڪتاب ترجما ڪرائي، ڇپائي، سنڌ جي هر پنج سو ڪان متي آباديءَ واري ڳوٺ ۾ لائبريري قائم ڪرائي، ان ۾ رکائڻ جو بندوبست ڪيو.

(47) سنڌ جي جملي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ فوجي تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪرايو ويندو. بري، بحري ۽ هوائي فوجي تربيت لاءِ ڪاليج ۽ اڪيڊميون کولايون وينديون.

(48) سنڌ جي آباديءَ ۽ پيئڻ لاءِ زير زمين پاڻيءَ جا ذخيرا ڳولائي، کاري پاڻيءَ کي مني ڪرڻ، بارش جي پاڻيءَ ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ مان فائدي وٺڻ لاءِ پڻ گهرج پٽاندڙ تجويزون تيار ڪرائڻيون پونديون.

(49) سنڌ جي جبلن، پٽن ۽ ڪلراٺين زمينن کي درست ڪرائي، آباديءَ لائق بنائي، ٻيلن يا ٻي پيداور لاءِ ڪتب آڻڻ جو انتظام ڪرڻو پوندو.

(50) سنڌ ۾ ٻيلا اڳيئي گهٽ هئا. ويتر هاڻوڪي دور ۾ انهن کي گهڻو نقصان پهتو آهي. انهن کي وڌائڻ ۽ وري درست ڪرائڻ جو انتظام ڪرڻو پوندو.

(51) سنڌ ۾ ڪمند جي پوک کي زور وٺائي، سنڌ ۾ کنڊ جي ڪارخانن جو تعداد وڌائي، 20 عدد تائين آڻڻ جو بندوبست ڪرڻو پوندو.

(52) ڳوٺن ۾ سٺي پيئڻ جي پاڻي، ڀاڄي ۽ ميوات ميسر ڪرڻ لاءِ مناسب انتظام ڪرڻو پوندو.

(53) راجا ڏاهر جو مجسمو ڪراچيءَ جي پر ۾ نئين تعمير ٿيندڙ بندرگاهه تي نصب ڪرائڻ ۽ ان بندرگاهه کي ابن قاسم بدلي ڏاهر بندر سڏڻ جو انتظام ڪبو.

(54) سنڌ ۾ طعام، راڳ، راندين ۽ ڊرامي جي تعليم لاءِ انتظام ڪرائڻو پوندو.

(55) هر اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا لاءِ سنڌي زبان جو ڄاڻڻ لازمي ٺهرايو ويندو.

(56) بجليءَ کي زياده مقدار ۾ پيدا ڪري، هرهڪ ڳوٺ ۽ شهر ۾ مهيا ڪبي ۽ جملي ڪارخانا، ريلوي گاڏيون، بجليءَ تي انتظام ڪبو.

(57) ڪڇ ۽ راجستان سان ملڻ لاءِ پڪا رستا نهرا ويندا. جيئن جاتي لکپت، ڪڏڻ پيچ، ننگرپارڪر کان ڪانياواڙ، عمرڪوٽ کان مارواڙ، نواب شاهه ۽ بيڪانير کي ڳنڍي ڇڏجي.

(58) سنڌو درياءَ جو اونهاري ۾ زائد پاڻي، لاڳاپيل پاڙيسري ملڪن کي ڏيئي، انهيءَ بدلي سنڌ جي تعميري ترقيءَ لاءِ انهن کان مدد وٺي سگهبي.

(59) ڀارت، افغانستان، روس، ايران، بنگلاديش ۽ عرب ملڪن سان ڪلچرل ناتا قائم ڪري، انهن سان شهري ۽ تجارتي معاهدا ڪري، تعلقات مضبوط بنائڻا پوندا.

(60) حڪومت جي پاليسي سيڪيولرزم، سوشلزم، جمهوريت ۽ نيشنلزم تي رکي ويندي، ۽ پنهنجي پرڏيهي پاليسي غير جانبدارانہ ڪرڻي پوندي.

(61) سنڌو ديش جي آزاديءَ بعد بنگلاديش، پختونستان، بلوچستان، پنجاب، ڀارت، ايران ۽ عرب ملڪن جي ڪامنويلت ناهڻ لاءِ ڪوشش ڪبي.

(62) سنڌ ۾ مذهبن، ڪلچر ۽ تمدن ۾ اتحاد پيدا ڪري، مستقبل جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ جدا جدا ڪميشنون ويهاري، انساني اتحاد لاءِ پروگرام ناهي، انهن تي عمل ڪرائبو.

(63) سنڌ جي اقتصادي، علمي ۽ سائنسي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ منصوبا ناهي، ٿوري عرصي اندر سنڌ کي ترقي يافتہ بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪبي.

اهي سڀ ۽ ٻيون ڳالهيون تڏهن حاصل ٿي سگهنديون، جڏهن پاڪستان ختم ڪري، سنڌوديش قائم ڪرايو ويندو.

سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندڙن کي هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ ويهارڻيون آهن:

1) سنڌ جي آزاديءَ جي راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ نظريہ پاڪستان آهي.
2) سنڌ جي آزاديءَ کان اڳ جمهوري طريقن جو استعمال اجايو آهي.

چاڪاڻ تہ ماڻهو سياسي طور بيدار نہ آهن. متانهين طبقي وارا ماڻهو جهڙوڪ پير، ملا، ڪامورا، زميندار وغيره ڌارين جا ايجنٽ ٿي، ملڪ جو استحصال ڪرڻ چاهين ٿا. چونڊن تي گهڻي وقت تائين انهن جو اثر رهڻو آهي. تنهنڪري پهريائين مخصوص ماڻهن ذريعي آزادي حاصل ڪري، انهيءَ ڪلاس کي ختم ڪري، پوءِ ملڪ جو سڌارو ڪري سگهبو، ان ڪم ۾ ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي هندن جو هڪ گروهہ وڏي مدد ڏئي سگهندو. بشرطيڪ انهن کي ان ڪم لاءِ رضامند ڪيو وڃي.

ان الله لايغير ما بقوم حتيٰ يغيروا ما بانفسهم. (قرآن)

يعني خدا ڪنهن قوم جي حالت نٿو بدلائي، جيستائين اهي خود پنهنجي حالت بدلائڻ لاءِ ڪوشش نٿا ڪن.

آئون ننڍپڻ کان کي خواب ڏسي، ان جي تعبير لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. پر چوٽي آهي تہ ”بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي.“ ابتدا ۾ بمبئيءَ کان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪوششون ڪيونسون. اميد هئي تہ ان جي جدا ٿيڻ بعد سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير ڪري، ان کي باغ بهار بنائي ڇڏينداسون. پر ”وئي سڳن لاءِ، ڪن ٻہ ڪپائي آئي“ وانگر سڌاري جي عيوض پاڻ ۾ وڙهي، مورڳو ردعمل ۾ اچي، پاڪستان کي وجود ۾ آندوسون. پاڪستان جي ابتدا ۾ خيال هوسون تہ ان ۾ حڪومت الاهيءَ جو قيام ڪري، ملڪ مان بک، ڏک ۽ بداخلاقي ڪڍي، سنڌ جي پنج هزار سالہ ماضيءَ جي ياد تازي ڪنداسون. پر اسان جو حال ان مڇيءَ جهڙو ٿيو، جا فرائنگ پئن (ڪڙهي) مان آيل ٻل ڪائي، وچي باهہ ۾ پئي.

متي ذڪر ڪيل احوال مان معلوم ٿيندو تہ هن وقت ڪيئن پاڪستان مان تنگ ٿي، ان کي ڊاهي، سنڌ جي آزاديءَ لاءِ سرگردان ۽ پريشان آهيون. پر اها ڳالهہ سولي نہ آهي. شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

عشق نہ آهي راند، جو کيڏنس ڳيرو،
جيءَ، جسي ۽ جان جي، پڇي ٿو هيڪاند،
سسي نيزي پاند، اُجل تہ اڏ ٿئي!

بنگلاديش وارن آزادي سستي ڪانہ ورتي آهي. سندن هڪ ڪروڙ ماڻهو ملڪ ڇڏي، دربدر ٿي، صدها تڪليفن جو شڪار بنيا. 3 لک عورتن جي عصمت دري ٿين، 30 لک ماڻهو مارايائون. پو ٻہ شابس آهي ڀارتي حڪومت کي، جنهن وچ ۾ پئي، هنن جي پاڪستاني درندن کان جان آزاد ڪرائي.

جيڪڏهن غور ڪري ڏسندا تہ ڀارت سرڪار ۽ سولي سندن مدد لاءِ نہ آئي هئي. جن سنگهي ليڊر، ستياگره ڪري جيلن ۾ ويندا رهيا، پر وزيراعظم کي ذرو ٻہ خيال نہ آيو. اوير بينگال ۾ آزاديءَ جا پروانا تباهہ ٿيندا رهيا، پر ڀارت سرڪار کي بين الاقوامي مصلحتن پيش اچي پئي رڪاوٽون وڌيون. هندوستان جي اخبارن دانهن گهوڙا ڪئي، پر ان تي ڀارت جو هاٺي ننڊ مان اٿي نہ سگهيو. نيٺ هڪ ڪروڙ بينگالي پناهگيرن جو بوجو ۽ پاڪستان مان ڊاڪٽر ڪسينجر جي چين مان روانگيءَ تي جڏهن روس حڪومت جوش ۾ اچي، ڀارت جي همت افزائي ڪئي، تڏهن هنن جرئت ڌاري، بنگلاديش کي مدد ڏيئي کين آزاد ڪرايو. ليڪن اسان سنڌ تہ ٻي يار ۽ مددگار آهيون. اسان جا همت وارا هيمون ڪالاڻيءَ جا مائٽ لڏي وڃي، پاڻ منو ڪري ڀارت ۾ سڪيا ٿيا. هتي سندن هم مذهب ٿورا آهن، جن لاءِ فرقيوار ذهنيت کي ڌڪارينديءَ ٻہ ان اثر ۾ آيل ڀارت سرڪار يا اتي جي سنڌي هندن جو هڏ ڪرڪي. اسان جا مسلمان وڏيرا، پير، ڪامورا ۽ واپاري ڌارين جي غلاميءَ ۾ خوش پيا تا ڏسجن. اهڙيءَ

حالت ۾ اسان جي واهر ڪير ڪندو؟ پارٽي سرڪار جمهوريت، قوم پرستي، سيڪولرزم ۽ سوشلزم جي گهٽي هام هڻي ٿي، پر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اها صرف دنيا کي ڏيکاءُ لاءِ آهي. مصر جي صدر انورالسادات کي دلاسا ڏئي، عربن کي يهودين جي ظلم کان ڇڏائڻ ۾ همدرديءَ ڪرڻ واسطي آواز کڻي سگهن ٿا، روڊيشيا ۾ ڪارن ۽ گورن جي ظلم تي سندن دل ڏکي ٿي، جو اقوام متحده ۾ هنن جي حمايت ڪن ٿا، ويٽنامين سان ٿيل ظلم خلاف آواز اٿارڻ ۾ ۾ عيب ڪونه ٿا سمجهن، پر جيڪڏهن ڪا ڏکيائي ڏسڻ ۾ اچين ٿي، ته اها پر ۾ سنڌوديشن جي ماڻهن کي مهاجر پنجابي سامراج کان بچائڻ لاءِ آواز اٿارڻ يا همدردي ڪرڻ ۾!

اسان جمهوريت، قوم پرستي، سيڪيولرزم، سوشلزم ۽ غير جانبدار پاليسيءَ جا طرفدار آهيون. اسان پنج هزار سالہ شاندار ماضيءِ کي هنن سامراجي درندن کان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهيون. اسان آريا ورت جي سنڌو ماتريءَ جي تهذيب کي بچائڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا آهيون.اسان سندن اڳوڻا ساٿي آهيون. اسان کي گذشته تاريخ آهي، انگريزن کان اڳ اسان آزاد رياست هئاسون. اسان کي جدا زبان، روايات، ڪلچر، سياسي ۽ اقتصادي مفاد آهن، جن جو مهاجر پنجابي مستقل مفاد استحصال ڪري رهيو آهي. پر عوام جو پارت سرڪار جي ضمير کي ڇهنڊڙي پوي! اسان اهو طعنو به ڏيندا سون ته هتي ايرندي بينگال وانگر هندن سان زيادتيون نه ٿي رهيون آهن، تنهن ڪري سندن رت ۾ جوش نٿو اچي. اسان اهو مهٽو ڪونه ڏينداسون ته اسان جي ڪي مظلوم سنڌي مسلمان پائر هتي جي ظلم کان ستائجي پارت ويا آهن، ته انهن کي جيل ۾ موڪليو ويو آهي، يا اهي پارتي پوليس کان لڪندا ٿا وتن. اسان اها معيار ڪونه ٿا ڏيون ته افغان سرڪار سنڌين، پناڻن ۽ بلوچن کي پاڪستان ظلم کان پناهہ ڏئي رهي آهي، پر پارتي سرڪار نٿي ڏئي، چاڪاڻ ته هو مسلمان آهن ۽ پارتين کي مسلمانن سان همدردي نه آهي! مظلوم مون نه ميارون ڏينديون آهن، نه ڏوراپا.

مون کي هڪ مثال ياد آهي، ته جڏهن اسان مسلم ليگ جي خلاف سنڌ ۾ بغاوت ڪئي هئي، ۽ سنڌ جو گورنر مودي ڪليو ڪلايو جملي سرڪاري مدد مسلم ليگ کي ڏئي، اسان جي اميدوارن کي شڪست ڏيارڻ لاءِ هر حيلا هلائي رهيو هو، ته وائسراءِ کي تارون ڪيون سون. پر ان توجهہ ڪونه ڏنو. نيٺ ڪانگريس دوستن کي، جي ان وقت مرڪزي حڪومت ۾ وزير هئا، تارون ڪيونسون، پر ڪجهہ نه وريو. ان تي ڊاڪٽر چوئٿرام، سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جي پريزيڊنٽ کي ڪمل پئي، سو دهليءَ چڙهي ويو ۽ سردار پٽيل کي وجي مليو. ان کي چيائين ته، ”قوم پرست مسلمانن سان هھڙو ظلم ٿي

رهيو آهي، انهن جي شڪست کان پوءِ هندن جو سنڌ ۾ رهڻ مشڪل ٿي پوندو.“ جنهن تي سردار پٽيل ڪيس جواب ڏنو ته، ”حالتون اهڙيون آهن، جو ڀارت جي آزاد ڪرائڻ لاءِ اسان کي سنڌ جي هندن کي قربان ڪرڻو پوندو.“ ان تي ڊاڪٽر صاحب روئي ڏنو ۽ پڇاڙيءَ تائين سردار پٽيل سان نه نهيو.

سياست عمل ۾ ائين ٿيندو آهي، ڪو ڪنهن تي رحم نه ٿو ڪري. هن وقت اسان جي حالت اها آهي، جنهن لاءِ شاهه صاحب فرمايو هو ته:

”ڀاڙي ناهه ڀروڙ، ته رات رنجائي گذري.“

سنڌ مان لڏي ويل هندن جي اڪثريت ڀارت ۾ خوش آهي. ڪين ڪهڙي پرواهه ته سندن سنڌي هم قوم ڀائرن سان هتي ڪهڙا ويل وهي رهيا آهن! البت ڪي سنڌي نوجوانن جا گروهه آهن، جن هن وقت تائين سنڌي لپي ۽ سنڌي زبان نه صرف بچائي آهي، پر ڀارت سرڪار کان تسليم ڪرائي آهي، ۽ وقت بوقت ديس جي محبت جا راڳ ڳائي، اسان ۾ اهو احساس پيدا ڪرائي رهيا آهن ته سڀ سنڌي هندو وطن وساري ڪونه ويٺا آهن ۽ انهن مان همدرديءَ جي اميد رکي سگهون ٿا. اسان کي سندن مشڪلاتن جو پتو آهي. هو مسڪين ۽ ٿورا آهن، پوڙها ۽ وڏا خوش ويٺا آهن. ڀارتي حڪومت غير همدرد ۽ ڪٺور دل آهي. هنن جو آواز ان وٺ طوطي جي نقارخاني ۾ آواز مثل آهي. پر اها پرواهه نه آهي. شاهه سائين فرمائي ٿو ته:

”جي ڪم لڌائون، ته بنديءَ بند نه ساريو.“

جيڪڏهن هنن اسان جي همدرديءَ ۾ آواز اٿاريو، اقوام متحده ۽ دنيا جي ملڪن تائين اسان جي ظلمن جي داستانن کي پهچايو ته اسان سمجهنداسون ته هنن پنهنجي پت پاري آهي. اولهه بينگالين به ڀارت سرڪار کي مجبور ڪري، اوڀر بينگالين جي مدد لاءِ آماده ڪيو هو. ممڪن آهي، جي هت همت ڪن ته گهٽو ڪجهه ٿي سگهي ٿو. بهرحال اسان کي سندن سرڪار مان گهٽي اميد نه آهي. ڀارت سرڪار جي پاليسي سوداگرانه آهي. جي اها نه هجي ها ته ملڪ نه ورهائجي ها. هتي جي ڳالهه هيءَ آهي ته سنڌين جا مٿيان طبقا جهڙوڪ: زميندار، ڪامورو، پير، واپاري ڌارين جو ايجنٽ ۽ غلام ٿي رهڻ ۾ خوش آهي. هتي به سمورو بار ڪن جيئي سنڌ جي ڪارڪنن ۽ شاگردن تي آهي.

پر باوجود ان جي، اسان دل نه لاٿي اهي. اميد رکيو ويٺا آهيون، ته نيٺ اسان کي ڪاميابي نصيب ٿيندي:

هڙ ۾ ڪين هئون، هونهين هنن نه چاڙهيا،
سارو ڏينهن سمونڊ تي، لهي سج ويون،
جڏهن سائينءَ سبب ڪيون، ته سٽڙ ٿيا سيد چوي!

# فصل پنجون

دنيا جي قديم تهذيبن مان سنڌي تهذيب به قديم آهي. هتي مصر جي نيل ندي، عراق جي دجله ۽ فرات ندين جي تهذيب وانگر سنڌو تهذيب جنم ورتو آهي.

جيئن مادي جسم اموبيا مان ترقي ڪري، مختلف ارتقائي درجا طي ڪندي، اشرف المخلوقات (ماڻهو) تائين پهچي ٿو، اهڙيءَ طرح روح (ذهن) به ماڪوڙيءَ کان وٺي ماڻهوءَ تائين جدا جدا درجا طي ڪندو آيو آهي. ماڻهو رواجيءَ طرح ڳالهائيندڙ جانور جو مثال آهي. هو ساڳين جبلتن (Instincts) جو حامل آهي، جهڙيون جانورن ۾ آهن. هن جو عروج انهيءَ ۾ آهي ته هڪ طرف بدن کي مضبوط، حسين ۽ تندرست رکي، ٻين تي ڪمال حاصل ڪري، ۽ ٻئي طرف فڪر ۽ عمل کي مڪمل ۽ متحد ڪري، بهترين نموني زندگي پيش ڪري.

قديم زماني کان وٺي مختلف مذهبن جي بانين، فيلسوفن، درويشن پاڻ سجاڳي، فڪري ۽ عملي زندگيءَ کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي.

پاڻيءَ جو قطرو جداگانه حيثيت رکي ٿو، ليڪن وڏيڪ معلومات بعد ڪيس پتو پوي ٿو ته هو سمنڊ جو جزو آهي. اهڙيءَ طرح ماڻهوءَ کي به هڪ طرف شخصي حيثيت آهي. جنهن ۾ شخصي ترقي ڪرڻ لاءِ رستو کليل اٿس. ٻئي طرف وڏيڪ ڄاڻ بعد ڪيس پتو پوي ٿو ته هو انسان ذات جو جزو آهي. جهڙيءَ طرح پاڻيءَ جو قطرو ڪهڙو به صاف، سنو ۽ خوشبودار هجي، پر جنهن تالاب ۾ هو مليل آهي، ان جي سني نه هئڻ ڪري سندس صاف رهڻ مشڪل آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪيترو به ترقي يافته هجي، سياسي اقتدار جي اعليٰ درجي تي پهچي وڃي، پر جنهن سوسائٽيءَ ۾ رهي ٿو، اها پنتي پيل، ناصالح ۽ بااخلاق آهي ته سندس ذهني، روحاني ترقي يا اقتدار جي معنيٰ ۽ بيڪار ٿي پوندو.

ان ڪري صالح ماڻهن جي زندگيءَ جو مقصد اهو ٿئي ٿو، ته پاڻ کي به علم ۽ اخلاق جو مجسمو بنائين ۽ ان بعد جنهن سوسائٽيءَ جي حصول لاءِ دنيا ۾ مختلف طور طريقا اختيار ڪيا ويا آهن. جن مان هڪ مذهبن يا نظرين جو طريقو هو، ٻيو تاريخي ارتقا جو هو.

### (1) مذهبن يا نظرين جو طريقو:

انهيءَ طريقي ذريعي سوسائٽيءَ کي درست ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ گهڻيون ڪوششون ٿيون آهن. سوين مذهب دنيا ۾ پيدا ٿيا ۽ انهن جي ذريعي سوسائٽيءَ جي اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ٿي آهي. پر زماني جي ڪسوٽيءَ تي حالتن جي تبديليءَ بعد ڪيترا نظريا ۽ مذهب صفحه هستيءَ تان ڪي نشان مٽجي ويا. هن وقت چند عالمگير مذهب اجا تائين پنهنجو وجود قائم رکيو اچن ٿا. جن مان مکيہ هندو مت، ٻڌ مت، عيسائيت ۽ اسلام هئا.

جڏهن ڪا تحريڪ يا مت سوسائٽيءَ کي پنهنجي رنگ ۾ رڱڻ گهرندو آهي، تہ اهو نظام ناهي، انهيءَ جي قاعدن قانونن مطابق سندن هم خيال ماڻهن کي ضابطي هيٺ رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح مکيہ مذهب دين منظم (Organized Religion) تي ڪم ڪرڻ لڳا، ۽ انهن جي دائره عمل پهرين محدود هئا، پر آهستي آهستي تي اهي بين الاقوامي صورت اختيار ڪرڻ لڳا. ان صورت ۾ پنهنجي افادي ڪارج جي تڪميل لاءِ مُنجهن عمل ۽ فڪر جي يڪجهتي ضروري هئي. ليڪن جيئن انهن مذهبن جي عمل جو دائرو وسيع ٿيندو ويو تہ انهن جي ڪارڪردگي ۽ نقطہ نگاهہ ۾ اختلاف پيدا ٿيندا ويا. نہ صرف ڪن خاص مذهبن جي پوئلڳن ۾ اندروني طور، پر مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ بہ هڪ مذهب جا ٻئي مذهبن جا پوئلڳ مستقل مفاد بنجي ويا. جن جي اختلافن جو مستقل صورت وٺي بيهڻ لازمي هو، تنهن ڪري جنهن اتحاد، امن ۽ ترقي انسانيءَ جي مقصد سان اهي مذهب يا نظريا شروع ٿيا هئا، ان جي سرانجامي تي نہ سگهي آهي.

دنيا ۾ ماڻهن کي متحد ڪرڻ لاءِ مذهبن ۽ نظرين طرفان هڪ طرف ڪوشش جاري رهي، تہ ٻئي طرف ننڍڙيون قومون پنهنجين ايراضين ۾ ماڻهن گڏجي حڪومت قائم ڪيون ۽ قومون وجود ۾ آيون. جن هڪ وطن ۾ زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. انهن قومن ۾ جدا جدا مذهبن ۽ نظرين جا ماڻهو شامل هئا. انهن جي اتحاد جو بنياد صرف قوميت تي رکيو ويو.

اهڙيءَ طرح سان قومپرستيءَ ذريعي ۽ مذهبي (نظرياتي) بنياد تي اتحاد جون ڪوششون گهڻي وقت کان هلنديون آيون آهن. هندن، ڪرستانن، ٻڌن ۽ مسلمانن مذهبن جي بنياد تي اتحاد لاءِ گهڻي وقت کان ڪوششون جاري رکيون. ليڪن جنهن صورت ۾ اهي مذهب بين الاقوامي صورت اختيار ڪري ويا هئا، انهن جي پوئلڳن جون زبانون ساڳيون نہ هيون ۽ اهي ڪنهن خاص خطہ زمين جي ايراضين ۾ محدود نہ هئا ۽ انهن ۾ اعتقادي اختلاف پيدا ٿي پيا هئا، تنهن ڪري جيئن پوءِ تيئن اهي جدا جدا فرقن ۽ مذهبن جي باهمي

اختلاف جو شڪار ٿيندا رهيا. هڪ حصي ملڪ ۾ رهندڙن ڪان مختلف هيون. تنهن ڪري اهو طريقه عمل ڪامياب ٿي نه سگهيو. ان ڪري مغربي ملڪن، جي اڄ ڪلهه، زياده ترقي يافته آهن، اهو رستو ڇڏي، قومپرستيءَ جي بنياد تي سوسائٽيءَ جي تنظيم جو دستور وڌو. اڄڪلهه قومن جي جماعت قائم ٿيل آهي. جنهن ۾ شامل قومن جو بنياد، وطن، زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي قائم ٿيل آهي. ليڪن اڃا ڪي ملڪ آهن، جتي مذهب جي بنياد تي اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوششون جاري آهن. جن مان پاڪستان، ۽ اسرائيل به ملڪ آهن. جيڪڏهن اسلامي تاريخ تي نظر ڪبي ته پتو پوندو ته خلافت، پئن اسلامزم ۽ هندستان ۾ اورنگزيبي حڪومت ۽ هاڻ پاڪستان حڪومت جي پاليسي مذهب جي بنياد تي ماڻهن کي متحد ڪرڻ لاءِ ناهيل آهي.

هتي اسان مان جن تاريخ جو مطالعو ڪيو آهي ۽ زندگيءَ ۾ تجربي جي ڪسوٽيءَ جي آڌار تي انهيءَ مذهبي اتحاد پاليسيءَ جي افاديت بابت غور ڪيو آهي، سي مجبور ٿي دنيا جي عام دستور مطابق قومپرستيءَ جي بنياد تي معاشري جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد جاري رکندا اچن ٿا. اسان کي اعتقاد وينل آهي ته جنهن صورت ۾ ساري دنيا ۾ مذهب ذريعي اتحاد، امن ۽ ترقي حاصل ٿي نه سگهي اهي، ته هتي پاڪستان ۾ به ڪاميابي حاصل ٿي نه سگهندي. ان ڪري اسين سنڌي قوم جا فرد هئڻ جي حالت ۾ پهرين پنهنجي قومي يڪجهتي، فڪر ۽ عمل ۾ حاصل ڪرڻ گهرون ٿا. پوءِ انسان ذات جي مجموعي مفاد خاطر ڪن اصولن مطابق اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪنداسون. اسان جو ويساهه آهي ته سنڌو ديش کي گذشته روايات مطابق اها مٿن سپرد ٿيل آهي. ان موجب سنڌ جي رهاڪن کي پهرين پاڻ ۾ متحد ٿي امن قائم ڪري، ترقيءَ ڪرڻ بعد دنيا جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پوندي.

هن وقت دنيا ٻن گروهن ۾ ورهايل آهي.

1) هڪ مغربي دنيا جو گروهه آهي، جنهن کي پنهنجي تهذيب، تمدن ۽ فلسفه حيات، مفاد ۽ طريقه ڪار آهن.

2) مشرقي دنيا جو گروهه آهي، جو هن وقت جيتوڻيڪ پٺتي پيل آهي، پر سندس ماضي شاندار رهيو آهي. ڪيس جدا فلسفه حيات، ڪلچر، مفاد ۽ طريقه ڪار آهن.

هن وقت ٻئي مختلف ۽ متضاد ڏسڻ ۾ پيا اچن. يعني هڪڙن روحانيت طرف زياده توجهه ڏيئي، ظاهري زندگيءَ کي پوئتي اڇلائي ڇڏيو آهي. ٻين

ظاهر جي ترقيءَ تي ايترو توجهه ڏنو آهي، جو باوجود دنياوي ترقيءَ جي بنيادي مقصد، اتحاد ۽ امن حاصل ڪري نہ سگهيا آهن.

گهڻي وقت کان اهل فڪر اها تمنا ظاهر ڪندا آيا آهن تہ ڪهڙيءَ طرح ٻنهي تهذيبن کي ملائي هڪ ڪجي. انهن مختلف خيالن ۽ عملن جي ماڻهن کي ملائڻ لاءِ خاص ماحول ۽ تاريخي روايات موجب نهيل سنڌي قوم زياده موزون آهي. بشرطيڪ اها آزاد ٿي، ترقي ڪري، پنهنجي مشن پوري ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري.

اهو هي ئي ملڪ هو، جتي مختلف مذهبن جا پوئلڳ، بقائي باهمي جي بنياد تي هڪ ٻين کي نزديڪ آيا. وحدت مذهب جو فلسفو هتي سرجيو ۽ بار آور ٿيو. تنهن ڪري سنڌوديش جي ماڻهن کي آزادي حاصل ڪرڻ بعد مشرق ۽ مغرب جي فلسفن ۽ تهذيبن کي نزديڪ آڻڻ جي مشن پوري ڪرڻي آهي.

سنڌوديش کي ماضيءَ کان هينيون روايتون ورثي ۾ مليل آهن.

1) مذهبي رواداري.
2) قومي غيرت.
3) محبت.
4) بقائي باهمي.
5) مهمان نوازي.
6) عدم تشدد جو مادو.
7) لاڪوفيت.

دنيا هن وقت مختلف اختلافن جو آماجگاهہ بني پئي آهي، جنهن ڪري ماڻهن ۾ نہ اتحاد پيدا ٿي سگهيو آهي، نہ امن قائم ٿيو آهي. انهن جهڳڙن جي ڪري ماڻهن جي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي آهي.

ماڻهن جي اتحاد جي راهہ ۾ رڪاوٽون هينين مختلف ڪارڻن ڪري پيون آهن.

1) دهريت (مٽيريلزم) ۽ روحانيت (آئيڊيلزم) جو اختلاف.
2) جمهوريت ۽ آمرانہ نظام حڪومت جو اختلاف.
3) نيشنلزم ۽ نظرياتي سامراج جو اختلاف.
4) اشتراڪيت ۽ سرمائيداري جو اختلاف.
5) تشدد ۽ عدم تشدد جو اختلاف.

بهتر آهي تہ انهن نظرين جي مختصر تشريح ڪري، ان جي باهمي اختلافن تي روشني وجهجي.

## 1. ڌهريت ۽ روحانيت

(الف) ڌهريت (مٽيريلزم): هن نظرئي موجب مادي کي زندگيءَ (روح) تي اهميت ڏني وڃي ٿي. ان ڪري مادي کي درجي اول جي حيثيت ڏيئي، روح (مائينڊ) کي ثانوي درجو ڏنو وڃي ٿو. انهيءَ نقطه نگاهه کان روح مادي جي مختلف عنصرن جي باهمي عمل جي پيداوار آهي. ان ڪري جڏهن بہ مادي جي فعاليت يا قائم باالذات تحرڪ بند ٿئي ٿو يا ان ۾ رڪاوٽ پوي ٿي. تہ زندگي ختم ٿيو وڃي. هن نظرئي جي معتقدن جي شخصي روح جي جداگانہ هستي ۽ تسلسل ۾ اعتماد نہ آهي. انهيءَ نظرئي جي مڃڻ بعد مذهبن جا جملي اعتقاد جهڙوڪ حيات بعدالممات، تناسخ، (جوڻ)، سزا ۽ جزا، بهشت ۽ دوزخ، ڪائنات جو مقصد پارتا سان پيد اٿيڻ ۽ انهن جي پيدا ڪندڙ، هلائيندڙ طاقت (خدا) ۾ اعتماد رکڻ جا سڀ عقيد ختم ٿيو وڃن. جنهن ڪري ان جي معتقدن جو سارو زور هن دنيا جي زندگيءَ بهتر بنائڻ ۽ هر ڳالهہ جو فيصلو عقل ۽ تجربي جي بنياد تي ڪرڻ طرف رهي ٿو.

### (ب) روحانيت (آئيڊيلزم):

هن نظرئي مطابق روح کي اصل شيءِ ڪري ورتو وڃي ٿو. ان ۾ مادي کي ثانوي حيثيت ڏني وڃي ٿي. انهيءَ جي مڃيندڙن مان ڪي تہ مورڳو مادي جي جدا هستيءَ کان انڪار ڪري، ان کي صفت يا مايا سان تشبيهہ ڏين ٿا. انهن جي نقطہ نگاهہ کان روح ذات ۽ مادو صفات آهي. روح ابدي (آدي) ۽ ازلي (جڳادي) آهي ۽ مادو فاني ۽ تبديل ٿيندڙ آهي.

انهيءَ نظرئي جي بنياد تي جملي مذهب وجود ۾ آيا اهن. خدا، حيات بعدالممات، اواگون (تناسخ)، جزا ۽ سزا، ڪرم جو قل، بهشت ۽ دوزخ ۽ مذهبن جا بيا جملي عقيدا ناهيا ويا آهن. ان نظرئي جي آخري نتيجي طور هرهڪ ماڻهو سندس عملن لاءِ جوابدار هو. تنهنڪري گهٽي ڀاڳي هو شخص آزاد هو. جيئن تہ ڪي ماڻهو محنتي، لياقت وارا ۽ مضبوط ٿين ٿا، ۽ ڪي سست، ڪند فهم (ڏڏ) ۽ ڪمزور آهن. تنهنڪري ٻنهي ڌرين جي کليل مقابلي ۾ ڪي ماڻهو ملڪيت، پيسي ۽ اقتدار جا مالڪ بنجيو وڃن ۽ ڪي محڪوم، مفلس ۽ نادار ٿيو پون.

جنهن صورت ۾ هن نظرئي موجب بنيادي طرح کليل مقابلو روا آهي، تہ ان جي آڌار تي پيد اڪيل طبقاتي ۽ مستقل مفاد تسليم ڪري، مذهبي قانون اهڙيءَ طرح بنايا ويا آهن، جو شخصي ملڪيت ذريعا پيداور ۽ ورهاست کي هٿ لائڻ يا دست اندازي ڪرڻ جي هڪ حد تائين منع هئي. نتيجي ۾ ڪي ڪروڙ روپين، هزارين ايڪڙن، ڪثير تعداد جاين، ڪارخانن ۽ ڪيترين زالن

جا املاڪ بنجيو وڃن تہ ڪي بہ زر، بہ اڃهي، مزدور ۽ ڇڙا چاند رهجيو وڃن.

اهڙي نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ مذهبي قانون مخالفت ڪن ٿا. بلڪ ڪي تہ ان کي ڪرم جو ڦل يا قسمت جو نتيجو سمجهن ٿا. ازانسواءِ مذهب فوق العقل اختياريءَ تي مدار رکي، گهٽيءَ حد تائين عمل ۽ تجربي مان حاصل ڪيل معلومات کي ثانوي حيثيت بخشي ٿو. انهن نظرين جي بنياد تي جي جماعتون نهن ٿيون، جي بين الاقوامي حيثيت رکڻ ڪري، مختلف قومن جي مستقل مفاد جهڙوڪ وطن، ڪلچر، اقتصادي مفاد ۽ زبانن کي نقصان پهچائين ٿيون. اهي بيئي ذهني سامراج آهن، جي سندن نظرين ۾ انسانذات جو ڀلو ڏسي، سيني ماڻهن کي زوريءَ يا تبليغ ذريعي سندن جماعتي نظام ۾ آڻڻ گهرن ٿا. جن مان فطري طرح مترلف ملڪن ۾ پيدا ٿيل قومن جي مختلف ورثن جهڙوڪ شخصي عقيدن، سماجي زندگيءَ جي طور طريقن، قومي ڪردار ۽ آرٽ (ادب ۽ فنون لطيفہ) جي جدا وجودن کي ختم ڪري، ڪن نظرياتي قالبن ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. تنهنڪري انهن جي انتهائي حالت ۾ قومن ۽ ان جي ڪلچرن کي نظرين جي بنياد تي ٺهيل جماعتن مان نقصان پهچڻ جو انديشو آهي.

دهريت ۽ روحانيت پنهنجي پنهنجي انتهائي درجي تي نہ رڳو پنهنجي باهمي تصادم جي صورت ۾، پر پنهنجي انفرادي عمل جي دائري ۾ پڻ ماڻهن ۾ اتحاد آڻڻ جي عيوض اختلاف پيدا ڪن ٿا.

انسانذات جي انهيءَ ۽ بنيادي فڪري، سماجي مسئلي جي حل لاءِ اهل سنڌ وحدت الوجود (ويدانيت) جي نقطہ نگاهہ کان انهن ٻنهي نظرين کي هڪٻئي جو رد نٿا سمجهن، بلڪ انهن کي هڪ شيءِ جا ٻہ پهلو قرار ڏيئي، ٿيسز، ائنٽي ٿيسز ۽ سنٿيسز جي اصول تي انهن جي يڪجا ٿيڻ يا سهمت ٿين کي ممڪن سمجهن ٿا. انهيءَ واسطي دنيا جڏهن دوئيءَ ۾ قائل آهي، تہ ان کي هڪ اهڙي نظرئي جي ضرورت آهي، جو باوجود اختلافن جي بقائي باهميءَ جي آڌار تي گڏجي، گڏيل مفاد لاءِ ڪيس ڪم ڪرڻ سيکاري.

### (2) جمهوريت ۽ آمريت (آپيشاني)

#### (الف) جمهوريت (ڊيموڪريسي):

ان نظرئي کي ڪونجي ٿو، جنهن موجب قوم جي افراد جي مساوي حيثيت تسليم ڪجي ٿي. ملڪ جي هر عاقل بالغ ماڻهوءَ کي ملڪ جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي معاملن لاءِ آزادانہ راءِ سان عيوضي چونڊي، انهن جي معرفت پنهنجي عام گڏيل مرضيءَ مطابق حڪومت قائم ڪرڻ ۽ هلائڻ جو حق ڏنو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري هر فرد کي آزادانہ تقرير، تحرير ۽ جماعت سازيءَ

جو حق ڏنو وڃي ٿو. البت پنتي پيل ملڪن ۾ جتي ڪثرت تعداد ماڻهن جو اڻ پڙهيل ۽ سياسي شعور نه رکندڙ، غريب ۽ غير منظم آهي، اتي ابتدا ۾ هوشيار، پيسي وارا ۽ متانهين طبقي جا ماڻهو عوام کي برغلائي، هوشيار، پيسي وارا ۽ متانهين طبقي جا ماڻهو عوام کي برغلائي، طاقت پنهنجي قبضي ۾ رکن ٿا. ليڪن بنيادي طرح جمهوريت جي اصول مڃڻ ڪري ۽ بالغ راءِ دهيءَ جي استعمال ۾ رهڻ ڪري، آهستي آهستي ماڻهن ۾ سياسي شعور پيدا ٿيو وڃي ۽ ڪليل مقابلي ۾ نيٺ عوام سندن حقن حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو وڃن. قوم پرستي ۽ جمهوريت لازم ملزوم ڳالهيون اهن. جمهوري جي بنيادي اصولن مطابق نه صرف افراد جي حقن کي قبوليو وڃي ٿو، پر هر قوم جي حق خوداراديءَ جو حق پڻ تسليم ڪيو وڃي ٿو.

**(ب) آمريت (ڊڪٽيٽرشپ):**

هن نظرئي جو بنياد فسطائي نقطه نگاهه تي رکيو ويو آهي، جنهن مطابق ماڻهن کي لائق ۽ اڻ لائق، مضبوط ۽ ڪمزور، سڌريل ۽ اڻ سڌريل گروهن ۾ ورهائي، پهرئين گروهه کي حڪومت، بزرگي ۽ رهبريءَ جو اصل ڄاڻي، اقتدار ۾ آندو وڃي ٿو. نتيجو اهو ٿو نڪري ته مذهب، حڪومت، علم ۽ عقل ۾ چند ماڻهو پاڻ کي علمبردار مقرر ڪري، عوام کي پنهنجن عيوضين جي چونڊ ڪري ڪاروبار هلائڻ کان محروم ڪن ٿا. ان لاءِ آزادانه تقرير، تحرير ۽ جماعت سازيءَ تي پابنديون وڌيون وڃن ٿيون. هر اختلاف راض کي ملڪ ۾ انتشار ڦهلائڻ جي الزام ۾ برداشت نٿو ڪيو وڃي. هنن جي نقطه نگاهه موجب صرف لائق ۽ مضبوط شيون، زندگيءَ جي بقا جي وڙهه ۾ ڪامياب ٿين ٿيون، بيون سڀ فنا ٿيڻ واريون آهن. تنهنڪر لائق افراد يا لائق قومون ئي حڪومت هلائڻ جي لائق سمجهيون وڃن ٿيون، انهن جي راءِ صحيح ۽ بي عيب هئي.

انهن خيالن مطابق ڪي طاقتور، هوشيار ۽ جنگجو شخص يا گروهه زور زبردستيءَ سان حڪومت تي قبضو ڪري، ان کي سندن مستقل مفاد لاءِ هلائين ٿا. ان مان عارضيءَ طرح سختي ۽ تشدد ڪري مخالف راءِ دٻجيو وڃي ۽ ماڻهن ۾ جمود پيدا ٿيڻ ڪري، عوام ملڪي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ ڇڏيو ڏين. ڊڪٽيٽر جو لفظ سند ڪري مڃيو وڃي ٿو ۽ مڃڻو پوي ٿو. ڊڪٽيٽرن جي چوڌاري خوشامدڙين ۽ جي حضورين جو هجوم گڏ ٿيو وڃي. آزاد خيال ۽ ايماندار ماڻهن کي نزديڪ اچڻ کان رڪاوٽ بنجيو وڃي، جنهنڪري اقتدار جا صاحب صحيح صلاح مشوري کان محروم ٿيو وڃن. انهن کان پوءِ غلطيون سرزد ٿيڻ لڳن ٿيون. ڪامورن جي بيگهي مڃيو وڃي. هر نڪته چينيءَ کي ناپسنديءَ جي نگاهه سان ڏنو وڃي ٿو. ظاهري مخالفت گهٽجيو وڃي. اندروني

طرح ناراضگي وڌڻ لڳي ٿي. آئيني طريقن سان اختلاف ڪرڻ جي اجازت نہ هئڻ ڪري مخفي سازشون شروع ٿين ٿيون. اهي ڳالهيون ملڪ کي خانہ جنگيءَ ڏي ڌڪين ٿيون.

انهن ٻنهي نظرين جمهوريت ۽ آمريت جي انتهاپسنديءَ ڪري، ٻنهي مان ڪو فائدو حاصل نٿو ٿئي. مغربي ملڪن مان جن ملڪن ۾ قديم زماني کان جمهوريت جو رواج آهي، تہ بہ اُتي اجا تائين ڪي تمام غريب ۽ ڪي شاهوڪار آهن. عام ماڻهن جو معيار زندگي درست ٿي نہ سگهيو آهي. اڪثري جمهوريت وارا ملڪ سرمائيداريءَ طرف وڌي ويا آهن. ٻئي طرف آمرانہ حڪومت باوجود ڪن خوبين جي، متي ذڪر ڪيل خرابين جو باعث بنجيو پوي. ان ڪري انهن ٻنهي سرشتن جي امتزاج سان ڪو خاطرخواهہ حل ڳولڻو پوندو. منهنجي نظر ۾ سنڌ اهڙي تجربي لاءِ بهترين ملڪ آهي.

### (1) نيشنلزم (قوم پرستي) ۽ امپيريلزم (سامراج)

اڄڪلهہ نيشنلزم دنيا ۾ مقبول عام نظريو آهي. هر قوم ان ۾ اعتماد رکي، پنهنجي ترقيءَ لاءِ ڪوشان نظر اچي ٿي. نيشنلزم جا دنيا ۾ ڪيترائي تخيل مختلف زبانن ۾ مروج رهيا آهن. جهڙوڪ: نسلي قوم، شهري قوم، سامراجي قوم، مذهبي قوم. ليڪن هن دور ۾ جنهن نيشنلزم جو دنيا ۾ سڪو چالو آهي، تنهن جو بنياد وطن، زبان، ڪلچر، قومي ڪردار، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي اصولن تي ٻڌل آهي.

هن وقت اهڙين قومن جو اقوام متحده ۾ تعداد 135 آهي. نيشنلزم جو آوا زهن وقت نهايت طاقتور آهي. ان ذريعي ملڪن جي آزادي، ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ گهڻو ڪجهہ ٿي رهيو آهي. ليڪن ان جي صحيح طور واڌاري جي راهہ ۾ هينيون رڪاوٽون پيل آهن. ان جي دور ڪرڻ لاءِ اقوام متحده يا انسانذات طرفان ڪو خاطر خواهہ انتظام نہ ڪيو ويو تہ مستقبل ۾ دنيا جي امن کي خطرو آهي.

#### (ب) اگريسو نيشنلزم (اڳرائيءَ واري قوم پرستي)

اهو ان قسم جو رويو آهي، جو جرمني، اٽلي ۽ جپان هڪ وقت اختيار ڪيو هو، اڄڪلهہ اسرائيل، سائوٿ آفريقا ۽ مهاجر پنجابي سامراج اختيار ڪري رهيا آهن .

#### (ب) مذهبي نيشنلزم

ان جو اظهار پاڪستان ۽ اسرائيل ۾ حڪمران طبقو ڪري رهيو آهي، جنهن جي زور وٺڻ ڪري، ننڍين ۽ ڪمزور قومن جي مفاد ۽ وجود کي هڪ طرف نقصان جو انديشو آهي، تہ ٻئي طرف ڪٽرپڻي، تعصب ۽ نفرت پيدا ٿيڻ جو انديشو آهي.

### (ت)سفيد رنگ جو نيشنلزم

ان جو اظهار سفيد قوم جي چند گروهن طرفان ٿي رهيو آهي، جهڙوڪ: سائوٿ آفريقا، پورچوگال، روڊيشيا ۽ ڪي آمريڪا جا گروهه نسل ۽ رنگ جي بنياد تي نفرت ۽ نفاق پيدا ڪري رهيا آهن.

### (ث)ڪثرت تعداد جو نيشنلزم

ان جو اظهار چند ڪثرت تعداد قومن طرفا ٿي رهيو آهي. جهڙوڪ: ڪئناڊا ۾ انگريزن جو فرينچن مٿان، پاڪستان ۾ پنجابين جو سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان مٿان، آمريڪا ۽ چين جو ننڍين قومن سان رويو.

### (ج)ترقي يافته ملڪن جو نيشنلزم

هن وقت دنيا جون قومون ٻن گروهن ۾ ورهايل آهن. هڪڙيون ترقي يافته، ٻيون پنتي پيل ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشان (ترقي پذير) قومون آهن. ايشيا، افريقا، لئٽن آمريڪا جون اڪثر قومون پوئين گروهه ۾ شامل آهن. پهرئين گروهه وارا تعليم، هنر، سائنس، واپار ۽ پيسي ۾ ترقي ڪرڻ سبب شاهوڪار آهن. ۽ پوئين گروهه وارا غريب آهن. مساويانه حيثيت اختيار ڪرڻ جو، ترقي يافته قومن جي موجوده پاليسي ڪري، ظاهر ڪو امڪان نظر نٿو اچي جي اها حالت گهڻو وقت قائم رهي ته اها بدامنيءَ جو باعث بنبي.

## امپريلزم (سامراج)

سامراج جي معنيٰ اها آهي ته وڏيون طاقتور ۽ ترقي يافته قومون يا ملڪ ۽ حڪومتون ننڍين، ڪمزور پنتي پيل قومن ۽ ملڪن ڪي سندن سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل ۾ لساني غلبي لاءِ ڪتب آڻين ٿيون. هن وقت سامراج جا اڳيان طريقا سواءِ چند حالتن جي گهٽيا وڃن ٿا. پر اجا به ڪي ملڪ آهن، جن اقوام متحده جي ٺهرائن يا عام راءِ جي خلاف بينڪو رکيو وينا آهن. جهڙوڪ: سائوٿ آفريقا، روڊيشيا، پاڪستان جا پنجابي، پروارين ننڍين قومن ڪي ڪالونيون بنايو پيا هلن.

پر سامراجي قومن اجوڪي دور ۾ وري نيون صورتون اختيار ڪيون آهن. جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ڪي طاقتور قومون ننڍين ۽ پوئتي پيل قومن ڪي پنهنجي زير اثر آڻڻ لاءِ اقتصادي ۽ فوجي مدد جي ذريعا استعمال ڪن ٿيون.

(2) ڪي طاقتون فسطائي نظرئي موجب ٻين ڪي اڻ لائق سمجهي، پاڻ ڪي خود ساخته ۽ محافظ مقرر ڪري، ننڍين ۽ ڪمزور قوتن ڪي تسلط هيٺ رکن ٿيون.

(3) ڪي ڪميونزم کي نجات انسانيءَ جو ڪارڻ سمجهي ان جي اثر هيٺ ٻين قومن کي مختلف طريقن سان آڻڻ ضروري ڄاڻن ٿيون، جن مان هڪ طريقو خوني انقلاب جو آهي.

(4) ڪن قومن جي مکيه گروهن، سندن مذهبن تي ديني ۽ دنيوي ڄاڻي، انهن جي اثر هيٺ ٻين قومن، فرقن ۽ حڪومت کي آڻڻ، پنهنجو مطمح نگاهه بڻايو آهي.

(5) ڪٿي هڪ حڪومت ۾ وڏا ۽ ترقي يافته، چونڊيل ۽ ليڊرشپ جو لائق ڄاڻي، غير سفيد قومن ۽ ماڻهن کي زبردست رکڻ جائز ڄاتو آهي.

(6) ڪٿي هڪ حڪومت ۾ وڏا ۽ ترقي يافته حصا، پنهنجي پيل حصن (قومن) جي سياسي آزادي، اقتصادي مفاد، ڪلچرل ترقي ۽ زبان جي واڌاري ۾ رڪاوٽون وجهي، انهن کي پنهنجي مستقل مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ صحيح ٿا سمجهن.

سامراج جي مٿي ذڪر ڪيل سيني قسمن جو بنياد فسطائي نظرين، خود مطلبيءَ، طاقت، لياقت، زور زبردستيءَ ۽ ڌوڪيبازيءَ تي رهي ٿو. جنهن مان نندين ۽ پنهنجي پيل قومن ۾ ناراضگي پيدا ٿي، بدامنيءَ جو باعث بڻجي ٿي.

گذريل ٻه مهاڀاري لڙايون ان جو ڪارڻ هيون. ان جي سدباب لاءِ اقوام متحده قائم ڪئي ويئي آهي. ليڪن هينئين سببن ڪري اهي ان جي دور ڪرائڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهي آهي:

1) اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل تي پنجن قومن کي دائمي جايون مليل آهن، جن مان هرهڪ کي، ڪنهن به تجويز کي رد ڪرڻ لاءِ ويٽو جو اختيار مليل آهي.

2) اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ امريڪا ۽ روس جهڙين وڏين طاقتن کي به هڪ ووٽ جو حق آهي، ته قطر ۽ اسرائيل جهڙن ننڍن ملڪن کي به هڪ ووٽ جو اختيار آهي.

3) جيستائين انهن ننڍن ملڪن وڏين طاقتن جي سياسي گروهن ۾ رهي، سندن مرضيءَ مطابق ووٽ ڏنو ٿي، ته وڏين طاقتن ڪجهيو ڪونه ٿي. هاڻ جڏهن ايشيا ۽ افريقا جي ملڪن مان ڪن گڏجي، آزاديءَ سان ووٽ ڏيڻ شروع ڪيو آهي، ته وڏين طاقتن اقوام متحد جي نهرائن کي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح بيڪار بڻائڻ شروع ڪيو آهي. جهڙوڪ سائوٿ آفريقا، پورچوگال، روڊيشيا، اسرائيل وغيره جي معاملن ۾.

4) اقوام متحده کي ڪميونسٽ بلاڪ ۽ مغربي سامراجي بلاڪ، سندن پروپيگنڊا لاءِ سياسي شطرنج ڪٽي بڻايو آهي. ان ڪري ايشيا، افريقا، سائوٿ امريڪا جي ڪيترن ملڪن ۾ ان جي وقعت گهٽجي ويئي آهي.

5) اقوام متحده کي سنڌس نهرائن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ ڪابه اختياري نہ آهي.

6) اقوام متحده سامراجي سازشن، جنگي تيارين، خوفناڪ هٿيار ناهڻ جي گهٽتائيءَ ۽ ننڍين قومن جي آزاديءَ، دادرسيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ خاطر خواهہ انتظام نہ ڪري سگهي آهي.

انهن حالتن مان ائين ڏسڻ ۾ پيو اچي تہ اقوام متحدا کي مٿين ذڪر ڪيل خامين کان آجي ڪرائڻ لاءِ بہ ڪوشش ڪرڻي پوندي. سنڌوديش آزاديءَ بعد انهيءَ ڏس ۾ چڱو ڪم ڪري سگهي ٿو.

## (1) ڪميونزم (اشتراڪيت) ۽ ڪئپيٽلزم (سرمائيداري):

### (الف) ڪميونزم (اشتراڪيت):

هن نظرئي مطابق جملي ملڪيت، پيداوار ۽ ورهاست جا ذريعا ۽ پيسو حڪومت جي هٿ هيٺ آندا وڃن ٿا، جا عوام جي فائدي لاءِ ان کي منصوبن مطابق ڪتب آڻي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ هونئن جو شخصن ۽ طبقن جي چڙواڳ استحصال سبب مخصوص طبقي کان سواءِ عوام مسڪين ۽ محتاج ٿيو پون، سو نٿو ٿئي. هن نظرئي وارن کي مذهب جي پوئلڳي وانگر اهو ويساهہ ويهي ويو آهي تہ جملي انسان ذات جي دنيوي نجات، سندن نظرئي جي دنيا تي تسلط ٿيڻ جي وسيلي حاصل ٿيڻ واري آهي. ان ڪري خوشيءَ سان يا زور سان دنيا تي ان نظرئي کي مڙهڻ ضروري آهي. مذهب ۽ ڪميونزم جي وچ ۾ تفاوت صرف هيءَ آهي تہ پهرئين جو مدار زياده تر فوق العقل اختياريءَ تي رهي ٿو، ۽ پوئين جو مدار تاريخي ارتقا جي تجزئي ۽ عقل تي رهي ٿو. ليڪن ٻئي سندن عالمگير صداقت جا قائل آهن.

### (ب) ڪئپيٽلزم (سرمائيداري):

هن نظرئي جو بنياد هر شخص جي بنيادي آزاديءَ تي ٻڌو وڃي ٿو، جو اصل ۾ مذهبي نظرئي جي پيداوار آهي. ان مطابق هر ماڻهو پنهنجي عملن لاءِ جوابدار آهي. تنهن ڪري ڪيس ملڪيت گڏ ڪرڻ، پيدائش ۽ ورهاست جي ذريعن کي پنهنجي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ، پيسي ذريعي ڪمائي ڪرڻ جو حق رهي ٿو. ان واسطي هنن مذهبي ۽ فلسفيانہ جواز ڳولي ڪڍيا آهن. ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ ماڻهن جو گهڻو حصو غريب، بي گهر، بيمار ۽ محتاج رهي ٿو، ۽ ڪي گروهہ ۽ طبقا ساري ملڪيت، پيدائش ۽ ورهاست جي ذريعن ۽ پيسي جا مالڪ بنجي رنگ رليون ڪندا وتن ٿا.

## (5) تشدد ۽ عدم تشدد:

### (الف) تشدد:

هن نظرئي جي حامين جو مدار بقائي اصلح جي فلسفي جي آذار تي رکيو وڃي ٿو. جنهن مطابق هر طاقتور ۽ صالح شيءِ يا قوم قائم رهي ٿي ۽ ڪمزور ۽ ناصالح شيءِ ۽ قوم فنا ٿيو وڃي.

اڄڪلهه دنيا جي گهڻن قومن يا حڪومتن جو انهيءَ نظرئي ۾ ويساهه هئڻ ڪري، سيڪا قوم پاڻ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ زراعت، واپار، پيسي، انڊسٽريز وغيره ذريعي ٻين تي سبقت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. ان ڪري باهمي مقابلو جاري آهي. جنهن جي نتيجي ۾ جنگيون، واپاري چٽاپيٽيون، هنري برتريءَ وغيره ۾ مقابلا جاري آهن. هڪ طرف ائٽم بم، راڪيٽون، ميزائيل آهن ۽ جنگي ساز سامان ۾ اضافو ڪري رهيا آهن، ته ٻي طرف هنرن ۽ ٻي پيداوار وڌائڻ لاءِ مقابلو ڪري آهي ان ڪري ملڪ جو گهڻو پيسو ۽ وقت پاڻ بچاءَ يا برتريءَ جي ڪمن لاءِ ضايع ٿيو وڃي ۽ ملڪن جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جو ڪم رڪجيو وڃي.

### (ب) عدم تشدد):

هن نظرئي جي قائلن جو بنياد بقائي باهميءَ ۽ باهمي تعاون جي اصولن تي رکيو وڃي ٿو. ان نظرئي جا روحاني ۽ ذهنيءَ طرح ترقي يافته ارواح ئي حامي ٿين ٿا. ان ڪري ان جا پوئلڳ تمام ٿورا آهن. هاڻ وقت ايندو وڃي ٿو ته ماڻهو تشدد جي نقصانن کان واقف ٿي، بقائي باهميءَ جي اصولن ۾ مڃي، باهمي تعاون ذريعي ترقيءَ طرف مائل ٿين، ان طرح جنگين کان بچي، ماڻهن جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جو انتظام ٿي سگهندو.

مٿي ذڪر ڪيل نظرين ڪري پيدا ٿيل مشڪلاتن سبب انسان ذات اهڙي دوراهي تي اچي پهتي آهي، جنهن مان ته ڪو خاطر خواهه حل باهمي سمجهوتي سان ڳولي، هن وقت تائين پيدا ڪيل تهذيب ۽ تمدن کي بچائي ۽ انهن کي ترقي وٺائي، زندگيءَ جي مکيه مقصدن، انساني اتحاد، عالمي امن ۽ ترقي انسانيءَ ڏي هلي، منزل مقصود تي ماڻهو پهچن. يا باهمي شڪ شبهن، نفرت ۽ نفاق ۽ تشدد جي ذريعي معاملن کي فيصل ڪرڻ ۾ قاسي، انسان ذات جي تباهيءَ ۽ تنزل جو ڪارڻ بنجن.

انهن مسئلن جي حل ڪرڻ واسطي دنيا کي اهڙي فلسفه حيات ۽ ڪلچر جي ضرورت آهي، جو سندن صحيح رهبري ڪري سگهي. انهيءَ ڪسوٽيءَ جي بنياد تي دنيا جي مختلف ڪلچرل ۽ فلسفن کي پرکڻو آهي. جي ڪلچر ۽ فسلفا انهيءَ ڪسوٽيءَ تي نهڪي آيا، سي بين الاقوامي ڪلچر ۽ فلسفه حيات لاءِ پيٽي ۽ تاجيءَ جو ڪم ڏيئي سگهندا. ٻيا ڪلچر ۽ فلسفه باوجود سندن وڏين

دعوائن، مختلف، جانفروشي ۽ وسائل جي تاريخي سيلاب جي وهڪري ۾ لڙهي ختم ٿي ويندا.

هاڻ ڏسڻ آهي تہ اسان جي سنڌي ڪلچر ۽ فلسفہ حيات ۾ ڪي اهڙا جزا آهن جي مختلف نظرين جي تصادم، انسان ذات ۾ موجوده شبهن، نفرت ۽ نفاق کي دور ڪرائڻ لاءِ رهبري ڪري سهگن.

آءٌ ان مسئلي تي غور ڪرڻ بعد هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ سنڌوديش جي آزاديءَ بعد سنڌين کي جي قومي ورثا مليل آهن، انهن جي آڌار تي، اسان انهيءَ تضاد جي حل ڳولهي لهڻ ۾ ڪارآمد ٿي سگهنداسون.

## وحدت مذاهب جو نظريو:

دنيا ۾ هن وقت ڪيترائي مذهب مروج آهن، جن مان وري هرهڪ مذهب ۾ ڪيترا فرقا پيدا ٿي پيا آهن. جنجي ڪري مذهبن جا بنيادي مقصد اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم ۽ روحاني تڪميل فوت ٿيو وڃن.

هتي سنڌ ۾ قديم وقت کان ڪيترن مذهبن جا پوئلڳ پئي رهيا آهن، جن کي بقائي باهميءَ جي آڌار تي، انهن کي مذهبن جي بنيادي مقصد ڳولي لهڻ لاءِ، سنڌ درويشن پيغام ڏنا آهن، جن تي عمل ڪرڻ سان نہ رڳو مختلف مذهبن جي وچ مان اختلاف گهٽجي سگهن ٿا، پر انهن جا پوئلڳ پنهنجن اعتقادن تي قائم رهندي، باهمي تعاون سان اتحاد ۽ امن پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم سرانجام ڏيئي سگهن ٿا.

انهيءَ ڏس ۾ هنن کي مکيہ اصول پيش ڪيا آهن:

1) وحدت الوجود (ويدانيت)
2) محبت (پريم)
3) رواداري (Talerance)
4) لاڪوفيت (Non Alliance)
5) خود شناسي

بهتر آهي تہ انهيءَ سلسلي ۾ درويشن جي هر هڪ پيش ڪيل اصول جي مختصر تشريح ڪجي:

## (1) وحدت الوجود (ويدانيت)

زندگيءَ جي بنيادي مسئلن کي سمجهڻ لاءِ بہ مکيہ فسلفا ايجاد ڪيا ويا آهن، جن ۾ هڪ فلسفو وحدت الشهود آهي، ٻيو وحدت الوجود آهي.

### (الف) فلسفہ وحدت الشهود

هن جو ٻيو نالو مسلمانن وٽ همہ اوست جو نظريو آهي. هن مطابق اگرچ جملي هستيءَ جو بنياد وجود ڪُل آهي، ليڪن پيدا ٿيڻ بعد مادي دنيا پنهنجي

جدا هستي رکي ٿي. انهيءَ نظرئي ڪري هر شئي جا ٻه پهلو آهن. هڪ طرف روح آهي، ته ٻئي طرف مادو آهي. سچ آهي، ته ڪوڙ به آهي. نور آهي، ته اونده به آهي.

ان فلسفي اصل ۾ ايران ۾ تقويت ورتي. زراشٽر جي تشريح مطابق جملي هستي ٻن گروهن ۾ ورهايل هئي، جن جون مکيه ڪارڪن طاقتون ٻه هيون: اهرمزد ۽ اهرمن. هڪ ملڪوتي طاقت، جا غير طرف مائل هئي، ٻي شيطاني طاقت، جا شر پيدا ڪندڙ هئي. انهن ٻنهي جي وچ ۾ تصادم هلندڙ هو. انهيءَ مقابلي ۾ زندگيءَ جي تازگي ۽ روانيءَ جو راز لڪل هو. موجوده قسم جا اختلاف جهڙوڪ: 1- نيشنلزم ۽ نظرياتي سامراج، 2- جمهوريت ۽ آمر ان نظام حڪومت، 3- اشتراڪيت ۽ سرمائيداري، 4- تشدد ۽ عدم تشدد، سڀ اڻ سڌيءَ طرح انهيءَ دوئيءَ واري فلسفي جي شاخ آهي.

### (ب) فلسفہ وحدت الوجود (ويدانيت)

ان کي همہ اوست ۽ ويدانيت به سڏين ٿا. جنهن جو مطلب اهو آهي، ته جملي هستيءَ جو حقيقي بنياد هستي مطابق يا وجود ڪل آهي. ان کان سواءِ ٻي ڪا چيز عالم ۾ موجود نه آهي. جملي ڪائنات ان جي وجود پرتوي جو مظهر يا عڪس آهي، جنهن شئيءَ کي عالم صفات (مايا) ڪري سڏجي ٿو، ان کي ڪا جدا هستي نه آهي. جيئن ماڻهوءَ جو آئيني ۾ عڪس يا زمين تي پاچولو يا سڏ جو پڙاڏو ڪا جدا حيثيت نٿا رکن، ان وانگر صفات (مايا) به ڪا جدا حيثيت ڪانه ٿي رهي. بلڪ ذات حقيقيءَ تي مدار رکندڙ ۽ عڪس مثل آهي. ان نظرئي مطابق هر شيءِ ۾ جي ظاهري اختلاف ڏسجن ٿا، سي تصوير جو هڪ طرف تين ٿا. اهو فلسفو علم الڪثرت جي ظاهري اختلافن پويان هڪ لڪل يڪوجوديءَ جو راز کولي ٿو. اهو فلسلفو مذهبن جي اختلاف، حق ۽ ناحق، گناهه ۽ ثواب، روشنيءَ ۽ اونده جي ظاهري تفاوت تي، اهڙي قسم جي روشني وجهي ٿو، جنهن ڪري انهن جي صورت ئي بدلجيو وڃي. اهو مذهبن جي اختلافن کي دور ڪري ٿو. اهو ماڻهن ۾ محبت (پريم) پيدا ڪري ٿو. اهو بقائي باهمي (Co-existance) جو جذبو پيدا ڪري ٿو، ان ڪري باهمي تعاون (Cooperation) پيدا ٿئي ٿو، ان ڪري اتحاد انساني پيدا ٿي، امن عالم پکيڙڻ ۾ مدد ڪري ٿو، جنهن ڪري اسان ذات تخريب جي عيوض تعمير ۽ ترقيءَ ڏي راغب ٿئي ٿي.

### (2) محبت (پريم)

عالم دوئي (وحدت الشهود) ۾ ٻه شيون جدا صورت وٺن ٿيون. هڪ ڳنڍيندڙ طاقت آهي، ٻي جدا ڪندڙ آهي. ڳنڍيندڙ طاقت محبت آهي. محبت مذهب جو

روح آهي، محبت مان اتحاد پيدا ٿئي ٿو ۽ ان لاءِ ماحول پيدا ڪري ٿو. امن جو پيدا ٿيڻ انساني ترقيءَ لاءِ سرسي امر آهي.

هن وقت دنيا ۾ جي بـ اختلاف موجود آهن، تن جو ڪارڻ محبت جي عدم موجودگي آهي. محبت جو ضد نفرت آهي، جنهن ڪري نفاق پيدا ٿئي ٿو. محبت جي ڪري تشدد ۽ تسلط جا جذبا غائب ٿي وڃن ٿا. مساوات پيدا ٿئي ٿي. محبت ڪري شڪ شبها ۽ خوف خطرا نڪري وڃن ٿا. محبت ارتقا جي محرڪت آهي. نفرت تنزل ڏي وڏي ٿي، ڪشش ۽ محبت هڪ شيءِ آهن، ردعمل ۽ ڏڪار......آهن.

### (3) عدم تشدد (اهنسا)

انسان ۽ حيوان ۾ تفاوت اهو آهي تہ ماڻهو نفس اماوه (جبلتن Instincts) جي محڪومت هيٺ نٿو ٿئي. تشدد حيواني جبلتن جي محڪوميت هيٺ رهي ٿو. انهن مان تشدد، هنسا، زور زبردستي هڪ جبلت آهي، جا ماڻهن جي وچ ۾ نند وڌائي، فساد، استحصال ۽ نخوت (هٺ) جو باعث بڻجي ٿي.

اڄڪلهہ دنيا ۾ جي جنگيون، ظلم ۽ فساد ٿي رهيا آهن. انهن جو مکيہ ڪارڻ هنسا آهي. عدم تشدد جي عادت پوڻ ڪري، ماڻهو اڳرائيءَ کان پاسي رهي، باهمي سمجهوتي ۽ پراپڪاري جذبي سان معملا طئہ ڪري ٿو.

تشدد، جهنگل جو حيواني فائدو آهي.

تشدد، فساد ۽ جنگ جو باعث بنجي ٿو.

تشدد، محبت جو مانع آهي ۽ نفرت پيدا ڪري ٿو.

تشدد، امن جي عيوض بدامني پيدا ڪري ٿو.

تشدد، عقل جو دشمن آهي، عقل جي عدم موجودگيءَ ۾ اتحاد، امن ۽ ترقي حاصل ٿي نہ سگهندا.

### (4) رواداري (Talerance)

رواداريءَ جو ضد تعصب آهي.

تعصب خود مطلبيءَ ڪري پيدا ٿئي ٿو.

تعصب ڪري اتحاد جو رستو بند ٿي وڃي ٿو.

تعصب بخل پيدا ڪري، زندگيءَ کي تنگ نظريءَ ڏي ڇڪي ٿو.

جتي تعصب پير رکندو، اتي محبت لاءِ دروازو بند ٿي ويندو.

تعصب دل کي ڪٽر ڪري، ان کي حق شناسيءَ کان دور ڪري ٿو.

رواداري خودمطلبيءَ کي وڃائي، پراپڪاريءَ جو جذبو پيدا ڪري ٿي.

رواداريءَ ڪري ماڻهن ۾ باهمي تعاون جو احساس پيدا ٿئي ٿو.

رواداري سخاوت جو مادو پيدا ڪري، فراخدل بنائي ٿي.

رواداري محبت لاءِ ماحول پيدا ڪري ٿي.
رواداري تڏهن پيدا ٿيندي آهي، جڏهن ماڻهوءَ ۾ خودشناسيءَ جو گڻ پيدا ٿئي ٿو.
رواداري مختلف مذهبن جي اختلافن کي دور ڪري، بنيادي وحدت مذهب جي راهه جي ڏيکاري ٿي.
رواداري بقائي باهميءَ جي اصول جو پابند ڪري، اتحاد پيدا ڪرائي ٿي.
رواداري مختلف نظرين جا اختلاف دور، ڪري محبت جو پيش خيمو بنجي ٿي.

### (5) لاڪونيت (غير جانبداري)

غير جانبداري لفظ جي معنيٰ سمجهڻ ۾ پوري خبرداري اختيار ڪرڻي آهي. هينين حالتن ۾ غير جانبدار رهڻ ٺيڪ نه آهي:
هڪ طرف حق هجي، ٻئي طرف ناحق هجي.
هڪ طرف اهنسا ۽ انصاف هجي، ٻئي طرف ڏاڍ ۽ ظلم هجي.
هڪ طرف هدايت هجي، ٻئي طرف گمراهي هجي.
هڪ طرف آزادي هجي، ٻئي طرف غلامي هجي.
هڪ طرف محبت هجي، ٻئي طرف نفرت هجي.
اهڙيءَ حالت ۾ ماڻهن کي علي الاعلان ٻهرئين گروه جي طرفداري وٺي، حق ۽ انصاف جو پلو ڀاري ڪرڻو آهي.
پر غير جانبداري هينين حالتن ۾ اختيار ڪرڻي آهي.
جيڪڏهن ڪي طاقتون، سندن سامراجي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ پنهنجو پاڻ ۾ برسر پيڪار هجن.
جڏهن مختلف مذهبن جا علمبردار مذهب جي بنيادي وحدت ۽ دين فطرت جي قانون کان اڻ واقفيت ڪري، پنهنجي پنهنجي صداقت جي دعويٰ ڪري، پنهنجو پاڻ ۾ برسر پيڪار هجن ۽ انسانذات ۾ نفاق پيدا ڪرڻ جو باعث بنجندا هجن.
جڏهن ڪي ماڻهو پنهنجي پنهنجي نظرئي جي صداقت تي اصرار ڪري، هڪ ٻئي کي غلط سمجهي، پنهنجو پاڻ ۾ برسر پيڪار هجن ۽ عام بدامنيءَ جو باعث بنجن ٿا.
جڏهن ڪي افراد، قوتون ۽ قومون، سندن سائنسي ترقيءَ، پئسي جي فراواني، تعداد جي ڪثرت ۽ موتمار هٿيارن جي آڌار تي ٻين تي تسلط تي ڪوشان هجن، ۽ ان لاءِ پنهنجو پاڻ ۾ برسر پيڪار هجن، ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪن جو لالچ ڪري حامي ٿيڻ به غير جانبداريءَ جي جذبي جي خلاف آهي.

غير جانبداري صرف سياسي معاملن ۾ اختيار نہ ڪرڻي آهي، پر مذهبي ۽ نظرين جي سوالن تي بہ ماڻهو پاڻ کي ڪنهن مذهب يا نظرئي سان وابستہ رکي مقلد نہ بنائي.

حق ۽ صداقت محدود نہ آهي. تجربي ۽ علم جي وڌڻ ڪري انهن جا نوان راز معلوم ٿيڻ لڳن ٿا. جي ماڻهو لڪير جا فقير ٿي، هڪ وقت ۾ حاصل ڪيل معلومات يا اعتقادن سان چنبڙي پون ٿا. سي غير جانبدار سڏي نٿا سگهجن. غير جانبدار جي دل کُليل هوندي آهي، جا حقيقتن جي آڌار تي حاصل ٿيل معلومات مطابق بدلائڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي.

### (6) خود شناسي

ماڻهو روح ۽ مادي جو مرڪب آهي، تنهن ڪري ان کي ٻنهي عالمن جي شناخت ڪرڻ ضروري آهي. روح زندگيءَ جو محرڪ اهي. ان ۾ عقل ۽ عشق ذريعي هو ترقي ڪري، خودشناسيءَ يا ڪل ۾ جز جي سمائجڻ جو راز معلوم ڪري سگهجي ٿو. ٻئي طرف ماڻهوءَ کي اهو معلوم ڪرڻو آهي تہ فرد قوم جو جزو آهي ۽ قوم انسانذات جو حصو آهي. روحاني طرح ماڻهو مڪمل ٿي نٿو سگهي، جيستائين خدا کي نٿو سڃائي. مادي طرح مڪمل ٿيڻ جو راز فرد جي قوم ۾ ۽ قوم جو انسان ذات جي مفاد لاءِ ڪم ڪرڻ ۾ راز سمايل آهي. مادي ۽ روح جي تشدد کي هڪ ٻئي جي ضد جي منزل تي رهڻ کان ائين بچائِي سگهجي ٿو.

سنڌو ديش جي آزادي، پاڪستان جي دور حڪومت ۾ پيدا ٿيل هيٺين قسمن جي خامين ۽ خرابين کي دور ڪري سگهي ٿي.

1) تعصب
2) نفرت
3) سامراجي ذهنيت
4) غلط مذهبي خيالات
5) طبقاتي استحصال

بهتر آهي تہ انهن مان هر مسئلي تي، مختصر روشني وجهان:

### (1) تعصب

تعصب مذهبي ڪٽر پڻي کي سڏبو آهي. اهو علم جي گهٽتائي ۽ تنگيءَ ڪري پيدا ٿئي ٿو. پاڪستان، اوهان معلوم ڪري آيا هوندا تہ مذهب جي ڏوڪي هيٺ مستقل مفاد وجود ۾ آندو آهي. پهرين خيال هو تہ، اهو تعصب صرف هندن خلاف ڪتب ايندو، ليڪن بعد ۾ ائين ڏٺو ويو آهي تہ اهو وچڙندڙ بيماريءَ وانگر پاڪستان جي رهاڪن ۾ پکڙجي ويو آهي. نہ رڳو مسلمانن ۾

هندن خلاف تعصب پيدا ڪيو ويو، پر آهستي تي اهو پارت خلاف، صوبن خلاف، غير مسلم ليگين خلاف، سرڪار جي مخالفن خلاف، پاڪستان جي ننين صوبن جي اصل رهاڪن خلاف پکڙيو آهي. هاڻ تيندي تيندي، دليون دلين کان ڪٽجي ويون آهن.

### (2) نفرت

نفرت بيمار ذهن ۽ طبيعت جي پيداوار آهي. اها اهڙي وچڙندڙ بيماري آهي، جو هڪ دفعي پيدا ٿيڻ بعد ان جو نڪرڻ نهايت مشڪل آهي. ان جو لازمي نتيجو اختلاف، انتشار، فساد ۽ دشمني نمي ٿو. جنهن ملڪ ۾ اها پيدا ٿئي ٿي، اتي اتحاد، امن ۽ ترقي پيدا ٿي نہ سگهندا. اها ملڪ ۽ ماڻهن کي نچوڙي ٿئي ٿئي. ان ڪري انهن ۾ خانہ جنگي ۽ فساد پيدا ٿي، امن عامہ ۽ امن عالم ۾ رخنو پوي ٿو، جنهن ڪري انسان معاشرو تنزل جو شڪار ٿيو پوي.

### (3) سامراجي ذهنيت

سامراج جي معنيٰ آهي تہ چند مستقل مفاد طبقا، فسطائي ذهنيت واريون قومون خود مطلبيءَ ڪري، عوام ۽ بين قومن تي سياسي تسلط قائم ڪري، انهن جو اقتصادي طرح استعمال ڪن ۽ ان کي قائم رکڻ لاءِ متن ڪلچرل غلبو قائم ڪرڻ گهرن. پاڪستان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد بنگالين، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن کي محڪوم ۽ غلام رکي، انهن جو استحصال ڪيو آهي، جنهن ڪري بنگالين انهيءَ خلاف لڙائي ڪري، آزادي حاصل ڪئي آهي. باقي سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جون قومون آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ لڙي رهيون آهن. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌين، بلوچن، ۽ پناڻن سان ظلم ٿيڻ وارا آهن. انهن جا نشان گهڻو وقت قائم رهندا. آزاديءَ بعد انهن جي دور ڪرڻ ۾ وقت لڳندو.

### (4) مذهبي خيال

پاڪستان جي قيام کان اڳ مسلم اقليت پوارن مسلمانن ۽ پنجابين جي مستقل مفاد، غلط اسلامي تشريح ڪري، هند جي مسلمانن کي علحده قوم قرار ڏنو ۽ هندن خلاف کين آماده ڪري، ملڪ ورهايو. ان کان پوءِ اسلامي آئين ۽ نظام اسلاميءَ جا ڍوڪا ڏئي، عوام جو توجهہ سندن حقيقي مسئلن کان هٽائيندا آيا آهن. هان جملي مسلمان ملڪ کي متحد ڪٽڻ جي نالي سان وري نوان ڍوڪا ڏيڻ شروع ڪيا اٿن. انهن غلط ڳالهين ماڻهن جا ذهن زهر آلود ڪري چڏيا آهن. سنڌ جي آزاديءَ بعد انهن کي درست ڪري، مذهبي شعبي کي ملڪي سياست کان علحده ڪري، مذهب ۽ سياستي کي ملڪ جي سياسي يڪجهتيءَ ۽ بضبوطيءَ، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي ڪمن لاءِ

ڪتب آڻيو ۽ مذهب کي اتحاد انسانيءَ امن عالم ۽ اخلاقي درستيءَ لاءِ ڪم آڻڻ واسطي راهه هموار ڪبي.

**(5) طبقاتي استحصال:**

پاڪستان جي قيام بعد عوام کي مختلف ڌرين جي آڏار تي غلام رکي، ان ۾ شامل ٿيندڙ رياستن کي مهاجر پنجابي سامراج جون ڪالونيون ڪري هلايو پيو وڃي. بينگال مس مس ان مصيبت کان آجو ٿيو آهي. پر پاڪستان ۾ ٽيل چوهين سالن جي ڦرلٽ ۽ سول وار جي دوران ٿيل نقصانن جي سدباب لاءِ ڪيئي سال لڳندا آهن. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ مهاجرپنجابي مسقل مفاد طرفان جي زمينون، واپار، بئنڪن جا قبضا، نوڪريون، دوڪان ۽ ڪارخانا ڦٻايا ويا آهن، سي واپس وٺڻا آهن. جنگ آزاديءَ جي دوران ٿيڻ واري نقصان جي تلافي ڪرڻي پوندي. پر ملڪ جي جي زمين جي پوريءَ طرح ورهاست ڪرڻ، واپار، ڪارخانن وغيره کي زور وٺائڻو پوندو. زير زمين خزانن کي ڪڍڻو پوندو ۽ عوام کي مذهب زندگيءَ جي نعمتن کان روشناس ڪرڻو پوندو.

- سنڌوديش کي خودشناسيءَ ۽ قومي يڪجهتيءَ جي راهه ۾ هيٺيان ڪم ڪرڻا پوندا:
- سنڌ جي جملي رهاڪن مان صوفياءِ ڪرام جي تعليم مطابق تعصب ۽ نفرت ڪڍي، بنا تفاوت مذهبن جي هڪ قوم بنائڻو پوندو.
- ان لاءِ سنڌي زبان کي زور وٺائڻو پوندو. غير سنڌين کي سنڌي زبان سکڻي پوندي، يا شهري حقوق تان هٿ ڪڍڻو پوندو.
- سنڌي قوم ڪاءِ هڪ لباس اختيار ڪرڻو پوندو.
- ذات پات جا سنڌا متائي، هڪ قوم موجب گڏجڻو پوندو. پنڊت، سيد، بلوچ، سمات، پير، برهمڻ ۽ ملا جي جدا سنڌن کي متائڻو پوندو.
- اقتصادي طور اشتراڪيت جي بنياد تي سڀ ملڪيت قومي بنائي، انهي جي نفي کان هرهڪ کي مستفيض ٿيڻ لاءِ موقعا ڏيارڻا.
- سنڌ جي ڪلچر جي يڪسانگيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ منظم منصوبي ماتحت ڪم ڪرڻو پوندو.
- سنڌ جي ترقيءَ لاءِ هر چڱي ڳالهه کي قبول ڪري، خراب ڳالهه کي ترڪ ڪرڻو پوندو. زالن کي مردن جهڙا حق ڏياري، انهن جي تعليم، گذرمعاش جي انتظام وغيره لاءِ اهڙا قدم کنيا ويندا، جنهن ڪري هو آئيندي ملڪ ۽ معاشري جي ترقيءَ لاءِ مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڪم ڪري سگهن. ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ ۾ پير، ملا ۽ سرداري دستور وڏي رڪاوٽ آهن.تنهنڪري انهن کي درست ڪرڻ لاءِ هنن کان غير سنڌين وانگر شهري حق کسيا ويندا.

- سنڌو ديش ۾ مذهبي رواداريءَ لاءِ صوفياءِ ڪرام جي تعليم مطابق بنيادي وحدت ادبيات ۽ بقائي باهميءَ جي اصولن تي تعليم ڏيڻ لاءِ ادارا قائم ڪيا ويندا ۽ جيڪي ماڻهو نفرت پيدا ڪرڻ گهرندا، انهن جي حرڪتن ڪي بند ڪرڻ لاءِ قدم کنيا ويندا.
- عوام جي سلسلي ۾ هر ڳالهه ڪليل تبليغي ۽ دعوتي بنياد تي ڪئي ويندي. ان ۾ جبر ۽ تشدد ڪي دخل نه ڏنو ويندو. مذهب ڪي سياست ۾ داخل ڪرڻ جي منع هوندي. حڪومت جي پاليسي سيڪيولر بنياد تي رکي ويندي.
- مذهبي ادارن ۾ جملي مذهبن جي تعليم ڏياري، سيني ڪي پنهنجي عقيدي رکڻ جي آزادي ڏئي، صالح مذهبي جذبن ۽ اڻمن ڪي بقائي باهميءَ جي بنياد تي، گڏيل قومي مفاد لاءِ ڪم آندو ويندو. شاهه عنايت، شاهه لطيف، سچل سرمست، گرونانڪ ۽ ٻين درويشن جي تعليم مطابق مختلف مذاهب جي پيروڪارن درميان، مذهبي يڪجهتيءَ پيدا ڪرڻ لاءِ انتظام ڪرڻا پوندا.

نه صرف مذهب جي تعليم ڪي محبت ۽ رواداريءَ جي بنياد تي پڙهايو ويندو، پر گڏوگڏ دهريت جي تعليم ڪي به منع نه هوندي. جيئن نه صرف جملي مذهبن جا پوئلڳ پاڻ ۾ ڪيرڪنڊ تي رهن، پر دهريا يا غير مذهب ماڻهو به بقائي باهميءَ جي اصولن تي اهل مذهب وارن سان گڏجي، ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪم ڪار ڪن..

محبت، امن ۽ روحاني تعليم لاءِ خاص ادارا قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي. جيئن دنيوي ترقيءَ سان گڏ ذهني ۽ روحاني ترقيءَ جو به انتظام ڪيو وڃي.

سنڌوديش ڪي اقوام عالم واسطي محبت، امن ذهني ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ خاص پيغام آهي. ان ڪي ترتيب ڏئي، گذشته روايات جي بنياد تي ڪوجنا ڪري، دنيا جي مختلف مذاهب ۽ فلسفن جي گڏجڻ لاءِ. هتي جي تجربا ٿيا آهن، انهن ڪي ڪتابي صورت ڏيئي سنڌين ڪي اقوام عالم جي خدمت لاءِ اتحاد، امن، ذهني ۽ روحاني ترقيءَ جي ڪمن ۾ حصو وٺڻو آهي.

هتي مشرق ۽ مغرب جي تهذيبن ڪي ملائڻ لاءِ ڪوجنا ڪرڻ ۽ ڪي قبول عام تجربا ڪرڻا آهن.

هتي مذهب، فلسفي ۽ سائنس جي تقابلي تعليم ڏيئي، ان جي اختلافن ڪي دور ڪري، انسان ذات جي ڀلي لاءِ ڪتب آڻڻو آهي.

هتان جي محبت جي ميخاني جو جام ماڻهن ڪي پياري، انسانن ۾ اتحاد آڻڻ جي شروعات ڪرڻي آهي.

هتي جي سياست ڪي اخلاق جي بنياد تي قائم ڪري، دنيا لاءِ مثال پيش ڪرڻوآهي.

**پورو ٿيو**